سا ڳيا ا ڳيان سلطنت شاهيءَ جا ٻول آهن ۽ منجهن ڪي ڪين قربو آهي. ڪاڻ جي وڪ جيئن ٻوربي ۽ دليا پر لبئن هت ۽ وڏلدي اچي ٿي.
منهنجا ڪيترا سالي ٿولي جبلن پر وپيا آهن، ۽ مولڪي ۽ بسندن حسد ذرا ستاني ٿو. شايد جبل جي ايڪالس پر جبون چڪر لـي لئر قبوائڻا وڏيڪ آسان آهي، بسست هن الڏي اولڏي جنگي ۽ سياسي، فاشست ۽ سلطنتي پاڳل دليا پر.
پر وقتي هن دليا مان پڇي پري ٿيڻ جو ۽ وجه ملي ويندو آهي. گذريل مهني پر ٽيويهن سالن بعد پهر ڪشمير پر ويس. فقط ٻارهن ڏڪا ڏڪا ڏينهن هوس، پر سي ڏينهن سولهن ۽ سندرتا سان ڀمتار ۽ هن موهڻي ملڪ پر سندرتا جا ٻو پيالا پيتم. ماڻري پر پر واري اولهين پراتن لي ڦمرا ڏلر ۽ هڪ جرلڏ جبل جوڙهيس ۽ جيمر ڏ ٻسڪ زلدگي ۽ ڪا جمز آهي.

جواهرلال نهرو

الله آباد، ١٠ آگست ١٩٤٠

هڪ اوُر ۽ اوکـي ڳـالهہ هئي ۽ سچهـونـي ٿئي
ته سياسي ميدان ۾ لوُڙ واوا سو قدم کڻڻ کان.
گانڌيجي کي لڳو ۽ ٻيڪ لڳو ته جـو پيغام ڏنيا
ڪالو هو سو پيغام کڻڻ نه ڏيان يا موڙي سوڙي
ڏيان. هن کي نه اهو سياسي ڪيلن ڪري ووکي نه
رکڻو هو، بلڪ پهچائڻ ۾ پورن آزادي گهربي هئي.
سو ٻهريون ئي پرو، اسانجا رستا ڦٽي ۾ ٿيا.
ڪانگريس ڪاروباري ڪاميٽي هڪ طرف ۽ هو
ٻئي طرف هلو. سائنس ڪو قتائڻ ڪول هو، چو هو
ليبهن جا لير پيل هوا. پڪ آهي ته ڪنس لمولبن
صلاحون ۽ اڪثري اگرايي ڪندو ئي رهندو. پرالبن
ٻينڪ چنبو نه سندس قدري جدائي ڪري اسانجي
قومي تحريڪ جي لوازم جو هڪ زمانو ختم ٿي چڪو.
تازو ڏنو الر نه منجهس هڪ قسم جي ڏاني اچي
ويئي آهي ۽ اڳي جا لهڪي اچڻ جي خوبي هيس
سا گهٽي آهي. ۾ سندس اکين مايا ڇايا اچا آهي ۽
سندس شخصيت جي مهما ۾ سين کان ڪسر آهي.
ڪرم خام خيال نه ڪري ته عام ٿي سندس اثر ذرو
۾ گهٽيو آهي. هند جي عمارت جو معمار ۽ ٻهارو سالن
کان ٿي رهيو آهي ۽ اها عمارت اڃا اڏجي پوري نه
ٿي آهي.

ٿورا هفتا ٿيا تہ راجگوپال آچاريہ جي چوڻ ٿي
ڪانگريس وري هڪ ٻي آج انگلنڊ کي ڪئي.
راجگوپال آچاريہ ڪانگريس ۾ ساڄي پاسي جو ليکبو
آهي. سندس لکي ٻڌي، لسوارٿي جرتو ۽ چند چاڻ
لاءِ سوڪير درشتي، اسان لاءِ وڏي هتي آهن.

هي ته شايد ڪو قدرت جو اسرار هو، ته جيئن پين ڪمن ۾ تيئن انتوراشتري ڪمن ۾ جهڙي پوڪ تهڙي لڻ اُوس ٿيڻي هئي؛ يعني ته جو سرشتو سراسر بيڪار ٿي پيو هو سو پنهنجي بچاءَ جو هوش به نٿي ڌاري سگهيو.

جي برطانيه سرڪار ڪند فهم هئي؛ آزمودي مان ڪجهه به نٿي پرايائين ته هند سرڪار جي ڳالهه ئي ڪهڙي؟ هن سرڪار جا ڪارناما ڪجهه ڪل جهڙا ته ڪجهه ارمان جهڙا نين ٿا، ڇو جو هيءَ ويچاري ڪڌهانڪر بوڙلي بادشاهه وانگر آهي. نه دليل، نه سمجهه، نه خوف، نه آفت ڪيس ڏونڏاڙي خبردار ڪن ٿا. رپ وان ونڪل وانگر سملي جي ٿڌين هوائن ۾ جاڳندي به پنڪيون ڪائي ٿو.

جيئن جنگ جا نوان پردا کهندا ويا تيئن ڪانگريس ڪاروباري ڪاميٽيءَ اڳيان به نوان سوال پيش ٿيا. گانڌيجيءَ جي خواهش هئي ته جو اُهنسا جو سڌانت اسان جنگ آزاديءَ لاءِ سويڪار ڪيو هو، سوئي سڌانت آزاد هند لاءِ عمل ۾ آندو وڃي. آزاد هند کي به ٻاهرئين بچاءَ اندرئين اَمن اَمان لاءِ اِهو سڌانت پنهنجو رکپال سمجهڻ کپي. اسان ليکي سو سوال اُجا ڪڙو نه ٿيو هو، پر سندس من اندر ته بيٺوئي هو؛ سمجهيائين ته اهو نيڪروشن ڪرڻ لاءِ وقت اچي سهڙيو هو. سندس کي خاطري هئي ته جيئن اڳي تيئن پوءِ به جنگ آزادي لاءِ اهنسا تي مضبوط رهڻ گهرجي. يورپ ۾ جنگ ڏسي سو ايمان وڌيڪ پختو ٿيو. پر آئينده جي آزاد هند کي لنهن سان ٻڌڻ

۽ اڳون پرڪون منجهي نه ويون. ڏاڍا ڏڏڪا مليا. هن ڪري نهن ليڪڻ ڏکيو ٿي پيو. روس جو جرمن سان ناهه، روس جي فنليند تي ڪاهه، روس جي جپان سان دوستي. آخرڪار دنيا ۾ ڪي اصول ۽ ڪا اخلاقي چال هوا يا مسارجي ويا؟ ڪي رڳو چالبازي زماني سازي هئي؟

اپريل ۾ ناروي ڊيري، مي ۾ هالنڊ ۽ بلجيم مٿان آفت ۽ جون ۾ فرانس پئي پرپٽ ٿي. پئرس جو عمدو ۽ شاندار شهر، آزاديءَ جي گهود، زبون ۽ ذليل. ٻوجي هار نه هئي، پر جنهن ستايو ٿي سا سندس روح جي آجزي ۽ خواري. ڇير نه هت ڪو اندر جو ڪيڙو لڳل هوندو. انگلنڊ ۽ فرانس لنهن جهوني سرشتي جا حامي هوا جنهنجا ڇلڻ ڇڪي رهيا هوا ۽ لنهنڪري اهي ڏڪ لتي جهلي سگهيا ٿي؟ سلطنتشاهي هوندي، باهرين طاقت ڌاريندي، هن قسم جي مقابلي ۾ بيهي لتي سگهيا ٿي؟ جي آزاديءَ جا انڪاري هوا، سي آزاديءَ جي جنگ ۾ ڪين لڙي سگهندا ۽ جيئن فرانس جي لبش هيءَ سلطنتشاهي ۾ فري هڪ نولح فاشست راح ٿي پوندو. مسٽر نيول چمبرلين ۽ سندس جهوني ليتيءَ جو پاڇو اڃا انگلنڊ مٿان هو. جپان کي سرچاڻ لاءِ برما کان چين ڏي رستو بند ڪيو ويو. هست هند ۾ ذري به فرق گهير ڪرڻ جو ڪو اشارو ڪونه پهو. بلڪ اسانجي سنجيدگي اسانجي لاچاري ۽ بيڪسي سمجهي ٿي وئي. هن انگريز حڪومت جي انڌائي مونکي حيرت ۾ وڌو. جا پٺي ٿيو ۽ جا ٿيڻو هو سو ڏسي نه لنهن موجب هلي سگهي ٿي.

ويندو. لوڪشاهي نقطہ نظر کان هيءَ آچ جو ڪاٿني هئي، پر ٿورائي وارن جي جان ڪي جميعت بخشڻ لاءِ ڪانگريس تہ گهٽوئي ڪجھ ڪرڻ لاءِ سنيري.

برطانيہ حڪومت جو روڪ ٽوڪ جواب هو. هيءُ تہ نہ جنگ جا مقصد کولي پڌائڻ، ۽ نہ حڪومت جون واڳون عام جي عيوضين کي سونپڻ لاءِ تيار هئي. اڳيون نظام قائم هو ۽ هلڻو هو. انگريزن جا مطلب ملڪ ۾ قائم رهڻا هوا. تنهن تي ڪانگريس وزراتن پرانتن ۾ استيفعائون ڏنيون، ڇو جو انهن شرطن تي جنگ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ هرگز تيار نہ هيون. قانوني راڄ بند ٿيو ۽ زوري راڄ شروع ڪيو ويو. مغربي ملڪن واري چونڊيل پارليمنٽ ۽ بادشاهہ جي موروثي حقن واري سياسي جنگ، جنهن ۾ انگلنڊ ۽ فرانس جي ٻن بادشاهن سر وڃايا، سا هت بہ جاري ٿي. پر هي رڳو قانوني معاملو نہ هو. ٻرندڙ جبل جي باهہ اڃا پيٽ اندر هئي، پر ٻڙڪن جا آواز اندران آيا پئي.

هيءَ وات بندي هلي ۽ نوان قانون، نوان اعلان ۽ آرڊيننس اسان مٿان ڪڙڪيا. ڪانگريسي ۽ ٻيا وڌندڙ تعداد ۾ گرفتار ٿيندا ٿي ويا. جوش غصو وڌيو ۽ ڪو عملي قدم کڻڻ لاءِ گوڙ ٿيو.

پر لڙائي جو رنگ ۽ انگلنڊ جو خطرو ڏسي هڪڪياسين. جو سبق گانڌيجي سيکاريو هو، تہ دشمن کي اوکيءَ ويل نہ گهٽجي، سو صفا وسري ڪين ويو هو.

جنگ هلي تيئن نوان سوال چڙيا يا چٿو تہ اڳيان سوال ٿي نموني جا ٿيا. اڳيان ڳنڍ ناتا ياڻ ڦري ويا

مهاڀاري جنگ ۽ هندستان. هن وقت اسين
ڪهڙي وات ورتي؟ ڪن سالن کان اسان سوچ ويچار
ڪري پنهنجي وات ٺاهي ڇڏي هئي. پر تنهن
هوندي به انگريز سرڪار عام کان يا مرڪزي يا
پرانت ڪائونسلن کان پڇڻ ڳاڇڻ بنا اعلان ڪيو ته هند
به جنگ ۾ گهيڙي هئي. اهڙي لاپرواهي اسانکان
سٺي نٿي ٿي. اهڙيءَ معنيٰ ته سلطنتشاهي اڳي
وانگر شهزور هئي. سيپٽمبر ١٩٣٩ جي وچ ڌاري
ڪانگريس ڪارروباري ڪاميٽيءَ هڪ ڊگهو بيان شايع
ڪيو، جنهن ۾ اسانجي اڳين ۽ هاڻوڪي پالسي چٽي
نيڪاري وئي. برطانيه حڪومت کان طلب ڪئي
وئي ته هوءَ به پنهنجا جنگي مقصد ظاهر ڪري ۽
خاص ڪري برطانيه سلطنت بابت. اسان ته ڪئين
دفع فاشسٽ ۽ نازي وادن جي ننديا ڪئي هئي، پر
اسانجو چوڻ ته هي سلطنتشاهي سان انڪيل هو، جا اسان
تي سوار هئي. اها قائم رهڻي هئي ڇا؟ هند جي
آزادي ۽ جوڙجڪي مجلس معرفت سياسي سرشتو
جوڙڻ جا حق اسانکي هوا يا نه؟ مرڪزي حڪومت
کي جوابدار بنائڻ لاءِ ڪي هڪيا ننڍا قدم کڻڻا هوا
يا نه؟ بعد ۾ ٿورائي وارن جي ڳڻتيءَ ۽ اعتراض کي
منهن ڏيڻ لاءِ جوڙجڪي مجلس جي خيال کي وڌيڪ
وسيع ڪيو ويو. چيو ويو ته الهي مجلس ۾
ٿورائي وارن جون طلبون خود ٿورائي وارن فرقن جا
عيوضي متصل ڪندا ۽ نه سڀ گڏجي. جي ڪنهن به
سوال تي اتفاق ڪرڻ محال ٿيو ته ساڳيو سوال آخرين
فيصلي لاءِ ڪن بين ريا پنچايت اڳيان پيش ڪيو

ويندي حڪومت جي لنڪائي ميمبرن، منهنجي دلي سواگت ڪئي. مونکي ذرو به شڪ ڪونهي ته آئينده جي کهڙي به نظام موجب هند ۽ لنڪا ڳنڍيل رهندا. آئينده جي صورت ۾، منهنجي اکين اڳيان، چين ۽ هند، برما ۽ لنڪا، افغانستان ۽ شايد ٻيا ڪي ملڪ هڪ ئي فيڊريشن اندر هوندا.

آگسٽ ١٩٣٩ ۾ يورپ مٿان ڪارا گهاٽا ڪڪر ڇانيل هوا ۽ اهڙي نازڪ وقت پنهنجو ملڪ ڇڏڻ نٿي ٿيم، ۽ چين مان، چند روز ۾، جهاتي پائي اچڻ لاءِ دل چڪيم ٿي. هوائي جهاز رستي ٻن ڏهاڙن اندر وڃي چنگڪنگ ۾ لٿس. جلد ئي هند ڏي پويان ڦير ڪرڻا پيم، ڇو جو آخر جنگ يورپ ۾ اچي ڪڙڪي هئي. آزاد چين ۾ ٻه هفتا مس ڪاٽيم، ۽ اهي ٻه هفتا به مون لاءِ خاص ۽ هند- چين جي سنبنڌ ڪاڻ ملهه مهانگا هوا. ڏسي خوش ٿيس ته منهنجي خواهش ته ٻئي ملڪ پاڻ ۾ ويجهڙا ٿين چين جي اڳواڻن ۽ تن ۾ خاص ڪري انهي اعليٰ شخص جي هئي جو چين جي ايڪتا ۽ آزاديءَ جي مورتي بڻيو آهي. چينگ- ڪا- شيڪ ۽ ميڊم چينگ سان ڪئين ڀيرا مليس ۽ اسان گڏجي پنهنجن وطنن جي، حال ۽ آئينده بابت ڏاڍا غور ڪيا. جڏهن موٽيس تڏهن چين ۽ چينائن بابت اڳي کان به اڳرو مان ۽ محبت، ٿيم. دل ۾ سمجهيم ئي نٿي ته جا جهوني قوم وري اڳڀرو ۽ تاز به تازي ٿي آهي تنهنجي ڪا به بدقسمت دل جهوري سگهندي.

ٻڌجي سگهن ٿيون. باقي نه سڀ ڪجهه نئين طرح
جذب ڪري ڪن. ڳالهين ڇتين هٿڻ مان هي مسئلو حل
ڪين ٿيندو. هي رياستي ٻولڙين منجهي ويندو،
جڏهن برطانيه سلطنتشاهي منجهي ويندي.

منهنجو ٻيو شغل "قومي رٿا ڪاميٽي" جي
سڀاپتيءَ جي حيثيت ۾ هو. اِها ڪاميٽي پرانتڪ
سرڪارن جي مدد ۽ ڪانگريس جي ساڻ ٺهڪ ٿيا
ٿي هئي. جنهن ڪم هليو ليڪن وڏندو ويو. تان جو
هر قسم جو قومي ڪم منجهس سمائجي ويو. اسان ڪل
ڏاڍ ڏاڍ سوالن لاءِ ٢٩ ننڍيون ڪاميٽيون ٺاهيون- زرعي،
هنري، سماجڪ، آرٿڪ، مالي- ۽ سڀني جون
صلاحون ٻاهر ملائي هڪ ڪيون جنهن هندوستان لاءِ
هڪ ٻڪي آرٿڪ تجويز تيار ٿئي. اهڙيءَ تجويز جو
في الحال فقط خاڪو ٺاهي سگهيو، جو بوءِ وڏي ڪ
ناٿو پوڙهو پوندو. اِها ڪاميٽي ڪم ڪري حنسيل آهي
۽ ڪي مهنا اڃا لڳي رهندي. هن ڪم مونکي خوب
چڪيو موهيو ۽ مون نه ٿيڻوني منجهانس پرايو. پڌرو
آهي نه ڪا به تجويز جا اسين پيش ڪنداسين سا فقط
آزاد هند ۾ عمل ۾ اچي سگهندي، سو نه صاف آهي
نه ڪنهن به ڪارگر رٿا موجب آرٿڪ سرشتو سوادڪاري
ڪرڻو پوندو.

١٩٣٩ جي اونهاري ۾ لنڪا مان چڪر ڏيڻي
اچڻو پيم، جو اتي هندوستاني رهواسين ۽ حڪومت
وچ ڇڪتاڻ وڌي ويئي هئي. هن سندر ٻيٽ ۾
ٻيو وچڙ ڪري خوش ٿيس ۽ پاڻان نوڪر وچڙ ڪالبوءِ
لنڪا ۽ هند وچ لالا ويجهڙا نيڻ لڳا آهن. هر ڪنهن،

مخالفت به ڏکي ٿي ٿئي، ڇو جو اسانکي ڪمزور ۽ دشمن جا همت مضبوط ڪري ٿي. چپ ڪري وهڻ من ۾ ڳنڍيون ڳوڙها ۽ ناڪاميابيءَ جو ياءُ پيدا ڪندو، جڏهن چارو طرفان ڪمن ڪرڻ جون ڪارون اچي رهيون آهن."

١٩٣٨ جي آخر ۾ ولايت کان موٽڻ بعد بن بين ڪارجن ۾ منهنجو ڌيان ڇڪيو. آءُ اکل يارت ديسي راج - لوڪ - پرشد جو لڌيانا اجلاس جو سڀاپتي ٿيس ۽ انهيءَ ريت انهن نيم اميري ديسي راڄن ۾ ترقي پسند تحرڪن مان تيهان وڌيڪ واقف ٿيس. ڪيترين رياستن ۾ دونهان دکي رهيا هوا ۽ وقتي لوڪ پرشدن ۽ اختياري وارن وچ معاملا مچندا هوا، جن ۾ انگريزي فوج گهڙي پوندي هئي. اهڙين رياستن بابت يا ڪيئن برطانيه حڪومت اونداهي زماني جا انڌڪاري نمونا اج تائين منجهن سالم رکيا آهن، سنجيده لفظن ۾ لکڻ مون لاءِ ڏکيو آهي. تازو هڪ ليکڪ کين هندوستان ۾ انگريز باران "پنهنجن جا ويري" ڪري سڏيو آهي. برابر ڪي سمجهدار راجائون آهن جي عام جا خيرواه ٿي وڏا سدارا آڻڻ چاهين ٿا، ۾ حاڪمن جا حاڪم سندن راهه ۾ روڙا آهن. پلا لوڪشاهي راڄ به "پنهنجن جو ويري" ٿي ڪم ڏيندو؟

پڌرو آهي ته هي سادين پنج سؤ کن رياستون پنهنجي ڌار ڌار سياسي ۽ آرٿڪ ڪهڙي رڌي کين سگهنديون. اکي ڪي لوڪشاهي هند جي وچ راجائي نانت ڪوت اڏي سگهنديون. منجهائن ڪي وڏيرون ملڪ جي فيڊريشن اندر لوڪشاهي انگ

ٻئي طرف ڪي تنگدل اميري جاگيري گروهه هوا جن پنهنجا خاص مطلب ٻچائڻ لاءِ مذهب جو اُجهو ورتو هو. جنهن مذهب اندر مذهبي هيٺن هلي فائدو وٺي سگهيا ٿي، سو مذهب مونکي هڪ آفت، سماجڪ ۽ شخصي ترقيءَ جو گهاتڪ ڏسڻ ۾ آيو. جو مذهب سمجهبو آهي تہ روحانيت ۽ رفاقت وڌائي ٿو، سوئي مذهب ڌڪار، تنگدلي، ذلالت ۽ حد درجي جي لوڀ جو چشمو ٿي پيو.

١٩٣٩ جي شروعات ۾ ڪانگريس جي سياپنيءَ جي چونڊ مهل معاملو زور ورتو. بدقسمتيءَ سان مولانا ابوالڪلام آزاد ڪين بيٺو ۽ ٽنايپيٽيءَ بعد سباش چندر بوس چونڊيو ويو. پوءِ تہ ڪئين مهنن تائين هر قسم جا مونجهارا ۽ شڪستون ٿيون. ترپوري ڪانگريس ۾ ڪئين اڻ سهائيندڙ رنگ روپ ڏٺا. تنهن زماني آءٌ نهايت اداس دل هوس ۽ ذري گهٽ ٻڌي پيس. سياسي ڪارنامن، راشٽري ۽ انتر راشٽري واقعن جو البت مون تي اثر ٿيو، پر هڪين تڪين سببن جو عام ڳالهين سان واسطو ڪو نہ هو. آءٌ پاڻ مان بيزار هوس ۽ هڪ ليکہ ۾ لکيم تہ، " ٻيا اٿم تہ پين (رفيقن) کي راضي نٿو ڪريان ۽ پر تنهنجم ڪهڙو عجب، ڇو جو پاڻکي تيهان گهٽ خوش ٿو ڪريان. اهڙا شخص ٻين جي ڪهڙي اڳواڻي ڪندا ۽ اها ڳالهہ منهنجا ساٿي محسوس ڪن تہ سندن لاءِ ۽ مون لاءِ چڱو ٿيندو. من چڱيرو ڪم ڏني ٿو، پڌي ٻہ عادت موجب نباهي ٿي، پر جنهن چشمي مان سگهہ سٽ وهندو آهي سوئي سڪي ويو آهي."

اُڪسار جيڪا وڏي هئي ۽ مسلم ليگ، مسٽر جناح
جي وڌيڪ ٿيڻ، روڪ ٽوڪ ڪوميت خلاف تنگ دل
هئي ۽ جنهن جهڙو رستو ورتائين. ڪا ڪارگر لچڪ
ڏيکي، يا وچين واٽ ڏسڻ، يا سوالن جا جواب ڏيڻ
۽ ڳالهين پيش ڪرڻ - ڪجهه به نٿي ڪيائين. فقط جبر ۽
ٿورس لي سادس زور هو، جنهن مان نازي ليڊرن جي
ت آئي ٿي. جا ڳالهه ڪيهان ارمان جهڙي سا هئي؟

ماڻھو ۽ گروھ پيري ٿي پون ٿا.

جيئوا جو حال ڏسي مونکي پراچين ڪال جي کنڊھر مڪان جو خيال آيو، جن اندر اکيچار اُنتر راشٽريءِ سنستائن جا لاش هِٿ هُٿ پيا هوا. لنڊن کي اِهائي فرحت هئي ته جنگ جا ڪکر ٽري ويا. باقي جو اونو ڇا جو؟ في الحال پين لوڙيو هو، تنهنجي ڪيئن ڪهڙي پرواھ. پر پيھ ۽ سال نبرٽي کان اڳ ڪيس به ڏاڍي پرواھ ڪرڻي پوندي. اجا مسٽر چيمبرلين جو ستارو بلند هو، پوءِ ڪري ڪن ڪوڪيو به ٿي. پئرس ڏسي نهايت ارمان ٿيم، خاص ڪري وچولو درجو جنهن کو خاص آواز ڪين اُٿاريو. سائي پئرس جا انقلاب جو گهر، دنيا ۾ آزاديءَ جي نشاني هئي.

يورپ کان موٽيس. دل ۾ دکي ۽ ڪئين خواب ڪافور. وات تي مصر ۾ لٿس جتي مصطفا نحس پاشا ۽ وفد پارٽيءَ چڱي خوش آمدي ڪئي. ڪين وري ڏسي خوش ٿيس ۽ دنيا جو رنگ بدلبو ڏسي ساڳين مسئلن تي غور ڪيو سين. ڪي مهنا پوءِ وفد جا ڪي عيوضي هندوستان ۾ آيا ۽ ڪانگريس جي ساليانې اجلاس ۾ حاضر رهيا.

هندوستان ۾ اُهي ئي سوال ۽ اُهي ئي جهڳڙا چالو هوا ۽ مون سان اِهائي ويڌن هئي ته ڪيئن پنهنجن رفيقن سان ملي نهي هلان. ته دنيا ۾ شاهي زلزلي مهل ڪيترا ڪانگريسي پنهنجن خسيس اگهن مُلن ۾ موڙهل هوا سو ڏسي دل شڪستو ٿيس. شڪر جو ڪانگريس جي مٿين قطارن ۾ ڪجھ پروڙ ۽ سياڻپ هئي. ڪانگريس باهر اياڻائي وڌيڪ چٽي هئي.

بر ٿڌهن يورپ سالت ۾ زبان لڳائڻ يا من ۾
سوچهرو ڪرڻ لاءِ سڄي جڳهه نه هئو. مايوس
ملول هو؛ ۽ اهڙين سالت ايندڙ طوفان جي نشاني هئي.
اهو يورپ ١٩٣٨ وارو مسٽر لبول چيمبرلين جواب
ڏيئي مات ڪرائڻ وارو يورپ هو، ۽ جو دغا ڏيندل
قومن کي لتاڙي مولح جي تاهه ڏي ڏوڪيندو هلو
ٿي. هن دکندڙ يورپ ۾ ٣٤ اڏامي بهرنين بارسيلونا
(اسپين) ۾ لتس. پنج ڏينهن هوس ۽ راب جو امن
ها ۽ جر ڪرندا ڏلم. بنو به گهڻوني ڪج ڏلم جهن
من ولوڙيو، ڪڙڪندر آفتن وچ ۾
بر هت بک، ويراني، ۽ ڪڙڪندر آفتن وچ ۾
بين هندن کان وڌيڪ سک آيو. هت، اولده ۾
سوجهرو ڏلم؛ بهادري ۽ پڪي ارادي ۽ مري ڪج
ڪرڻ جو سوجهرو هو.
بوءِ انگلند ويس ۽ مهني ماس ۾ قسمين قسمن
جي ماڻهن ۽ خيالن سان واقف ٿيس. سمجهم ته
رواجي انسان جي ذهنيت ۾ ڪج قرو ۽ نيڪ ڏس
۾ قرو آيو هو. ۽ آچا جوت لي مسٽر چيمبرلين اڏول
وينو هو. بوءِ چيڪوسلوواڪيا ويس ۽ اتي اڪيلين ڏلم
نه ڪيئن لون دوست کي دغا ڏيئي، جن مقصدن جو
حاوي سمجهيو وجين تو لن کي اعليٰ اخلاقي سمن
ڪري نوڪر هٺي، هڪ نهايت پيچيده بازي کيلين
ٿو. سا مولح وقت واري بازي مون لنڊن، پئرس
۽ جنيوا مان شوق پاڻي ڏٺي ۽ تنهن دان حيرت جي
الومان ڪئي يو. ۽ جنهن لي سڀ کان وڌيڪ حيرت
لڳيم سو هي ته ڪيئن نه اوکيءَ ويل سڀ آزاد جم

واري آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽيءَ ۾ دل کولي ٻوليو. سو ڏسي گانڌيجي ڏاڍو ڏکي ٿيو ۽ خانگيءَ ۾ ڳُٺلي ڇپائين. ٻوءِ هڪ ليک ۾ لکيائين، جنهن ۾ ڪنهن ڪم تي رانچ ڏيکاريائين، جو مون سياڻپيءَ جي حيثيت ۾ ڪيو هو.

سمجهيم ته هاڻ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو جوابدار ميمبر ٿي رهڻ مون لاءِ ڏکيو هو؛ ٻر ڇيم ته ڪو اهڙو قدر نه ڪتان جو گوڙ ٿئي. منهنجي عهدي جا ڏينهن اچي پورا ٿيا هوا ۽ ٻوءِ ڇيم ته مات ۾ پاسيرو ڪٽي ٿيندس. ٻه پيرا لڳاتار ۽ مڙيوئي ٽي پيرا سياڻپي ٿيو هوس. ڳالهيون هيون ته چوٿون پيرو ٻه چونڊيو وڃان، ٻر دل ۾ پڪ ڪيم ته هاڻ نه بيهندس. تنهن وقت هڪ ننڍڙي ڪيڏ پڪيڙيم جنهمان ڏاڍو مزو آيم. هڪ گمنام ليک لکي ڪلڪتي جي ”ماڊرن رويو“ ڏي موڪليم، جنهن ڇپيو ۽ جنهنم ۾ پنهنجي وري چونڊ جو وروڌ ڪيم. ڪنهنکي به ڪينڊي سمپادڪ کي، ٿيت ڪانه هئي ته ڪنهن لکيو هو. مون به ڇپيو ته ڏسان ته رفيقن ۽ ٻين تي ڪهڙو رنگ لڳائي ٿو. لکنڊڙ باٻت خوب ڌڪيبازي هلي، ٻر ڪن جزوي شخص کي سچي خبر هئي، جيسين ڪي جان گنٿر پنهنجي ڪتاب Inside Asia ۾ هي ڦڪڙ ڦاڙيو.

ايندڙ ڪانگريس جو سڀاش ٻوس سياڻپي چونڊيو ويو ۽ اها هريپور ۾ ٿي. جلدئي ٻوءِ يورپ ويس. ڏيءَ سان گڏ جٽو هوم. ٻر سچو سبب ته مَن جون ڳنڍيون ڇوڙي تازو توانو ٿيڻو هوم.

ڪاڌائون ۽ استيفعائون پيش ڪيائون. تنهن تي گورنرن
سنڌن صلاح ڪٿي قبول ڪئي ۽ جهيڙو ٽري ويو. پر
سول سروس، پوليس ۽ ٻين سروسن کي گورنرن جي،
جوڙجڪي سرشتي جي خوب پشتي پناهه هئي،
جنهنڪري سنڌن اثر ۽ زور سوين نمونين هر هنڌ ظاهر
ٿيو ٿي. سڌارو ڀيرو هليو ۽ رنج ٽڪو وڌيو.

اهو رنج ڪانگريس اندر ڪُوڪڻ لڳو ۽ تيز
گروهه ڦٽڪڻ لڳا. آڳ ۾ پلگسا جو رنگ ڏسي
ڏکي ٿيس ۽ ڏنم ته اسانجي هيڏي جهونجهارڪي
جماعت ٽڙڪندي چوندن لڙڻ لاءِ پارٽي ٿيندي ٿي
ويئي. جنگ آزادي لڳڻي ٿي هئي ۽ هيءَ پرانتڪ
آزادي وات تي فقط هڪ منزل هئي. اپريل ١٩٣٨
۾ مون هڪ خط گانڌيجي ڏي لکيو ۽ ڪانگريس
وزارتن جي ڪم تي ناراضپو ڏيکاريو. "جهوني سرشتي
سان ٺهڪي اچڻ لاءِ هي بيجا ڪوشش ڪري رهيا
آهن. باڪ سندس طرفداري ڪرڻ لڳا آهن. اهو
جڳائي نٿو، پر سو به ڪٿي معاف ڪجي. پر جا ڳالهه
مونکي بنهه کٽڪي ٿي سا هيءَ ته جو اعليٰ درجو
اسان عام جي دلين ۾ پاتو هو سو هلندو ٿو وڃي.
اسين روز بروز رواجي سياستدان ٿيندا وڃون ٿا"

مون شايد ڪانگريس وزارتن جي هرويرو
نقطه چيني ٿي ڪئي. سچو نقص ته حالتن ۽ سرشتي
اندر هو. دراصل قوم جي بهبودي لاءِ هنن وزارتن
گهڻن ئي ڏسن ۾ پاڻ خوب موڪيو. پر انهن کي ڪنهن حد
۽ دايري اندر هلڻو ٿي پيو ۽ اسانجا مسئلا اهي حدون
پار ڪرڻ ڪري ئي حل ٿي سگهيا ٿي. ٻين ڪارجن

مان ٻاهي ڪڍندو ڏسي، جرڪ مار ٻندو هوس. ٻاهر
آجنتا جي غشا مان هيٺ لهي آئي هئي.

چونڊن ۾ ڪانگريس جي سوڀ ٿي ۽ ٻوءِ هڪ
ڊگهو مسئلو اسيمبلين ۾ عهدا وٺون يا نه.
آخرڪار فيصلو ٿيو ته وٺون، بشرطيڪ وڏو لاٽ ۽
نيا لاٽ ڪانگريس سان دست اندازي نه ڪندا.

سال ١٩٣٧ جي اونهاري ۾ آءٌ برما ۽ ملايا ۾
ويس. سو ڪو موڪل لاءِ شيل سفر جو مزو ڪونه هو.
جتي ڪٿي ميڙن ۽ ملاقاتن جي پيڙ پئي پيئي. پر
هي نوان پٽ وڌيم ۽ برما جي گلن ڦلن واري جوان
جنتا کي ڏسڻ ۽ ساڻن ملڻ ۾ مزو آيو. ڪن ڳالهين
۾ هند جي جنتا کان نرالا، جنهن مٿان ڪيئن صديون
پنهنجا رنگ رچيا هوا.

هندوستان ۾ نوان سوال ڪڙا ٿيا. گهڻن پرانتن ۾
ڪانگريس وزارتون ٺهيون ۽ ڪيترن وزيرن ساليا
جيل اندر اڳ گذاريا هوا. منهنجي ڀيڻ، وجيالڪشمي پنڊت،
گڏيل علائقن ۾ هڪ وزير ٿي، جو ملڪ ۾ پهرين استري
وزير هئي. ڪانگريس وزارتون اچڻ سان ملڪ ساهه
پٽيو، جڻ ڪو ڇاتيءَ تان وڏو بار لهي ويس. مزدورن
۽ ڪسانن اُمالڪ اساير وڏيون آسون رکيون. سياسي
قيدي آزاد ٿيا ۽ ناگرڪ آزادي ۾ ايتري ماٺي وٺي
جا اڳ ڪنهن نه چکي هئي. وزيرن ڪن کي لسا
ڏيئي ڪم ڪيا ۽ بين کان به ڪرايا. پر سو ڪم
جيونءِ سرشتي مان ڪڍنو هئن، جو سنڌن لاءِ بنهه
ڏاريو ۽ اڪثري برخلاف هو. وڏي عهدن وارا به
سنڌن هٿ هيٺ نه هوا. پر پيرا گورنرن سان تڪرار

سو ڏسي پاڻ تي عجب ڪاڌم. هنن چوانڊن جي ولوڙن ۾ اڪيچار ماڻهن اسان طرفان پاڻ پتوڙيو، جنهنڪري سارو ملڪ سجاڳ ٿيو ۽ هرهنڌ سجيو ٿي پيو. اسان لاءِ هي رڳو چوانڊن جو کيل ڪين هو. اسانجو فقط ٽن ڪروڙن ووٽرن سان واسطو ڪون هو، پر انهن ڪروڙن سان جنکي ڪو به ووٽ ڪونه هو.

اُنهن شاهي چڪرن جو پيو به هڪ پهلوهو، جنهن دل کي اُٿاريو. مون لاءِ هندوستان ۽ سندس ماڻهن کي ڳولي لهڻ جو هي هڪ وڏو سفر هو. پنهنجي وطن جا هزارها رنگ روپ ڏٺم، جن جو اڪٽ خزانو هو، پر سيني تي هند جي ايڪتا جي ڇاپا پيل هئي. جن جب پرين اکين مون ڏي نهاريو ٿي تن ڏي مون به نهاريو ٿي ۽ ڪوشش ڪيم ته سندن راز پروڙيان. پر جيتري هند ڏٺم تيئي اوترو لڳم ٿي ته هنن اليڪ روپن جي پي انت سوپيا جي ڪا ٿوري سڌ بڌ هيم ۽ اُيا ڇا ته ڳولي ڏسڻو هوم. سا هند اڪثري مونکي ڪلي ڪيڪاريندي هئي، ته وقتي مون تي کلي مونکان کسڪي ويندي هئي.

وقتي، پر ورلي، ڏينهن اڌ ڪوئي سوئي، ڪي پرديڪ ۽ مشهور آستان ڏسڻ لاءِ نڪري ويندو هوس- اُجنتا جون غفائون، موهن جو دڙو. پوءِ ڪن ساعت پانءِ پوت ڪال ۾ وڃي وسندو هوس ۽ من مندر ۾ بڌ اَوتار ۽ اَجنتا جون سندر رمطيون اچي واسو ڪنديون هيون. ڪي ڏينهن پوءِ ڪنهن سندريءَ کي ڪيٺ ۾ ڪم ڪندو ڏسي يا ڪنهن پانٽياريءَ کي کوهه

ٻيهر جو انسان فيصلو ڪيو. سبب جو چونڊن ۾ اسين
لکين ووٽن ۽ ٻين سان ويجهي سنبنڌ ۾ آيا سين ٿي.
اِهي عام چونڊون مونکان وسرڻ جون ناهن. آءٌ پاڻ
اميدوار نه هوس، پر ڪانگريس اميدوارن ٻاران مونکي
ساري ملڪ ۾ چڪر هڻڻا پيا ۽ پاڻ ٻڌايان ٿو ته اهڙا چڪر
اڳ ڪنهن نه هنيا هوندا. اٽڪل ڇهن مهنن اندر پنجاهه
هزار ميل لتاڙيا هوندم ۽ چڙهڻ لاءِ سڀ قسم جا
بندوبست استعمال ڪري وقتي ٻهراڙين ۾ اُتي وڃي
ايڪولدو هوس جتي چڙهڻ لاءِ ڪو نه بندوبست
ڪو نه هو. مطلب ته هوائي جهاز، ريل، موٽر، لاري،
گهوڙي گاڏي، ڏيگي گاڏي، سائيڪل، هاٿي،
اٺ، گهوڙو، جهاز، ٻتيلو، ٻيڙيءَ رستي ۽ پيادل
سفر ڪيم.

پاڻ سان وڏ آوازا ڪٿي گهمندو هوس ۽ وات ويندي
لتي ڪڙيءَ لشڪرن ڪالسواءِ، روز ڏرجن ميڙن ۾
وياکياڻ ڏيندو هوس. ڪن شاهي ميڙن ۾ لک
آدم ايندو هو، سراسري طور ٻيو ڏه ويهارو هزار
آدم هوندو ئي هو. روز اٽڪل هڪ لک ۽ ڪنهن
دفع لک کان مٿي ماڻهو ميڙن ۾ ايندا هوا. ڏم شم
چنجي ڪٿي ته هڪ ڪروڙ آدم ميڙن ۾ آيو هوندو،
ٿنهن ڪالسواءِ رستن تي سفر ڪندي ماڻهو وات ٿي
ملندا هيم.

آءٌ هڪ هنڌان ٻئي هنڌ، اتر سرحد کان ڏکڻ
سمنڊ تائين، وقت جي امنگ ۾ اچي چارو طرف جوش
خروش ڏسي، لڳ آرام حرام ڪري، ڏوڪيندو
ويس ٿي. منهنجو بدن جيڪي سختيون سهي سگهندو

دلي گهٽي، جا اڪثري قوميتا جي خصلت ٿيندي آهي.

ٻر جي انين ضرور هو جو ٻرٺ پهي. واقعن رواجي شخص کي ڪين ڇڏيو، جي ته پنهنجن خفن ۾ ئي گهيٽل هوا. آباد گار پنهنجن چوٽ چڙهندڙ تڪليفن، دردناڪ مسڪيني ۽ بين بوجن هيٺ ڦتل هو. زرعي سوال ملڪ جو اهم سوال هو ۽ ڪانگريس رفتہ رفتہ هڪ زرعي سٿاو گهڙي ناهيو هو، جنهنمر گهٽوئي ڪجهه هو، ٻر جنهن چالو سرشتو قبول ڪيو ٿي. ڪارخانن جا مزدور ڪاٺن ٻر جڙ بهتر هوا ۽ اڪثري هڙتال ٿيندا رهندا هوا. سياسي خيالن وارا نئين جوڙجڪ بابت بحث مباحثا ڪندا هوا، جا برطانيہ پارليمينٽ هند ستان مڙهي هئي. انهيءَ جوڙجڪي سرشتي موجب ڪجهه اختيارين ٻرانتن کي ڏنل هيون، ٻر سڀي طاقت برطانيہ حڪومت ۽ سندس عيوضين جي هٿن ۾ رهي. مرڪزي سرڪار لاءِ اها فيڊريشن رٿي ويئي جنهن منجهہ راجائي رياستون نيم لوڪشاهي ٻرڱن سان ڳنڍيون سنڌيون ٿي ويون، باقي برطانيہ سلطنتشاهي قائم دائم رکي ٿي ويئي سو ٻہ هڪ کل جهڙو مانداٽو منديل هو، جو ڪڏهن ٻہ سولو سوڌو ڪم نہ ڏئي ها. انگريزن جا سوارت بچائڻ لاءِ انسان جي عقل جڻ ڪمال ڪٽي ڏکيو هو. هن قسم جو جوڙجڪي سرشتو ڪانگريس نفرت سان انڪار ڪيو ۽ هندوستان ۾ اهڙو ڪونہ هو جو ٻہ اکر سندس حق ۾ چوي.

شروع ۾ هن جوڙجڪ جو ٻرانتڪ حصو عمل ۾ آندو ويو. جوڙجڪ جو انڪار ڪندي ٻہ چونڊن ۾

هندوستان ۽ ٻين ملڪن جا جدا سياسي ۽ اقتصادي
مسئلا هڪ ئي دنيا جي مسئلي جا جدا پهلو هوا. جيستائين
اهو دنيا جو بنيادي مسئلو حل نه ٿيندو تيستائين انهن
جو به ڪو قطعي نبيرو محال هو. بلڪل ممڪن هو
ته ڪنهن آخرين نبيري کان اڳ ڪي الٽون پلٽون ۽
آفتون اچن. جيئن جنگ وڙهي نه ٿي ٿو اهن زماني جي
دنيا ۾ صلح اڪنڊ آهي، ائين آزادي به اڪنڊ آهي.
هن دنيا ۾ گهڻو وقت تائين ڪجهه آزاد ۽ ڪجهه
غلام ڪري رهي نٿا سگهن. فاشسٽ واد ۽ نازي واد
جي للڪار به سچ پچ سلطنت شاهي واد جي للڪار
آهي. ٻئي پاڻ ۾ جاڙا ڀائر آهن. فرق فقط ايترو ته
سلطنتشاهي جو بنڪن ۽ حڪمت هيٺ ملڪن ۾ ڪري
ڪرائي ٿي سوڀي فاشسٽ ۽ نازي پنهنجن ملڪن ۾
ڪن ٿا. دنيا ۾ جي آزادي آڻڻي هئي ته نه رڳو
فاشسٽ ۽ نازي واد کي ڪڍڻو هو، پر سلطنتشاهي
کي به پاڙئي ڪڍڻو هو.

پرديسي واقعن جو اهڙو اثر رڳو منهنجي دل تي
ڪين ٿيو. پيا به ڪيترا هندوستان ۾ قدري انهن سوچڻ
لڳا ۽ عام جي به دلچسپي ٿي. سا عام جي دلچسپي
هزارن ميڙن ۽ مظاهرن ۾ ظاهر ڪئي وئي ۽ جي مرڪزي
ڪانگريس ساري ديس ۾ چين، حبش، پلستين ۽
اسپين جي همدردي ۾ ڪيا. ڪجهه هن ڏس ۾ به
ڪوشش ٿي ته چين، اسپين ڏي کاڌو ۽ دوائون
همدردي طور سهائتا لاءِ موڪليا وڃن. هن ريت
انترراشٽري واقعن ۾ دلچسپي وٺڻ ڪري اسانجي
جنگ آزادي به وڌيڪ اعليٰ درجي کي رسي ۽ تنگ

نيت استيفعا ڏيڻ جو قطعي فيصلو ڪيم ۽ تنهن کان گانڌيجيءَ کي آگاهه ڪيم. خط لکندي کيس ڄاڻايم ته ”يورپ کان موٽڻ بعد ڏسان ٿو ته ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي ميٽنگن ڪري آءٌ ڏاڍو ٿڪجي ٿڪجي پوان ٿو. مونکي چڙ استرڪري ٿيون چڙين ۽ هرهڪ ميڙ کان پوءِ پاڻکي عمر ۾ وڏيرو ٿيو لڳان. عجب ناهي ته منهنجا رفيق به ساڳيءَ طرف پاڻکي لڳن ٿا. سو بنهه نيڪ ناهي ۽ ائين سنوڪم ٿي ڪين سگهندو.“

ٿوروئي پوءِ هڪ ڏورانهين ديس ۾ واقع ٿيو، جنهن جو هندستان سان ڪوبه واسطو ڪونه هو، پر جنهن مون تي ايڏو اثر ڪيو جو فيصلو ڦيرائڻو پيم. اسپين مان جنرل فرئنڪو جي فساد جي خبر آئي. فساد ۾ پنيانس جرمن توڙي اٽليءَ جي مدد ساري مون ڀانيو ته هن باهه مان يورپ يا دنيا ۾ پنيت ٻري ويندو. تنهن آگ جي جر هندوستان کي به چڙڻ واري نه هئي. جنهن مهل اسان سيني کي ڪلهو ڪلهي ۾ ڏيئي بيهڻ جي ضرورت هئي تنهن ويل آءٌ ڪيئن استيفعا ڏيئي ڪانگريس اندر جهيڙو پيدا ڪري کيس ڪمزور ڪريان. جيئن مون حالتون سمجهيون ٿي سو بنهه غلط ڪين نڪتو، جيتوڻيڪ ڪڇ ٽڪڙا الومان ڪڏهن جي سچا ثابت نڪرڻ ۾ ٿورا سال اڃا ڪپندا هئا.

اسپين ۾ جنگ جو مون تي اثر ٿيو تنهن مان ظاهر آهي ته، منهنجي من ۾، هندستان جو مسئلو دنيا جي ٻين مسئلن سان ڳنڍيل هو. منهنجو اهو خيال پڪو ٿيندو ويو ته چين، حبش، اسپين، وچ يورپ،

بندوبست ٿي چڪا آهن. تنهن ۾ عجب ڪاڏمر ۽ بڌاير نه اڳئي معافي طلب ڪئي هوس. سچو ڪلاڪ ٽهڪ هامو ان جو ملاقات جو وقت اچي پرو ۽ آءٌ پنهنجيءَ ٽي ٿي بيٺس. ملاقات ڪاڏ ٿي.

ديس موٽي ڪم ۾ غرق ٿي ويس. موٽڻ کان ٿورا ڏينهن پوءِ ڪانگريس جي سالياني جلسي ٿي سيابتي ٿيڻو هوم. جيل ۾ ڪي سال گذارڻ ڪري ٻاهر جي حالتن کان واقف نه هوس. اچڻ سان ڪمن ڦير ڦار ٿيون لبون ڏٺيون ۽ ڪانگريس اندر سخت پارٽي بازي ڏٺيم. سچو وايو منڊل شڪ جي، ڪرشيءَ ۽ تڪرارن جو هو. سو پهريائين ڪين لبڪم جو پاڻ ۾ ايمان هوم نه حالتن کي منهن ڏئي ويندس. ٿورو وقت پانءِ نه ڪانگريس کي پاڻ سان پنهنجي طرف وٺي ٿي ويس. ۾ جلد ٿي اڪ ڪلبيم نه هي تڪرار وڌيڪ گهرا هوا ۽ هڪ ٻئي ۾ شڪ ۽ وڌلڌ ڪرشي سولا دور نه ٿيڻا هوا. دل ۾ استيفعا ڏيڻ جو گنيم خيال ڪمر، ۾ جلدهن لڳم نه ائين ڪرڻ سان ڪو بگڙندو الڏهن پاڻ جهلمر.

ايندڙ مهنن ۾ استيفعا ڏيڻ جو گنيم خيال وَرَ وَرَ ڏئي من ۾ آيم. ڪانگريس جي ڪاروباري سيا ۾ پنهنجن رفيقن سان مزي ۾ ڪم ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو ۽ چئو ڏٺم نه ڪين مهنجن شغلن بابت انتظار هو. ڪنهن خاص ڪم ڪار بابت اعتراض نه هون، ۾ ڪمن جي رخ ۽ رفتار تي ناراض هوا. تنهن لاءِ بيشڪ سبب هون، جو جو منهنجي نقط نظر ڪانئن علحدي هئي. ڪانگريس جي فيصلن جو آءٌ پورو قائل هوس، ۾ ساٿين فيصلن ٿي هنن هڪ طرف ۽ مون ٻئي طرف زور ٿي ڏنو.

آئي هيم ته ڪانگريس جو ٻهر سياڻپ چوڻديو ويو هوس. هوائي جهاز رستي جلدئي ديس ڏي موٽيس ۽ واٽ تي روم ۾ هڪ دلچسپ آزمودو ٿيم. اُسهڻ کان ٿورا ڏينهن اڳ هڪ پيغام پهچايو ويم ته واٽ تي روم مان لنگهندي سينور مسوليني مون سان ملڻ چاهيو ٿي. فاشسٽ راڄ لاءِ حقارت هوندي به رواجي طور سينور مسوليني سان ملڻ چاهيان ها ۽ اڪيين ڏسان ها ته هيءَ ڪهڙي شخصيت جا دنيا جي ڪارجن ۾ هيڏو ٻهرو وٺي رهي هئي. پر تنهن وقت ملاقاتن ڏيڻ وٺڻ جي مزاج ۾ نه هوس ٻر جا ڳالهه تيهان آڏو ٿي آير سا حبش تي حملو هو ۽ دپ هوم ته منهنجي ملاقات ضرور ڪنهن فاشسٽ مراد ۽ ٻرچار لاءِ ڪم آڻدي ويندي. بعد ۾ منهنجا رد قد ڪتي پهچندا؟ ياد ڪيم ته ۱۹۳۱ ۾ جڏهن گانڌيجي روم مان لنگهيو ٿي ته هڪ سراسر ڪوڙي ملاقات مٿس مڙهي "جرنل دي اٽاليا" ۾ ڇپي پڌري ڪئي وئي. ياد آيم ته ٻين ڪيترن هندوستانين جون اٽاليءَ ۾ ملاقاتون، سندن مرضيءَ خلاف، فاشسٽ ٻرچار لاءِ ڪم آنديون ويون. مونکي خوب خاطريون ڏيون ويون ته مون سان ائين اُصل نه ٿيندو ۽ اسانجي ملاقات بنهه خانگي ٿيندي. تڏهن به چيم ته پاسو ڪندس ۽ سينور مسوليني کان معافي طلب ٿيس.

پر روم مان لنگهڻو ٿي هوم، ڇو جو ڊچ هوائي جهاز جي رات جو اُتي منزل هئي. روم ۾ پهچڻ شرط هڪ وڏو عملدار مونسان ملڻ آيو ۽ سانجهن جو سينور مسوليني سان ملاقات ڪرڻ جي نيئد ڏنائينم. چيم: سنڀ

و گروهن سان ملي لٿي ڪاني سگهيس. ويچن سالن
سنگتين سان نہ لهڪي ڪين سگهيس. چاهيم ٿي
ليڪن ڪم لٿي ڪري سگهيس، ۽ جيئن بہ چاهيو ٿي
لين ڪبس ڪم ڪرڻ لٿي ڏنم. ڪو ڏنل ۽ ناڪامياب
هجي ليڪن پاڙڪي سمجهم. ظاهر جيون بہ هڪ اڪيلي
ويڳاڻي مورت لي پيس، پوءِ ڪري حشام هڏڻ لاءِ
ايندا هم ۽ چارو طرف امنگ جون لهرون هون.
جيڪي يورپ ۽ ڏور يورپ بہ وارداتون ٿيا تن جو
مون تي اثر بين ڪان گهرو ٿيو. مؤلف جو ذڪو سلو
لٿي ٿيو ۽ اسپين جي دک وارتا مون لاءِ شخصي دک
هو. ڪڏهن ٿهن پسبان ٿهر ايندا ويا ڪڏهن سمجهم
تہ ڪا برليءَ ٿيڻي آهي ۽ اهو ايمان تہ دنيا جو آئينده
روشن ٿيندو جهڪو ٿي ويو.
سا برليءَ اڳي سهڙي آهي. يورپ جا برلڏ جبل
بار ساز ڪري رهيا آهن ۽ هت بہ هن ديس بہ آءُ بہ
هڪ برلڏ جبل جي ڪُڪه بہ ويٺو آهيان. ڪير جاڻي
ڪڏهن هي بہ آگ اُلا ورسائيندو. هن گهڙيءَ ڪان
پاڙڪي جني ڏار ڪري، اکيون ورائي پوين پنجن
سالن تي سرسري نظر ڦيرائي ٿڌي سبني لکڻ مون
لاءِ ڏکيو آهي. پر جي لکي بہ سگهان تہ هوند هڪ
بوٽ لکڻو پوي، ڇو جو گهڻوني ڪم لکڻو الم
ٿهنڪري ڪوشش ڪري فقط انهن خاص واقعن
وارداتن بابت مختصر لکندس جن بہ ٿهرو ورلو الم
جن سان واسطو ٿيو الم.
آءٌ پهنجي استريءَ ساڻ ۲۸ فروري ۱۹۳٦ لا
۾ هوس، جڏهن سندس ديهانت ٿيو. ٿورو اڳ

١

من ۾ ڪجهه ساعت آيو، ۽ اڄ انهي ساڳيءَ من موڄ ۾
اچي چيو لکان جو اڳ لکيل سان ٺهڪي اچي؟ ڪتاب
مان جيئن وري نظر ورايان ٿو، ته ائين پيو ڀانيان ڄڻ
ڪنهن ٻئي شخص ڪڏهانڪر جو قصو لکيو هو. جي
پنج سال گذري ويا آهن تن ۾ نه رڳو هيءَ دنيا ڦري
ويئي آهي ۽ مون تي به اثر ٿيو آهي. عمر ۾ نه وڏيرو
ٿيو ئي آهيان، ۽ من آهي جنهن وري وري چوٽون
۽ ستون جهليون آهن، جنهنڪري سخت يا شايد
پختو ٿيو آهي. سٽزرلنڊ ۾ استريءَ جو ديهانت ٿيو
تڏهن منهنجي زندگيءَ جو هڪ باب ختم ٿيو ۽ منجهانس
گهڻو ئي ڪجهه الوپ ٿي ويو جو مون سان انگ سنگ هو.
ته هوءَ هلي ويئي سو سمجهڻ مون لاءِ ڏکيو ٿي پيو ۽
تنهن پاڻي تي پنو رهڻ مون لاءِ سولو نه هو. پوءِ نه
ڪم جي درياهه ۾ پاڻ ڪٽي اڇليم ته من ڪا روح کي
راحت اچي ۽ هندوستان جي هڪ ڪنڊ کان ٻيءَ
تائين ستون پاتيم. اڳي کان به اُزور منهنجي زندگي
شاهي ميڙن ۽ ڪم جي پيڙ ۽ ٻئي پاسي اڪيلائي ۾
گذرڻ لڳي. جڏهن ماتا جي به پوءِ موڪلائي هلي ۽
تڏهن اڳين ناتن ۾ آخرين ناتو ٽٽي پيو، منهنجي ڌيءَ
آڪسفورڊ ۾ پڙهي رهي هئي ۽ پوءِ هڪ صحت گهر
۾ علاج لاءِ ويئي. ديس ۾ دورن بعد گهر جڻ لاچار
موت کائيندو هوس ۽ هن خالي مڪان ۾ اڪيلي سر
رهندو هوس. ڪوشش ڪري ملاقاتن کان به پاسو
ڪندو هوس. ميڙن کانپوءِ ايڪانت ۾ ساعت پسند هيم.

پر اِها ساعت نه ڪم ۾ نه من ۾ هيم ۽ جا جوابداري
سر تي ڪنئي هيم تنهن ڏاڍو ستايم ٿي. ڪيترين پارٽين

يورپ ۾ گوڙ گمبوڙ، جنگ ۽ جنبش جا خوف.
آرٿڪ مندي ۽ تباهيءَ جا پڙلاءَ؛ حبش تي ڪاهه ۽
متان ٻمبازي؛ سلطنتن وچ ۾ جهڪ تاڻ ۽ هڪ ٻئي کي
دڙڪا؛ انگلنڊ جي سڀ کان وڏي سلطنت صلح لاءِ
خواهان "ايڪ جي عهد" جي حامي، پر هٿ هيٺ
قومن تي ڏهڙ ڪرڻ ۽ ٻڙ وسائڻ لاءِ تيار. پر هت هن
گهاٽي ڪاري ٻيلي اندر ساڳئي ۽ ماٺ وسي ٿي ۽
"سومنتيڪا" جي نشاني ۽ گهڙو ڏسجي ٿي. واديءَ
مان ڪوهيڙو اٿي دور دور کان فرانس جي سرحد
کي ڍڪي زمين تي ڇانيجي رهي ٿو. عجب ٿو کان
ته هن پرده پنهان جا رنگ هوندا؟

---

## پنج سال پوءِ

ساڍا پنج سال اڳ آلمورا ضلع جيل جي ٻراڪ ۾
ويهي، مون پنهنجي ڪهاڻي جي آخرين سٽ لکي.
اٺ مهنا پوءِ بادن ويلر مان تازو قلم کڻي، اها ڪهاڻي
جڏهن انگلنڊ ۾ ڇپجي پڌري ٿي تڏهن ديس ديسانتر
جي سڀني قسمن جي ماڻهن قرب سان پڙهي. آءٌ ٻه
خوش ٿيس ته جيڪي لکيو هوم سو پڙهي اسانجو
ديس ڪيترن پرديسي دوستن لاءِ ويجهڙو ٿيو ۽ هو
اسانجي جنگ آزاديءَ جو اندرين مرم مطلب قدري
سمجهي سگهيا.

مون پنهنجي ڪهاڻي ٻاهرين هل چل کان پرڀرو
ويهي جيل اندر لکي هئي. جيل ۾ بس قيدين واڱر
منهنجي من اندر به ڪئين موجون ترنگ اٿي ٿيا
پر ڏيهي پنهنجي ترڪ پرک ڪرڻ لڳس ۽

ماڻهو وڃي سگهيو ٿي. ڪيترين هندوستاني اخبارن
جون ضمانتون ڪوئٽيا بابت ليکن لکڻ ڪري ضبط
ڪيون ويون.

جت ڪٿ فوجي راڄ، پوليس راڄ هو- اسيمبلي
۾، حڪومت ۾، سرحد تي بمبازي ڪرڻ ۾، چئجي
ڪٿي ته برطانيه حڪومت ملڪ جي ماڻهن جي وڏين
جماعتن سان سدائين جنگ جوٽي رهي آهي.

برابر پوليس به ضروري چيز آهي، پر جا دنيا
پوليس وارن ۽ پوليس جي ڏنڊن سان ٽمٽار آهي تنهن
۾ رهڻ مان ڪهڙو مزو؟ چون ٿا ته جتي زور جبر
روڪ ٽوڪ بنا هلي ٿو اتي ظالم ته ذليل ٿئي ٿو پر
مظلوم به پست ۽ ذليل بڻجي ٿو. هن وقت جي
هندستان ۾ هڪ ڳالهه جا ٻين کان وڌيڪ چٽي نظر
اچي ٿي سا هيءَ ته وڏين نوڪرين وارن ۾، خاص
ڪري سول سروس ۾، ذهني ۽ اخلاقي زواليت
وڌندي وڃي ٿي. اها زواليت خاص ڪري مٿين
عملدارن ۾، پر دراصل سڀني ڪامورن کي وڪوڙي
ويئي آهي. جڏهن ڪڏهن ڪا وڏي جڳهه خالي ٿئي
ٿي ته اهو شخص چونڊيو وڃي ٿو جو هن رنگ ۾
سڀني کان وڌيڪ بڇڙو آهي.

۴ سيپٽمبر جو مونکي آلموڙا جيل مان اوچتو آزاد
ڪيو ويو. خبر آئي هئي ته منهنجي استريءَ جي
نهايت نازڪ حالت هئي. هوءَ بادن ويلر (جرمني)
۾ زير علاج هئي. منهنجي سزا ”مهمل“ ڪري
ساڍا پنج مهنا اڳ آءٌ ڇڏيو ويس. هوائي جهاز رستي
آءٌ يورپ سٽهندو ويس.

آهي. جي نهايت نمرتا سان سقراط رشيءَ جا ٻه ٻول چوان ته اهي هي آهن: ”موت ڇا آهي سو نٿو ڄاڻان - شايد چڱي چيز هجي ۽ انهيڪري موت کان ڊڄان نٿو. پر خبر اٿم ته پنهنجي ڪٿي ڪرتي کي رد ڏيڻ بڇڙو ڪم آهي. جا چيز بڇڙي آهي تنهن کان جا چيز شايد چڱي هجي آءٌ وڌيڪ پسند ڪريان ٿو.“

ڪيترا نه سال قيد اندر گذاريا اٿم! ڪيتريون نه منڊون آيون ۽ ويون ۽ وسريون! ڪيترا نه چنڊ چڙهيا، وڌيا ۽ گهٽجي ويا! ڪيترا نه تارا منڊل آڪاس ۾ جوت جڳائي ڦرندا رهيا! ۽ آءٌ اڪيلو، منهن مون ۾ وجهي، خيالن جي درياهه ۾ ٽٻيون ڏيندو رهيس. جوانيءَ جا گهڻا ڏينهن هت ڪفن دفن ٿيا اٿم؛ ڪڏهن اهي هڪ هڪ ڪري جڏهن قبر مان اٿي، اکيان ڏکه دکه ياد ڏياري، ڪن ۾ ڦوڪ ڏئي پڇندا اٿم: ”تنهن مان ڇا حاصل ٿيو؟“ ترت زبان تي جواب تري اچيم ٿو- جي ٿيين سر جيوت رهڻ جو وڙي وجهه مليم، ته ساري جمار جي جاڻ ۽ علم اکين اڳيان هوندي بيشڪ پنهنجي رهڻي ڪرڻيءَ ۾ ڪيئن ڦير ڦارڻون ڪندس ۽ ڪوشش ڪري گهڻن نمونن ۾ اڳين ڪم ڪارين ۾ سڌارو آڻيندس. پر قومي ۽ عام ڪمن ۾ پنهنجا مکيه فيصلا قائم ئي رکندس. بلڪ آءٌ بدلائي ڪين سگهندس، ڇو جو اهي جڏهن مون نه پر هڪ طاقت جا مون کان زورآور هئي تنهن مون کان ڪرايا.

لاءِ لکي آهي ته ڏسان، ته منهنجي من جو وڪاس ڪيئن ٿيو. ٿي سگهي ٿو ته جيڪي لکيو اٿم سو انهيءَ جو احوال اينرو نه آهي ته آءٌ ڇا هوس، جيترو ڪي ته ڇا ٿيڻ چاهيم ٿي يا ڇا پاڻکي سمجهيم ٿي.

ٿورا مهنا ٿيا ته سر سي. پي. راماسوامي آئر هڪ ميڙ ۾ چيو ته ”جواهر لال عام خلق جي خيالن ۽ پاونائن جو عيوضي ناهي، ۽ پنهنجن عقيدن ۽ اصولن ۽ قربانين ڪري تيهان خطرناڪ آهي. هو ته انهن سان پاڻکي ڇلي موهي وينو آهي.“ جو شخص پنهنجي جادوءَ اثر هيٺ آهي سو پاڻکي پورو ڪيئن سمجهي سگهندو؟ پي حالت ۾ دل ٿتي چوي ته هن شخصي ڳالهه ۾ سر سي. پي. سان معاملو ڪريان. ڪجهه سالن کان پاڻ ۾ نه مليا آهيون، پر وقت هو جڏهن ٻئي ڄڻا هوم رول ليگ جا گڏيل سيڪريٽري هواسين. تڏهانکر گهڻوئي ڪجهه ٿيو آهي ۽ سر سي. پي. چڪر کائي، اسري وڃي عرش تي چڙهيو آهي ۽ آءٌ ته ”پوُڻو مٿي پوُڻ“ هاڻ ته هن ۽ مون وچ ۾ فقط هڪ ڳالهه ساڳي وڃي رهي آهي - ٻئي ساڳئي ملڪ جا آهيون. اڄ هو برطانيه حڪومت لاءِ شد مد سان عذر عاجزيون ڳوليندو وتي ٿو، اڄ هو هٿ ٺوڙي ٻاهرين ڪنيئرن جو پوڄاري ٿيو آهي ۽ پاڻ ۾ هڪ رياست ۾ مقلاٽيءَ جو مٽيو آهي. پين ڪيترين ڳالهين بابت پيا رايا اٿون، پر هڪ ذرا ننڍڙي ڳالهه ۾ يڪراءِ آهيون. جڏهن چوي ٿو ته آءٌ عام جي خيالن ۽ پاونائن جو عيوضي ناهيان، تڏهن بنهه صحيح چوي ٿو. مونکي به تنهن بابت وهم پرم ڪونهي.

ٻن جا ٻه ٽيا آهن. سمنڊ ۾ هڪ ٻوڙ هوس، لهرن وچ ڪڏهن ڪٿي ويندو هوس ته ڪڏهن ڪٿي ويندو هوس ۽ لهرن هوس. ٻر ٻن ٻولڊن واڳر ڏار ٻوڙ هوس ۽ لهرن وچ لوڏا کائيندي ٻه پنهنجي ڏار جيوت ڪاٽير ٿي. اسان ڪنهن ٻيرا ڏاڍا ڏڪ ٻيڪ ۽ اڻ ٽمبر ڪيا آهن. ٻر جيڪي ڪيوسين ٿي لنهن ۾ گهٽي سچائي ۽ حقيقت هئي، جهنڪري ناقصائي مان لڪري ڪنهن هستيءَ کي رسيامين ٿي، جا هوٽن ٻيچڻ محال ٿئي ها. وقتن تي اسانجي زندگي خوب موج ژن ٽبندي هئي، چاڪاڻ ته اسانجا ڪم اسانجي آدرشن موجب ٽبندا هوا. ٻوءِ روشن ٿيندو هو ته ٻي ڪا ٻه زندگي جنهنجو آدرش ٽيا ڳي ڏاڍي اڳيان ٽيچو نوانجي ها ته اها زندگي ٻي ملهي دڪ ۽ ساڙي سان ڀرپل هجي ها.

منهنجي خياليءَ ٻن سوکڙين ۾ هڪ هيءَ وڏي ڏات مولکي ڏني آهي، جو آءٌ پنهنجي جيوت کي هڪ چاپت ولدر ۽ سکيا جو سٿر ڪري نو سمجهان. جا ته سڪو ۽ ڪرٽو انم؟ همبڪ ڪم ته ڪم ٻرايان ٻيو، جنهن ڪري ڪن شغلن مان، ڪتابن پڙهڻ مان ڏاڍو مرو اچيم ٿو. جيوت هڪ نعمت سمجهان ٿو. هيءَ ڪهاڻي لکندي جنهن وقت جي ياڙ ۽ خيال آيا آئم سي درج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم اڳين ڏينهن جو ياراچ ياد ڪري درج ڪرڻ ۽ جيڪ ٻوءِ ٽبو سو وساري ڇڏڻ سولو ناهي. لنهنڪري ممڪن آهي ته اڳ جي احوالن لي بعد جي خيالن جي جهلڪ پيئي هجي. ٻر هيءَ ڪهاڻي مون خاص پنهنجي

## ٦٨ — آخرين ڪلام

اسان جو فرض آ محنت ۽ محنت
وليڪن توڙ پهچڻ ناه قسمت
تالمود

منهنجي ڪهاڻي اچي ختم ٿي آهي. زندگيءَ جي تجربن جو منهنجو احوال، جهڙو آهي تهڙو، ١٤ فبروري ١٩٣٥ تائين آلمورا جي جيل تائين لکي پورو ڪيو اٿم. ٿي مهنا ٿيا ته هن جيل ۾ پنجيتاليهون سالگرهه ملهايم ۽ ڀانيان ٿو ته اڃا اهڙا ڪئين ٻيا ملهائيندس. ڪڏهن ڪڏهن ٿڪ ۽ اوستا جي ڇاپا مٿان پئجي ويندي اٿم ۽ ڪڏهن ته رڳو نس ۾ صحت ۽ قوت نچندي وتي. منهنجو بت چڱو روڏو آهي ۽ منهنجو من چڱيون سوٽون جهلي سگهندو آهي. ڀانيان ٿو ته ڪو اتفاقي حادثو نه ٿيو ته ڪجهه وقت جٽاءَ ڪندس. پر آئينده گذري تڏهن متس ڪجهه لکجي.

شايد ڪهاڻيءَ ۾ ڪي اهڙا ساهسي قصا ڪولهن جو دليون اٿن اتارين. جيلن ۾ سالها گذارڻ ۾ ڀلا ڪهڙو ساهسي ڪم آهي؟ لکين ڪي مون ٿي خاص جيل ڀوڳيا آهن. هزارين هموطنين سان هنن سالن جا لاها چاڙها گڏجي ڀوڳيا اٿم. دل اندر دوڙ، آسون ۽ مايوسيون، هڻ پڇاڙ ۽ آئي ٿي بند، جهڙا منهنجا تهڙا

ليني ۽ آلموڙا جيلن مان ڪيترن قيدين اچي
پهچڻ الم ته "جگلي" ڪڏهن ٿيندي؟ پوءِ ٿين سمجهم
ٿي ڪوني پر پوءِ ڏلم ته "جيملي" ٿي چبانون.
شهنشاهه جارج جي "سلور جبلي" بابت اوراهه پڌا
هوانون، پر پوري خبر نه هئن. اڳي جي پڌل پڙايل
ڳالهين موجب "جبلي" معنيٰ سزائون گهٽ يا رد،
سو هر شڪ قيدي، خاص ڪري جنمي، "جگليءَ"
لاءِ انتظار ڪبو ٿي. سندن اڳيان جورج ڪي سڏارا،
پارليمينٽ جا قانون، ساميواد ۽ سماج واد خسيس
واقعا هوا. سيني ڪان مٿي "جگلي" هئي.



چڙهڻ جي پيا ڪن. ڪي ڳاڻ ڳڻيا دنيا کي سندر ۽ بهتر بڻائڻ جي اون ۾ ڪن. شايد هي به ڪو وچ جو لوڙ و آهي جو جلد ٽري ويندو.

گهڻي قدر ڪانگريس هن فرقيوار مرض کان ڇڙل رهي آهي، پر سنڌ س خيالات وچولي درجي جي هيٺائين طبقي جي آهي. پين مسئلن جو تيئن هن مسئلي جو علاج به انهي طبقي جي مدنظر کان ڪري ٿي، مگر اهو علاج ڪارگر نه ٿيڻو آهي. اڄ ڪانگريس انهي طبقي جي عيوضي آهي، ڇو جو اهوئي طبقو هن وقت گوڙ شور مچائي ٿو. پر ڪانگريس جهڙي لڳي ٿي اهڙي طاقتور ناهي. ٻن ٻاهين وچير قائل آهي- هڪ پاسي سرڪاري پنئيت ۽ ٻئي پاسي فرقن جا دونهان جي پڙڪا ڪائين پيا. سنڌس هستيءَ جي پريکيا ٿي رهي آهي. آئينده ۾ ڇا ٿيندو سو ڪير چئي سگهندو؟ جيسين قومي آزاديءَ جي منزل مقصد کي نه رسي آهي تيسين سرڪاري طاقتن سان پانهن ٻيلي ٿي نٿي سگهي. پر ڪير چائي تنهن کان اڳ پيون طاقتون پرگهٽ ٿي ڪيس ٻئي پاسي ڪاهي وڃن يا سنڌس جڳهه وٺن. پر پانيان ٿو ته جيسين هندوستان آزاديءَ جو وڏو حصو حاصل نه ڪندو، تيسين ڪانگريس جو سڪو ملڪ ۾ زور هوندو.

تنهن لاءِ ڪنهن به هنسڪ هل چل جو خيال ڪرڻ اجايو ٿيندو، نقصان ٿي ٿيندو ۽ ڪي ڪين ورندو. اينرو ته ملڪ پڻ عام طرح سمجهي ورتو آهي، جيتوڻيڪ رکي رکي ڇڊيون پاڊيون اجايون خون خرابيون اجا پيون ٿين. هنسا جو طريقو ڪٿي به نه رسائيندو يا ته

”ڪجھ به آخري يا قطعي ناهي؛ اسانکي هميشه حالتن
مان پرائڻا گهرجي.“

الهڙيءَ وسيع ۽ وشال درشٽيءَ ڪري سچو
سمجهدار سماج وادي سماجڪ جيون جي سچيو ڪٿ
ڪٿي ٿو، اهڙو سياست ۾ اندن وانگر هٺوراڙيون نٿو
هٺي يا تواريخ ۾ فقط وقت جي سلاطين جون بازيون
نٿو ڏسي. جن مقصدن ۽ آدرشن لاءِ لڙي ٿو سي
لڙائي ۽ تنهنجي قربانين کي هڪ نئون شان ۽ مان
بخشين ٿا. هو ڀانئي ٿو ته آءٌ تنهن شاهي فوج جو
سپاهي آهيان جا ”تواريخ سان قدم ملائي“ انسان جي
منزل مقصد ڏي ڪوچ ڪري رهي آهي.

شايد ڪجھ وقت سماج وادي هني سڀ هيٺين سان
نٿا هندائين. شايد ڪنهن لينن جهڙي لال کي ئي جيون
جي اوري پروڙ پوي ٿي، جنهنڪري سڀ ڪم ۾
جيءُ ٿي تيس. پر جنهن ڪنهن سماج واديءَ
پنهنجي تحرڪ جو رهسيه جاتو آهي، تنهن قدري
ڪاميابي پاتي آهي.

ڪيترا سماج وادي اهڙا آهن جو ڪين ڏسي
ماڻهوءَ جو ڏيرج نٿو رهي؛ ڇڻ پين کي خفي ڪرڻ
لاءِ خاص رستو ڳولي لڌو اٿن. اينرو ڇٻو ته سور
سختيون به ڪٿين سنا اٿن ۽ روس جي پاهر سندن
ڪشش جو انت نه پار آهي. اعليٰ همت ۽ قربانيون
ڏسي سندن عزت ڪندو رهان ٿو. دنيا جي لکن
دکين وانگر هي به دکڙا سهن ٿا، پر انئين ڪين ڇٻو
ته اکيون پوري ڪنهن زورآور قسمت اڳيان جهڪن
ٿا. مڙس ٿي سختيون سهن ٿا، جي سهڻ ۾ به شان

نساجڪ معاملا سمجهڻ ۾ نهايت تيز فهم هو ۽ اهو فهم
لڳي ٿو ته هن ڪري هو جو سڀ ڪجهه سائنس
جي نظر سان نهاريندو هو. سائنس جي نظر نه رڳو
ماضي ۽ موجوده حالتن کي وچڙ ڪري اهي
وڌيڪ چٽيءَ طرح سمجهي سگهجن ٿيون. اهو ئي
سبب آهي جو هن وقت جيڪي دنيا ۾ تبديليون ٿي
رهيون آهن تن جي جاچ نهاس مارڪس وادي خوب
سوڪير ۽ روشن نظر سان ڪري سگهن ٿا. انهن چوڻ
ڏاڍو سولو آهي ته مارڪس کي هيءَ يا هوءَ ڳالهه،
جا خاطر نه رهي آهي، خيال ۾ نه آئي. مثلا نه
وچولي درجي ۾ ٻه انقلابي تحريڪون ٿينديون. پر
مارڪس واد ۾ وڏو گڻ اهو ئي آهي جو منجهس
ڪٽرپڻو ۽ شاستر پڻو ڪونهي ۽ اهي ٻڌان هڪ قسم
جي خاص نقطه نظر جو يا سائنس جي طرز جو ۽ سا
عمل ڏي رخ جو ٻي نظير اختيار ڪيو اٿس. انهيءَ کي
نقطه نظر سان اسين پنهنجي وقت جا سماجڪ معاملا
سمجهي، قدم کڻي، طيءِ ڪري سگهون ٿا.

عمل جي طور ته سدائين لاءِ مقرر ۽ اٽل نه هئي،
۽ حالتن پٽاندڙ بدلبي هئي. ٻيو نه ته لينن جو ته
اهو ئي خيال هو ۽ هن حالتن سارو عمل منڊي
ڪاميابيءَ ۾ جادو ڪري ڏيکاريو. لکي ٿو ته،
"مقابلي جا ڪهڙا نمونا اختيار ڪجن، انهن سوال جو
جواب رڳو "ها" يا "نه" نٿو ٿي سگهي، ۽ ڪنهن
منزل تي ٻهتل ملڪ ۾ ڦلاڻي وقت ڪهڙيون حالتون
آهن، تن جي تفصيلوار نهاس ڪري نيڪ جواب
ڏيئي سگهجي ٿو." ٻئي هنڌ چوي ٿو ته،

۽ سڪٺي درجي جي پٺڀي ملنديس.

پر انگريز جو دخل جلد نڪرڻ وارو ڪونهي ۽ تيستائين سامراجي ۽ سماج وادي خيالات سرڪار جي ڏِٺ ڏونس ھوندي به، ملڪ ۾ ڦهلجي رهيا آهن. سماج واد هندوستان ۾ بي قاعدي آهي ۽ سندس همدرد ۽ تيز مزدور سياڻون به ڇڪي تاڻي سماج وادي ليکيون وڃن ٿيون.

فاشست واد ۽ ڪميونسٽ واد وچ ۾ منهنجو لاڙو بنهي پوئين ڏي آهي. جيئن توهان مٿي ڏٺو هوندو آءُ اڃا ڪميونسٽ واد کان گهڻو پري آهيان. منهنجون پاڙون اڃا قدري اٺويهن صديءَ ۾ لڳل آهن ۽ مون تي مَنش هِتَ واد (humanism) جو ايترو اثر ٿيل آهي جو جلد ڪين مٽندو. يعني ته سڪٺي آسودي وچولي درجي جا سنسڪار منهنجي پٺ نٿا ڇڏين، جو ڏسي سماج وادي مون تي بگڙن ٿا. مونکي سماج واد جو ڪٽرپڻو ناپسند آهي. هن وقت جو سماج واد ڪارل مارڪس جا ڪتاب ڌرمي شاستر ڪري ٿو پوڄي ۽ مجال جو ڪو رد قد ڏئي. سڀ ۾ اعلان، ڪافرن سان تعديون، گهڻو ڪجهه جو روس ۾ ٿيو آهي، خاص ڪري صلح سانت وقت بي حد اهنسا سي سڀ مونکي ناپسند آهن. پر تنهن هوندي به آءُ روز بروز سماج واد جي ويچار ڌارا ڏي لمندو وڃان ٿو.

ممڪن هجي ته مارڪس جي اَگهن بابت مت (Theory of Value) يا پيون ڪي ڳالهيون غلط هجن. تن بابت راءِ ڏيڻ لاءِ آءُ قابل ناهيان. پر مان ڀانيان ٿو

هندوستان ڪنهن نموني جو فاشست وادي ٿيندو.
نزديڪ آئينده ۾ شايد ائين ٿي ٿئي. هندوستان جي
نوجوانن ۾، خاص بنگال ۾، ٿورڙي سيڪنڊن
پرانت ۾، ويندي ڪانگريس اندر فاشست خيال
جا اهڃاڻ ملن ٿا. جنهن صورت ۾ فاشست واد جو
ازحد زور سان ڪري ٿالو بند آهي، تنهن صورت ۾
ڪانگريس جا اهنسڪوادي ابا ڪاٿس جرڪن ٿا.
پر فاشست واد جماعتي راڄ ۽ خانگي ملڪيت
سويڪار ڪري ٿو، سڪين جا سک مطلب گهٽائي
ٿو پر ٿالان نٿو ڪري، جنهنڪري ڪانگريس جي
وڏن کي شايد پاڻ پوي. لڳي پيو ته هن ريت سهٽي
نموني اڳتين سان گڏوگڏ ڪم ٿيون ۽ هليو ايندو.
پر هيٺين ٿانگ ۾ مري ۽ لت ۾ ته پڇي، ٿي سگهي
ٿو يا نه سا بي ڳالهه آهي.

فاشست واد کي سچي ٽراوت ته وچولي درجي
جي نوجوانن مان ملي سگهي ٿي، پر هيٺئن سچ پچ ته
الٽو وچولي درجي مان ڪي انقلابي آهن. مزدورن
۾ ڪم جو ٻر آهي، پر ڪسان مزدور اڃا ستل آهن.
انهي قومي خيالن واري وچولي درجي ۾ فاشست
پڄ جيڪر چڱا راڳا ڪري. پر جيسين ڌاري
حڪومت آهي تيسين فاشست واد هت يورپ جهڙو
نه ٿيلجي سگهندو. هندوستان جو فاشست واد ضرور
آزادي جو خواهان ۽ سلطنتشاهيءَ جو دشمن ٿي لڳندو.
انهيڪري عام جي مدد به وڌي پوندس. پر جي ملڪ
مان انگريزن جي اختياري هلي وڃي ته شايد فاشست واد
لڪڙيون وڪون وڏائي، خاص ڪري جڏهن وچولي

رهي ٿو. ٻر ايتري قدر پايمال ٿي ويو آهي، جو ڪليل ڳوٺن کي به جيئن گانڌيجي چوي ٿو، "وناڻ" ڪٽي ڇٽ ٿي ويو آهي. ڏوهه ڏيڻ يا گلا ڪرڻ مان ڇا ورندو جڏهن اياڻو ڄاڻي ٿو ته جيئڻ هڪ جنجال آهي ۽ ڪيئن جيئي ٿو سو هڪ اسرار آهي. ڏٺو ويو آهي ته ١٩٢٨ - ١٩٢٩ ۾ پنجاب ۾ رواجي ڪسان جي روزاني پيدائش اٽڪل ٩ آنا هئي. سا ڪمائي ١٩٣٠ - ١٩٣١ ۾ وڃي ٩ پائون ٿي! سمجهو آهي ته پنجاب جو ڪسان بنگال، بهار ۽ گڏيل علائقي جي ڪسانن کان وڌيڪ سکيو آهي. گڏيل علائقي جي ڪن پوربي ضلعن ۾ منديءَ کان اڳ، سکئي وقت به روز ٻه آنا ڪمائي هئي. اهڙين ذليل حالتن ۾ ڇوڙڻ ته ڇو نتا ڳوناڻا پاڻ ملي ڳوٺ سدار ڪن يا ڇو نٿا دالي ٻرش دان جي ڪرڻ ٿيندي.

هن گپ ۾ ڏيڻ مان ڪيئن نڪري ٻاهر نڪي؟ اڀاو سمجهن ٿا، جيئنو ٽيڪ جي ماٺو فقير ٿي پيا آهن تن کي ڇاڙهڻ ڪو سولو ڪم ناهي. ٻر هوند وارا راهه ٻرو ڏي رنڊڪ آهن ۽ سلطنتي حڪومت هوندي ڪابه بدل سدل ناممڪن آهي. پر ايندڙ سالن ۾ هندوستان ڪهڙي دڳ لڳندو؟ هن زماني ۾ ٻه لهرون موجزن آهن - ساميواد ۽ فاشسٽ واد. وچ وارا يون تحرڪون ۽ ٻڌندڙ ترلدڙ گروهه رفته رفته ڏوبي ويندا. سر مالڪوم هيلي اڳڪٿي ٿو ڪري ته

جي مالڪن مزدورن جون مزدوريون، ليڪي ني ڪم جون ٻه، گهٽائي ڇڏيون آهن. يعني ته ڪم جي وقت گهٽ ڪري ڪمائي گهٽ ۽ رهڻي ڪهڙي ويئي آهي. هوڏانهن لين ڪلن ۽ سڌارن ڪري ڪم جي رفتار ۽ تڪ ٻئي وڌيا آهن. ٻر مزدوري ساڳي جي ساڳي. مطلب ته مالڪن جي نقطہ نظر اڻويهين صديءَ جي ڪٺور دل آهي. ساهي لڳن لڏهن جاوا ڪن ۽ مزدور کي ذرو به پاڄ ڪين بوي. مندي لتي ته ولي دانهون ڪن، ته روز گهٽائڻ سا اسان لاءِ چاڙهو ڪولهي. تنهنڀر ته رڳو سرڪار سات آئن، ٻر اڪثري وچولي درجي جا سياستدان به ساڻن نا ٿين. تنهن هوندي به احمدآباد جي مزدورن جو نصيب بمبئي ۽ ٻين شهرن کان ڀٽو آهي. ڪيڙي ڪارخانن جي مزدورن جو حال بنگال جي سٺيءَ ٻهار جي ڪاڻن جي مزدورن کان ذرا بهتر آهي. ٻر لندن ۽ جڙوجڙ هنرن جو سڀ کان ڀڙو بڇڙو آهي. ڪو به شخص هڪ هند ڪارخانن جي لڪاپٽن جا لاڪٽا مڻل ڏسي، سندن عيش عشرت ۽ شان شوڪت ڏسي ۽ ٻئي هند انگ اگهاڙا ٻيٽ بکيا غليظ ستين ٻر ڏسي ته وري سبق جلد نه وساري. ٻر اسانجون دليون ڏاڍيون ٿي ويئون آهن ۽ اسين هي فرق سمجهون ٿا ته آد کان هوا ٻر هوندا.

ڪارخانن جي مزدورن جو ٻيڙو تي حال آهي، ٻر ڪمائيءَ جي.خيال کان وري به ڪسانن کان گهڻو بهتر آهي. هڪ ڳالهه ڪسان جي فائدي ٻر آهي. شهرن جي بستين کان ٻي بيراريءَ جي کلي هوا ٻر

۾ هن قسم جو اُتاهم ساهتيه موجود آهي، پر هندوست
۾ اهڙي ساهتيه جي سچ واڪا ٿي ڪري ۽ ملڪ
پيهي به نٿو سگهي. پر رڳو اِهين جا لکيل پوٿ پڙه
ڪافي ناهي. جي ساميواد جي عمارت هند ۾ اَڏڻي
آهي ته هند جي حالتن موافق اَڏڻي پوندي يعني
اُنهن حالتن جي تپاس ضروري ٿيندي. پوءِ ته اُهي
ماهر گهربا جي هن ڪم جي پنيان تن من ڏئي محو
ٿي وڃن ۽ تفصيلوار رٿون ناهين. بدقسمتيءَ سان
اسانجا ماهر به سرڪاري نوڪر آهن ۽ گهڻو ڪڇ هن
ڏس ۾ چري نٿا سگهن.

نڪي ڪي فقط دماغي شغل ڪري ساميواد داخل
ٿيندو. اِهين شغل جي به ضرورت آهي. پر آءٌ
سمجهان ٿو ته دماغي محنت بنا نه تحرڪ سمجهي سگهبي،
نه تحرڪ زور پري سگهندي. هن وقت زرعي مسئلو
ملڪ جو عين مسئلو آهي ۽ رهندو ٿي. پر هنر ڪارخانا
به وڌن ويجهن پيا ۽ اهڙي ئي اهميت رکن ٿا. پوءِ
پلا اسين ڇا ٿا چاهيون: هڪ زرعي راڄ يا هنرن وارو
راڄ؟ اسين گهڻي قدر زرعي پيشه وار رهڻائي آهيون،
پر آءٌ سمجهان ٿو ته هنر به وڌائڻ ئي کپن. اسانجي
ڪارخانن جا سردار به ٻنهي جهونن خيالن جا آهن.
هو تازا توانا سرمائيدار به ناهن. اسانجا غريب اهڙا
غريب آهن جو مالڪن ليکي روز وڌائڻ ڪري
وڌيڪ خريداريون نه ڪندا. انهيڪري سندن روز
نٿا وڌائين ۽ سندن ڪم جا ڪلاڪ نٿا گهٽائين. تازو
ڪپڙي جي ڪارخانن ۾ ڏهن ڪلاڪن مان گهٽائي
ڪم جا نوَ ڪلاڪ ڪيا ويا آهن. تنهن تي احمدآباد

اِنهن ضبطين ثي ٿي تڳي جيئي ٿو.

هن مرض جو وقتي علاج ڪرڻ لاءِ سماج ڪئين انيڪلو ن شڪلون هلي ضبطين جون ضبطيون ڪري ٿو. مثلا ڳريون ڍلون، موڙن تي ڍلون، قرض هلڪا ڪرڻ لاءِ قانون، ناڻي جو ملهه ڪيرائڻ، سڀ اهو نا آهن. تازو ڏسون ٿا ته نه رڳو سوويئيٽ روس پر بين شاهوڪارشاهي ملڪن پنهنجا قومي قرض پيچائڻ کان نابري واري آهي. انگريز قوم آميريڪا کي قرض نٿي ڏئي؛ سو هندوستان لاءِ هڪ خطرناڪ مثال بڻيو. ٻر قرض نه ڏيڻ يا ڍلون وجهڻ مرض جو متاچرو علاج آهن. بنياد کان پاڙون نٿا پٽيندس. نئين عمارت اڏڻ لاءِ اونها بنياد کوٽڻا پون ٿا.

چالو سرشتو بدلڻ لاءِ جو طريقو ڳولي ڪڍبو تنهن تي غور ڪبو ته منجهانس نفع نقصان، مالي يا روحاني، ڪيترو ٿو ٿئي. حساب ڪرڻ مهل اڳيا پوءِ سارٿو پوندو. ڏسڻو پوندو ته انسان جو سکيا ۽ آسودگي، مالي يا روحاني، وڌائڻ ۾ آخر ڪيتري قدر مددگار ٿيندو. هوڏانهن اِهو ٻڻ سوچڻو پوندو ته چالو سرشتو چالو رکڻ سان ڪيڏا نه موتمار نقصان پوڳنا پوندا- بکيا، دکيا، روحاني ۽ اخلاقي خرابيون، انسان جون بيداريون ۽ بيقراريون. اهو سرشتو هڪ شاهي ٻوڙ سمان آهي- جا ٻوڙ وقت به وقت مال ماڪيت ماڻهو ٻوڙيندي وتي ٿي. ٻوڙ جي پاڻيءَ سان ٻڪ يا بالديون ڀري ڪڍڻ ڪري ٻوڙ جو زور نه ڇڪندو. ٻوڙ جو ڇوهه فقط بند ۽ واهه بڌڻ ڪري ئي پورو ٿيندو ۽ پوءِ اهو ڇوهه

... ڏک ڏيڻ ڪيتري
... قائم رکي عام کي لکـ
... ندر عقل ۽ لبتيءَ موافق نيندو؟ اِها مراد ناهي ته
... سکين کي ڏکوئجي، پر اِها مراد آهي تـ سکيا ڏکين
... ڪي تـ ڏکونين. سکين ۽ هونـد وارن سان ناهه ني
... سگهي ته اِنهيءَ جهڙي ٻي ڪهڙي ڳالهه؟ ڪي ناهه
... پر انصاف يا بي انصافي. ڏسندا، پر سڀ چوندا تـ
ناهه پر ڏاهپ آهي. پر ناهه جي اِها معنيٰ ته آهي ته
سکين جو هڪ حق رد ڪري سندس جڳهه تي ٻيو
حق برپا ڪجي. تي سگهي اتي ڪوشش ڪري
واجبي معاوضو ڏنو وڃي. جهڳڙي مان آخرڪار وڏا
نقصان ٿي ٿيا آهن. پر افسوس جو تواريخ شاهد
آهي ته سکيا حق ڇڏي سخت لاهه تيا ڪن. جي
طبقا ڪنهن زماني بيڪار ثابت ٿين تا سي عقل پر
وير نين تا. اهي ته جنگ وڏي جوا کيلين تا، جنهنجر
سب داؤ ڪڻ يا ته پينگيا تي اتن تـا ۽ آخرڪار
ميڃجي ميسارجي ٿي وڃن تا.

ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي لفظن پر هن ملڪ پر
ڪيترا شخص ضبطن وغيره بابت ڏايا "گتل بول"
بوليندا رهن تا. موجوده سرشتو اهن دائمي ضبطين
لي بيٺل بدل آهي. اهن کي ني بنجو ڏيڻ لاءِ
سماجڪ تبديلن جي ضرورت آهي. روز بروز مزدور
جي مزدوريءَ جو ڪجهه حصو مالڪ ضبط ڪندو رهي
تو، ڪسان ۽ آبادگار جي پيدي لگان ۽ ٻيل وڌي
ڪري ضبط ٿي وڃي ٿي ۽ اڳي ته گورنمينٽ جون هيون
ضبط ٿي زميندارن جون ملڪيتون ني پولديون هيون،
نئيا ڪاليدار پر رفته رفته کي ڪاجي ويا. چالو سرشتو

۽ ٽڪي ڪي ڪين ريل گاڏيون سڏي سگھبو. انهن
کي نه گڏ ڪري رديءَ ۾ داخل ڪرڻو آهي.
روس ملڪ ڪٺي ڇڏيو، پر ٻين به دنيا جي ملڪن ۾
”نون نظام“ ۽ شاهي تبديليءَ جون ڳالهيون هلي رهيون
پيون. آمريڪا جي پريزيڊنٽ روزويلٽ ۽ هر طرح
شاهوڪارشاهيءَ تي هٿ رکي حمايت ڪندي،
ڏاڍي جرئت سان اهڙيون وڏيون تجويزون داخل
ڪيون آهن جو آمريڪا جي رهڻي شايد بدلجي وڃي.
چوي ٿو ته ”جن کي حد کان ٻاهر حق آهن تن کي
جملي ٻاهر ڪندس ۽ جن کي نهايت گهٽ حق آهن
تن کي چاڙهي مٿي ڪندس.“ ڪامياب ٿئي يا نه
ٿئي پر واهه سندس همت. ڪيئن نه ملڪ کي ڪڍڻ
کو ٻن مان ڪيڏي شاهي ڌڪ لڳائي ٿو. پلن ڪرڻ
کان يا تجويزون وقت بوقت بدلائڻ کان ڪُڇ نٿو ڪائي.
انگلنڊ ۾ به مسٽر لائڊ جارج هڪ ”نئين تجويز“ تيار
ڪئي آهي. اسانکي ته هندوستان ۾ ڪئين نيون
تجويزون گهرجن. اڳئين سمجھ ته ”چاڙهڻ جهڙو هو
سو چاڙهيون ٿا ۽ ڪرڻ جهڙو آهي سو ڪري ڇڏياسين“
سراسر احمقي ٿيندي.

اسان اڳيان ته ڪئين سوال آهن ۽ سڀني جو سندرو
ٻڌي بيهڻو ڪرڻو آهي. مثلاً جي موجوده سرشتو
عام ماڻهن جي حالت خوب سڌاري نٿو سگهي ته
قائم رهڻ جو حق اٿس ڇا؟ ڪهڙو سرشتو عام جي
حالت سڌاري سگهي ٿو؟ ڪيتري قدر صرف سياسي
تبديل وڏو سڌارو آڻي سگهي ٿي؟ جي سگهي ٿي ته ڇا
مطلب مان گهرڻ سڌاري جي آڌو اچن ٿا ته انهن

آهي ته سوال سمجهڻ جي. هڪ مسئلو سمجهڻ اهڙو ئي
اهم آهي جيترو ڪي حل ڪرڻ.

اسانجي بدقسمتي آهي جو اسانجا سياستدان
دنيا جي واقعن مان اڻ واقف يا بي پرواهه آهن. شايد
سرڪاري عملي ۾ گهٽ ڪي ساڳي اڻ واقفيت آهي.

سول سروس وارا ته پنهنجي ننگ، دنيا جي
دائري اندر ڪلي ڪاٺي سمجهن ٿا. فقط ڪن اوچي
درجي جي افسرن کي دنيا جي مسئلن تي ويچار
ڪرڻو پوي ٿو، برطانيه حڪومت ته دنيا تي نظر
ڦيرائي پوءِ پنهنجي نيتي ناهي ٿي. ڪير ٿو چائي ته
هندوستان تي راڄ ۽ بچاءُ ڏيان ۾ رکي پوءِ انگلنڊ
پنهنجي ٻاهرين نيتي گهڙي ٿو. ۾ گهٽ هندوستان
جي سياستدان کي بوجهه آهي ته جاپاني سلطنتشاهي،
سوويت يونين جي وڌندڙ طاقت جنهن ۾ انگريزي
روسي، جاپاني چالاڪيون، وچ ايشيا، افغانستان يا ايران
۾ واقع - سيني جو هندوستان جي سياست سان ڪهڙو
واسطو آهي؟ وچ ايشيا ۾ حالتن جو ڪشمير تي اثر پوي
ٿو ۽ پوءِ برطانيه نيتي ۽ بچاءُ جو ڪشمير هڪ مرڪز
ٿي پوي ٿو.

ٻه جي آرلڪ الگون دنيا ۾ ڏمان ڏم ٿي رهيون
آهن سي نه تهان وڌيڪ اهم آهن. اسانکي جاڳڻ
کپي ته اڻويهين صدي ختم ۽ ويهين جي گهرجن لاءِ
ولس جواب ڪوهي. وڪيلاڻو خيال، جو هندوستان
۾ چالو آهي، ته اڳيان مال ڏسي پويان فيصلا ڪيا،
سي ڪيڏي ڪم جا هوڏهن اڳيان مثال ٿي ڪرڻ.
آڳ گاڏيءَ جي رلن مٿان ٻه گاڏيون ڪين هلنديون

حڪومت جون ڳالهيون ڪرڻ، ڏسي عبرت وٺي ٿي.*

هر هڪ سمجهدار انسان ڄاڻي ٿو ته ساري دنيا هن وقت هڪ سخت ذهني ڌولولي ۾ آهي. هر ڪو، ڇنو يا ڇهڪو، سمجهي ٿو ته موجوده حالتن تي انسان ذات نهايت بي قرار آهي. ڏسون وينا ته اڪين اڳيان انقلابي بدل سدل پيئي ٿئي. آئينده، ڪٿي ڪهڙو به رنگ، ڍنگ وٺي، پر فيلسوفن، سماجي پنڊتن، ارٿ شاسترين جي ڪتابي ڳالهين تي منحصر ناهي. آئينده ڪهڙو ٿيندو تنهن ۾ هر هڪ انسان جو ٻلو ٻو آهي. تنهنڪري هر هڪ لاءِ لازمي آهي ته دنيا ۽ دنيا اندر شڪتين جو صورت حال سمجهي ۽ خبردار ٿي ثابت قدم ڪٽي. سمجهي ته هڪ دنيا جو خاتمو ۽ ٻيءَ دنيا جو جنم ٿي رهيو آهي. ڪنهن به سوال جو جواب ڏيڻ لاءِ ضروري

---

* ۴ سپٽمبر ۱۹۳۵ مرڪزي اسيمبلي ۾ ملڪي "پوليس ائڪٽ" جي عمل بابت هيٺيون بيان ڪيليو ويو: سال ۱۹۳۰ کان وٺي ۵۱۴ اخبارن کان سرڪار ضمانتون ورتيون ۽ ضبطيون ڪيون. منجهائن ۳۴۸ اخبارن ضمانتين نه ڏيئي سگهڻ ڪري ڇيڇڻ بند ڪيو. باقي ۱۶۶ اخبارن ڪل ۲،۵۲،۸۵۲ رپيا ضمانتن طور ڀريا.

۱۹۳۵ جي پڇاڙيءَ واري حصي ۾ ڪيترا قانون پاس ٿيا آهن جن وڏيڪ مدي تائين ناگرڪ حق غصب ڪيا آهن. مکيه قانون - ڪرمنل لا اميندميمنٽ ائڪٽ ساري ملڪ سان لاڳو آهي. مرڪزي اسيمبلي ناپاس ڪيو، پر گورنر جنرل صحيح وجهي پاس ڪيو. ڪيترن پرانتن به انهيءَ قسم جا قانون پاس ڪري ورتا آهن.

۽ مٽزن وغيره جي بندرن تي صبط يا بي قاعدي نهرايا وڃن ٿا ان جو ڪاڻو ئي ڪونهي. "خطرناڪ" ساهتيہ رکڻ ڪري ۽ ڪريون سزائون آيون رهيون. ملڪ جي سياسي يا اقتصادي مسئلن بابت ۽ اڪر صاف لکڻ يا روس جي سماجڪ ۽ تهذيبي حالتن بابت ۽ اکڙ تعريف جا لکڻ ڪاٽ ڪوٽ صاحب جي قلم ڪان لٽا بچن. بنگال سرڪار ڪلڪتي جي "ماڊرن رويو" کي ڏڙي ڏني جو هن روس بابت ڊاڪٽر رابندرا ناٿ ٽاگور جو اکين ڏٺل احـوال پڌرو ڪيو. پارلمينٽ ۾ هند جي نائب وزير جيو ته "ليک ۾ هند جي انگريزراج بابت گهٽ وڌ لکيل هو" جنهنڪري اعتراض ورتو ويو. راڄ جي ڪاميابين بابت فيصلو ڪرڻ وارو ۽ ڪاٽ ڪوٽ صاحب نہ آهي؟ اهي ڪنهنکي مجال جو بيءَ طرح سمجهي يا ظاهر ڪري. رابندرا ناٿ ٽاگور هڪ مختصر پيغام ڊبلن سوسائٽي آف فرينڊس" ڏي موڪليو تہ ۽ سرڪار اعتراض اٿاريو. جي ٽاگور جهڙو مهاڪوي جنهن جو ساهتيہ سيتا سان ٿي واسطو آهيءَ جو سياست کان دور رهي ٿو، جو دنيا ۾ ناماروءِ هندوستان ۾ بوجھ آهي، تنهن جـو هيئن بوت پڌو لـو وڃي تہ باقي غريبڙن جو ڇا؟ ۾ حقيقي دباو ڪان دباو ڪري ٻڌ وارو وايو منډل وڏيڪ خراب آهي. انهي واٽو منڊل ۾ سچي اخبار نويسي ڏکي ۽ تواريخ، اڙت شاستر، سياست وغيره تي غور ڪرڻ يا سچي سکيا ڏيڻ ڏکيا. ملڪ جي هن حقيقي حال ۾ سدارا ترپا ڪرڻ ۽ جوابداري

* ١٢ نومبر ١٩٣٤.

سگهيا آهن.

هندوستان جي سياسي ميدان ۾ جي ٻاهريون تبديليون ٿيون آهن تن تي نظر ڦيري اٿم. ۾ سمجهان ٿو ته اِهي سڀ مٿاڇريون آهن ۽ جي ڳالهيون؛ مونکي ستائين ٿيون سي ٻيون آهن. هن وقت حقيقي حال اِهو آهي جو ملڪ ۾ هر قسم جي آزادي نگهوسار، ازحد سختيون ۽ ايڏي چيني، ويڙوروڙ وڌندڙ ۽ ڏاڍايون خرابيون ٿي رهيون آهن. ڪئين ماڻهو جيلن ۾ مٺي جواني وڃائي ويٺا ڪيائين؛ ڪين ڏسي سندن عزيز خويش، لڳن لاڳاپن وارا ۽ هزارها ماڻهو دلين ۾ ترش تلخ ٿي رهيا آهن. هزارين زور جبر هيٺ پاڻکي اُڌر اَير سمجهي دل ۾ ڀڃي ڀُرن ٿا. اَمن امان جي وقت ۾ ڪئين جماعتون بي قاعدي ٺهرايون وڃن ٿيون ۽ سرڪار جي ڪيسي ۾ "صلح سانت لاءِ ائڪٽ" ۽ "خاص حالتن لاءِ اختياريون" پيا ئي آهن. آزاديءَ ۾ رهنا جي اڄ لاچار سي، سياڻي عام ٿي وڃن ٿا. ڪتاب

* سر هئري هيگ، هوم ميمبر، ٢٣ جولاءِ ١٩٣٤، مرڪزي اسيمبليءَ ۾ چيو ته نظر بندين جو ڪل تعداد جيلن ۽ خاص ڇاوڻين ۾ هيٺئين هو: بنگال ١٥٠٠ ۽ ١٦٠٠ وچ؛ ديولي ڇاوڻي ٥٠٠ ڪل ٢٠٠٠ ۽ ٢١٠٠ وچ، متئين تعداد ۾ سزاياب سياسي قيدي نه ڏيکاريل آهن. اهڙن کي اڪثري ڳريون سزائون ڏنيون وڃن ٿيون. تازو هڪ ڪلڪتي جي ڪيس ۾ ائسوشيئيٽيڊ پريس جي تار (١٧ ڊسمبر ١٩٣٤) هئي ته ليسن بنا هٿيار ۽ بارود رکڻ ڪري هاءِ ڪورٽ ٩ سالن جي سخت سزا ڏني؛ ڏوهين وٽان هڪ تمنچو ۽ ڇهه گوليون لڌا.

انقلاب جو سبب سمجهن. هوڏانهن ڪمر جاٽلي ڌ ءون جهڙا جي اح بورن آزادي ۽ سخت قطع لعلقات چاهين ٿا، سي ب ولگ قبرين ۽ سامبوادي انگلند سان گهرا ناتا چاهن. اسان مان ڪمر ــ انگلند جي عام ماڻهن سان اسهڪار ڪرڻ نئو چاهي. اساجو اسهڪار انگلند جي سلطنتشاهيء سان آهي ۽ جنهن مهل أها ويئي نهن مهل اسين سهڪار جا خواهن ٿينداسين. نهن مهل ڏرم ۽ لبرل ڪهڙي وات وٺندا؟ ڪمر جاٽلي بوء ب شايد خدالعلحلي جي حڪمت جاٽلي نئين لنام لي راضي رهن.

گول ميز ڪانفرنس ۽ فيڊريشن جي تجويز مان هڪ وڏو نتيجو هي لڪتو جو رياستن جا والي ٿبلهجي جڻ اول درجي بر ئيا. ولايت جي مردار ذروارن کي سندن ۽ رياستن جي "آزاديء" جي ڏاڍي جورا کورا ٿي. أنهن هن لاش بر هڻ نئون ساه ڪٽي ڦوڪيو. اگ ڪڏهن د هيئن پج پڌي مَيري د ٿيا هوا. اڳ ڌ انگريز ريزيدنٽ صاحب بهادر ونه چؤن ب ڪين ڪچي سگهندا هوا ۽ هندسرڪار جي هيترن راجائن مهاراجائن ڏي ڪلرڪلي نفرت جي نگاه هولدي هئي. سندن راح اندر انگريز جو ڪونه ڪو دخل هولدوئي هوء اکثري ضروري بڻ هو. هن وقت د ڪتين رياستن اندر سچو راح انگريز عملدارن جو ٿي آهي، جي ڪن هندسرڪار "أدارا" ڌ نا آهن. بر مسٽر چرچل ۽ لارڊ رائرميئر جي هوء هوء ڪري هندسرڪار ذرا گهبرائي آهي ۽ سولو سندن ڪمن ڪارين بر دخل ڦي ڏني. راجائون د ڏاڍي خنڪيء سان ڇالهائڻ

۾ ڏيکو ھيءَ به ڳالهه ياد رکڻي پونديءَ ته پوئين مزدور وزارت ۽ قومي سرڪار به ساڳيو سر ئي آلاپيو. نتيجو اسان لاءِ اهو ئيو جو اسانکي گول ميز ڪانفرنسون، وائيٽ پيپر، گڏيل ڪاميٽيءَ جي رپورٽ ۽ انڊيا ائڪٽ وغيره نصيب ٿيا.

اسان اڪين اڳيان پرتو ڏٺو آهي ته سلطنتشاهي پاليسي ۾ جهڙي ٽوري پارٽي اهڙي مزدور ڌر؛ ڪو ٿورو ڦير فرق اٿن. ائين ته عام مزدور وڏيڪ آزاد خيال آهن، پر عام جو خاص تي ۽ ليڊرن تي اثر ٿورو آهي. ائين به ٿي سگهي ٿو ته مزدور ڌر جو ڏابو طرف زور وٺي وڃي، جو جو اڄ ڪالهه حالتون جلد ڦرڻي ڪائي وڃن ٿيون. پر ائين به ڪنهن پڌو ته قومي ۽ سماجڪ هل چلون ويڙهجي سيڙهجي ڪند وٺي وڃن جيسين بين هند ڪي آس پريون تبديلون ٿين؟

هيٺن جو هندوستان جا لبرل ولايت جي مزدور ڌر تي ياڙي وينا آهن سو وچان ئي پيو رنگ وٺي سگهي ٿو. جي خدا نه خواست اها ڌر سچ پچ ڏابي طرف ڏي لاڙو ڪري ۽ انگلنڊ ۾ ڪو ساميوادي سنائو عمل ۾ ڪٽي آڻي، ته ڪير ڄاڻي تنهنجو اثر هندوستان تي يا اسانجي لبرل ۽ نرم گروهن تي ڪهڙو ٿئي؟ منجهائن جهجها ته سماجڪ خيالات ۾ حد مرده دل آهن. سي نه مزدور وزارت جون سماجڪ ۽ آرٿڪ تبديلون پسند نه ڪندا ۽ جي ڪندا ته مٿان اهو مرض هندوستان ۾ وڇڙي نه وڃي. پوءِ ڪير چوي ته انگريزي تعلقات سان هيڏيءَ محبت جو واٽ ويندي رنگ ڦري وڃي ۽ انهيءَ تعلقات ڪي آئلو سماجڪ

ٻاڪاريندو ٻالاريندو، وٺ."

لبرل ليڊر ۽ شايد ٻيا ڪيترا، جن ۾ تورا ڪانگريسي ٻه هوندا، قدري آس جون اکون ليبر پارٽيءَ جي فتح ۽ ليبر وزارت ۾ پائي ويٺا آهن. سو بيشڪ اسين انگلنڊ ۾ لبرل گروهن جو سهڪار وٺون ۽ ليبر وزارت مان به فائدا کڻون. پر انگلنڊ تي ڀروسي تي پاڙي وهڻ ۽ چوڻ ته ڪڏهن تو اسانجو وارو ورندو، اسانجي عزت ۽ قومي شان وٽان ناهي. شان ته نهرو ۾ رواجي عقل به اهين نه ٿو سيکندو. ڀلا اسين ايتري قدر برطانيه مزدور ڌر تي ڇا لاءِ پاڙي وهون؟ ڇه مزدور وزارتون آيون ۽ ويون ۽ ٻنهي جون هند کي سوکڙيون ڪهڙيون وسريون آهن ڇا؟ مسٽر ريمسي ميڪڊونالڊ ڪٿي مزدور ڌر ڪري ڪيئي هونديءَ، ۾ سنڌس جهوٽا ساٿي ٻه ته ساڳيائي ٻول ٻولين ٿا. آڪٽوبر ۱۹۳۴ ۾ مزدور ڌر جي ساٿو ٿيوروٽ ۾ ڪانفرنس ٿي. ڪانفرنس ۾ مسٽر وي. ڪي. ڪرشنا مينن هڪ ٺهراءُ پيش ڪيو ته "اسانکي يقين آهي ته هندوستان ۾ پورن سوراج اسٿاپن ڪرڻ لاءِ جو اصول قبول ڪيو ويو آهي، ته هرڪنهن قوم کي پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ جو حق آهي، سو اصول هڪدم عمل ۾ آندو وڃي." ڪانفرنس ۾ مسٽر آرٿر هينڊرسن زور آندو ته ٺهراءُ واپس ورتو وڃي ۽ صاف صاف چيو ته وزارت طرفان اهو اصول عمل ۾ آڻڻ جو وعدو اڳ ئي ڪري سگهان. چي "اسان ظاهر طور ڄاڻايو آهي ته اسين هندوستان جي سڀني گروهن ۽ فرقن سان صلاح ڪنداسين. تنهن سڀني کي اهو وعدو ڪافي سمجهڻ کپي." اهو آئت ولڻ

۽ اِل ۾ ”جوابدار بينڪي راڄ“ جو نالو به نه ڳڌل آهي.
تنهن تي ڏاڍ و هل مچايائون ۽ هاڻ جو سرسيمير ئيل هور
هن بابت هڪ قسم جو بيان ڪٽي ڪڍيو آهي،
ته چوندا عزت رهجي آئي ۽ شايد بس ڪٽي ڪن.
اُهو جوابدار بينڪي راڄ پلي ڪٽي هڪ ڏور ڏورانهون
وجود بنا پوٽ هجي يا هڪ خيالي خوابي بهشت
هجي جتي ڪير ڪڏهن پهچڻوئي ناهي، ۾ هي يار
چوندا ته اهڙا خوش خواب، ٻه چڱا ۽ اِنهيءَ بهشت جي
سکن لذتن بابت آڪاٽيون ٻڌائيندا وتندا. سرتيج بهادر
ساپروءَ کي شايد برطانيه پارليمينٽ ۽ برطانيه رعيت ۾
ايمان نه آيو، سو پڇي وڃي بادشاهه سلامت جو سايو
ورتو اٿس. هھڙو قابل وڪيل، سو ڪيئن نه ڪا
اِي نظير قانوني نقط نظر پيش ڪري؟ چي ”جو ڪجھ
برطانيه پارليمينٽ يا رعيت هند لاءِ ڪن يا نه ڪن،
پر سڀني مٿان بادشاهه سلامت آهي، جوئي هند
رعيت جو دک سک ۾ راکو آهي ۽ هندوستان ۾ امن
۽ آسودگي لاءِ آتر آهي *“

پر اِئين ڏسڻ ته نرم ذر تجويز جي مخالفت گهت
ڪئي آهي سو به واجب نه ٿيندو. منجهانئن ڪيترن
صاف صاف چيو آهي ته نئين تجويز کان چالو سرشتو،
جهڙو ڪي تهڙو، بهتر آهي. پر ايترو چوڻ بعد خود
سندن اصول ڪين ڪو به عملي قدم کڻڻ کان اَٽڪا ٿين
ٿا. سو سمجهان ٿو ته وڏي واڪي اعتراض وٺندا رهندا.
هڪ پراڻي چوڻي قيرائي منجهانس پنهنجو ڪم ٿپائي
سگهن ٿا ته، ”جي پهرئين پيري، ڪم نتو ٿئي ته به

* لکنوءَ ۾ ۲۹ جنوري، ۱۹۳۵ هڪ تقرير ڏيندي.

هٿ ڪري، جيئن لکڙن قاعدن حالتن موجب بدلائي
سگهجي. اهو ڪالهه نه رڳو فيصلي جي
ضرورت ٿي پئي، پر اهي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ڪافي طاقت
گهرجي. جيئن آهي تنهن مان ٿئو پاليان ته جا جمهوريت
ڪن مغربي ملڪن ۾ جاري آهي سا شين دنيا ۾
گهوريل تبديليون آڻي سگهي ٿي پر اهو سوال هت نه
اٿي ٿو، جو جو هت ته هر ڪنهن جي ڀر ڪي ڏاڍا
بڙيون لڳايا ويا آهن ۽ اڳيان قلعي لڳل لوهه جي
شيخن جو دروازو آيو آهي. سمجهو ته اسانکي هڪ
اهڙي موٽرڪار ۾ وهاريو اٿن، جنهن ۾ رڳو ٻهارڻ
لاءِ بريڪن مٿان بريڪ آهن، پر انجڻ جو پتو ندارد.
اسانجو سياسي سرشتو اهڙو ونڍي گهڙيو آهي جن ڪي
مارشل لا هميشه پيو سڄهي. دراصل زوراور حاڪم
ڪي مارشل لا ڪالسواءِ ٻيو ڪجهه نٿو سڄهي - سواءِ انهي،
جو لوپ.

تنين سرشتي جي سوڙي هندوستان کي ڪيتري
آزادي دان ڪري ٿي سو هن مان ئي پڌرو آهي جو
ازحد نرم ۽ سياسي موڊار گروهه به سرشتي ڪي مردود
سمجهن ٿا. البت سرڪار جا آدي ۽ پڪا حامي جڏهن
ٽڪ چيني ڪندا ته سياو موجب ادب آداب ۽ ڏاڍي
لاز سان ئي ڪندا. باقي ٻيا ته وڪ، رڪاٽي ٿتا ڪن.
هن قسم جون سياسي تجويزون ڏسي اوم ڏر وارا
اڳي وانگر ساڳيو پڪو ايمان - ته هند جو انگريزن هيٺ رهڻ
ٻر به ايشور جي حڪمت آهي - نٿي رکي سگهيا، بيشڪ
سخت ٽڪ چيني ڪيائون، پر وري به حيثيتون ڇڏي
سگهڻ اکين ۾ وچي آڙيا. جي ارمان آهي ته سچي ريٽرت

سَتَ جو مت ڏيڻ لاءِ لينڪيشاير ۾ آسٽريليا جو مال
بهشڪار ڪرڻ لاءِ هڪ تحرڪ چالو ٿي آهي. پر تنهن
ڌمڪيءَ جي آسٽريليا ذري به پرواهہ نہ ڪري، رڳو
اڳي اڳرائي ڪري رهي آهي *

هي آرڏڪ جهڳڙا ڪو هن ڪري نٿا ٿين تہ ڪئنيدا
۽ آسٽريليا جي ماڻهن جي انگلنڊ ڏي بدنيت بدخواهي
آهي. جيتوڻيڪ آئرلنڊ جي بدخواهي ظاهر آهي.
جهڳڙا ٿيـن ٿـا ڇاڪاڻ تـہ مطلب نيارا آهـن
۽ جڏهن ڪڏهن نيارا نظر اچن ٿا تڏهن هندوستان ۾
"حفاظتن" جي اهائي مراد آهي تہ انگريزن جا مطلب
غالب پون. هـي جو تازو هندوستان جـي واپارين ۽
ڪارخانن وارن کان پڇڻ بنا، عتراض ونندي، ڪجهي
طرح هندوستان جو انگلنڊ سان واپاري عهدنامو ڪيو
آهي، جنهن مـان انگريز واپاري واقف آهن، پـر جو
مرڪزي اسيمبليءَ انڪار ڪيو آهي، تنهن مان پڌرو
آهي تہ اهي "حفاظتون" ڪنهن لاءِ آهن. سچ پچ تہ
انهن "حفاظتن" جي ڪئنيدا، آسٽريليا ۽ ڏکڻ آفريڪا
۾ سخت ضرورت ڏسجي ٿي، ڇو جو اتي جا ماڻهو
نہ رڳو واپاري معاملن ۾ ڏنگا هلي رهيا آهن، پر انهن

---

* ميلبورن جي "ايج" اخبار ظاهر ڪيو تہ جي
لينڪيشاير بهشڪار جي حرڪت بند نـہ ڪندو تہ
آسٽريليا ذڪ جا ۾ ذڪ واهي ڪيندي ۽ لينڪيشاير
سان باقي رهيل واپار بند ڪندي. لينڪيشاير کـي
اهوئي جواب ڏيون تہ "پنهنجي ارادي تي اڏول
آهيون"

وڌايا ويا آهن. ڪيترن ئي لنڪيشاير جا ڪارخانا بند
ٿي ويا آهن ۽ ڌنڌن کي نه آسٽريليا اوٽاوا
عهدنامي جي پيڙي ڪئي آهي. اعتراض ورتا ۽

---

ٿي ۽ ان اسانجي روانگي ۱۷۰ ملين ٦ لک پائونڊن مان
گهٽجي ۱۶۳ ملين ٥ لک پائونڊ ٿي. جنيئٽ آهي ته
۱۹۲۹-۱۹۳۳ وچ سلطنت اندر اسانجي روانگي ۵۰٫۹
سيڪڙو گهٽي ۽ آمدني فقط ۳۲٫۹ سيڪڙو ڏٺي. سلطنت
جي باهر ملڪن ڏي اسانجي روانگي گهٽو نه گهٽي، ۽
آمدني بلڪل گهٽو گهٽجي وئي.

(۳) "مبلورن جي اخبار "ايج" ڪي اوٽاوا جو
عهدنامو نا پسند آهي. سندس لاءِ ۾ عهدنامي ڪري
ڪجهه ڪيت ٿي آهي ۽ محسوس ٿي رهيو آهي ته عهدنامو
ڪرڻ وڏي بيوقوفي هئي." (هفتيوار "مينچيسٽر
گارڊين" اخبار جي ۱۹ آڪٽوبر ۱۹۳۴ واري پرچي
۾ لکيو.)

(۴) خود مسٽر ابنمٽ، جو هن وقت لنگر ڏر طرفان
ڪئنبرا جو وزير اعظم آهي، سوداگري معاملن ۾ انگريز
سرڪار جي پاسري ۾ ڪندو آهي. امريڪا کي
ڏسي هو به من ڦراني "نئين سٽاو" New Deal جون
بولون بولڻ لڳو آهي. مسٽر لٽوبناف، سر استشورد
ڪرپس، ۽ مسٽر جان اسٽرابچي جهڙي خطرناڪ اثرن
هيٺ اچي هو به سامواڌي ٿي پيو آهي. سينٽ
ڪانزرويٽو، لبرل ۽ آء. سي. ايس وارن لاءِ هي ڏک
جناو آهي ته جي شخص اهڙا خيال رکن تا ان سان
صحبت ڪن، متان انهن نون متن جو مرض مٿجهن
وچڙي نه وڃي. (لکڻ کان پوءِ ڪئنبرا جي لبرل
پارٽي، مسٽر ڪنگ جي اڳوائيءَ هيٺ، جولڊن ۾ ڪئي
وزارت ناهي آهي.)

واپار(١) مان. هندوستان جي سياسي ۽ واپاري
حلقن موجب انگريزي واپار جا نفع هندوستان کي
صدقو ڪري ڇڏيا. هوڏانهن آزاد بينڪن، خاص
ڪري ڪئنيڊا ۽ آسٽريليا سان قصوئي پيو هو.(٢)
انهن ته انگلنڊ سان نوڪي وجائي سؤدو ڪيو ۽
سندن فائدا انگلنڊ جي نقصان ڪري ڏنيا. تنهن هوندي
به ڏاڍيون ڪوششون هلي رهيون آهن ته ڪيئن اوٽاوا
جا بندن ٽوڙي پنهنجا هٿ ۽ ڌارين ملڪن سان واپار
وڌائجن. (٣) ڪئنيڊا ۾ لبرل ڌر، جا هڪ مکيه سياسي
پارٽي آهي ۽ شايد جلد وزارت ناهڻ واري ٿئي، سا
ته اوٽاوا ناهه ڊاهڻ لاءِ ڪمرڪشي ڀيني آهي. (٤)
آسٽريليا ۾ عهدنامي جي لفظن مان ڇڪي تاڻي معنيٰ
ڪڍي ڪپڙي ۽ ڏاڳي جي ڪن جنسن مٿان محصول

(١) "هندوستان جي واپار ڏي اشارو ڪندي سر
وليم ڪري چيو ته اوٽاوا جي عهدنامن ڪري انگلنڊ
کي خاص فائدو ٿيو." سر وليم جي ٥ ڊسمبر ١٩٣٤
لنڊن ۾ پي. او. شپنگ ڪمپني جي ميٽنگ ۾ صدر
طور تقرير.

(٢) لنڊن جي مخزن اڪانامسٽ (جون ١٩٣٤)
لکي ٿي ته، "اوٽاوا ڪانفرنس تڏهن ڪارگر سمجهجي
ها جڏهن هڪ پاسي سلطنت اندر ملڪن جو پاڻ واپار
وڌي ها ۽ ٻئي طرف سلطنت جو ٻاهرين ملڪن سان
واپار سا گهٽيو رهي ها. پر حقيقت ۾ سلطنت اندر ملڪن
جو پاڻ واپار ٿورو وڌيو آهي، پر سلطنت جو ٻاهرين
ملڪن سان واپار گهٽجي ويو آهي. هن ڦير
ڪري جيڪو سو بينڪن کي ٿي فائدو ٿيو آهي، نه
انگلنڊ کي. مثلا سلطنت اندران مال جي آمدني ١٩٣١
۾ ٢٤٧ ملين پائونڊن مان وڌي ١٩٣٣ ۾ ٢٤٩ ملين پائونڊ

سندس حساب
مان فقط ليهن لکن کي ووت آهن . قطارون
موجب جن کروڙن کي ووت ناهن سي
بڌي سرڪار جي طرف ڏنا آهن . مرض جو علاج
پڌرو آهي - سڀني بالغن کي ووت کڻي ڏين ۽ سوال
جو ازخود نبرو ٿي پوي .

اسيمبلي جي چونڊن کان جلدئي پوء گڏيل
پارلمينٽري ڪاميٽيءَ جي جوڙجڪي سڌارن بابت
رپورٽ شايع ٿي . مٿس هرطرف کان ڪيترن قسمن
جا اعتراض ورتا ويا ، پر هڪ ڳالهه تي خاص زور
ڏنو ٿي ويو ۽ رپورٽ مان ظاهر هو ۽ حڪومت جو
عام پر بدگمان ۽ بي اعتبار هو . مولڪي لکو ۽ انهن
جي قومي ۽ سماجي مسئلن کي نظر انداز ڪري
چڏڻ عجيب لمولو هو . آخرڪار برطانيه سلطنتشاهي
ليتي ۽ اسانجي قومي مقصدن وچه ضد هو يا نه؟ جي
هو ۽ سچ کهڙي پاسي هو؟ جي اسانکي آزادي
گهربي هئي ۽ ڇا لاء گهربي هئي؟ انهي لاء ڇا لئه
سلطنتي نيتيءَ جا پابند رهون؟ سرڪار جي ۽ اهالي
مراد لڳي ٿي ، ڇو جو اسانکي ڇتايو ويو ۽ جيسين
توهين سني چال هلندا ، يعني برطانيه ليتي اختيار
ڪري سوراج لاء پاڻکي لائق ڪندا ، تيسين "حفاظتن"
وارا قلم نه لڳايا ويندا . پر جي پوء به برطانيه ليتي
ماڪ پر غلطي آهي ۽ هي ڳل هلاڇو جا لاء ، ۽ را
جون واڳون اسانجي هٿن پر هجن؟
سڀني کي خبر آهي ۽ اوٽاوا جي عهدنا
مان جيڪڏهن ڪوانگلنڊ کي فائدو ٿيو ۽ هندوستـ

سان صلاح تنا ڪن. اسيمبليءَ جي چونڊن کان اڳ،
اُهاڻي ڪوشش هيءَ ته ڪيئن ڪم جو سٺاؤ نڊو
ڪرائن جيئن ڪانگريس باهر لوم ڏريون ساڻ ٿين.
مندر پرويش جهڙي بل ڏيئي به سندن رخ ڦرڻي ڪاڏي
۽ مدراس ۾ سناتين کي آئنت ڏيڻ لاءِ ڪي انتظام
سالن ڪيائون. ڪو تکو، تيز، سڌو چونڊن جو پروگرام
ملڪ اڳيان رکن ها ته عام ۾ اُمنگ پيدا ٿئي ها ۽ عام جي
سياسي تربيت به ٿئي ها. هاڻا جڏهن ڪانگريس
ڪائونسلن جو پروگرام ڪنيو آهي ته سياسي ۽ سماجي
ترقيءَ جي دشمن سان ٻلؤ اڙيندڙ ويندن ۽ لوپ رهندن
ته من ڪي ڪن سوالن تي اسان سان گڏ ووٽ ڏين.
يعني ته ڪانگريس اڳوان ۽ عام خلق وچ ۾ ويڇو
وڌندو ويندو، برابر فصيح ۽ زبردست تقريرون
ٻڌنديون ۽ ناٽ ٽنگر سان ڪائونسلن ۾ ٻهرو ورتو ويندو
۽ وقت بوقت سرڪار کي هارون کارايون وينديون -
جن هارن جي سرڪار هميشه وانگر ذري به پرواهه
نه ڪندي.

پوين سالن ۾ جڏهن ڪانگريس ڪائونسلن جو
بهشڪار ڪيو تڏهن سرڪاري مکيتر چوندا هوا ته
ڪائونسلون عام جون سچيون عيوضي آهن ۽ عام جي
راين جو آئينو آهن. عجب ته جڏهانڪر ڪي جبرا
گروهه اسيمبلي ۾ گهڙي پيا آهن ته سرڪار جي
نقطہ نظر ورڻي ڦري آهي. جڏهن ڪو چونڊن ۾
ڪانگريس جي ڪاميابيءَ ڏي اشارو ڪري ٿو ته
چوي ٿي ته چونڊڪ تورڙا آهن ۽ ٿيهن ڪروڙن

نڪي ڪي ڪارخانن جا مالڪ سائين آهن، جيڪو
ڪارخانن ۽ زمينداري جون ظلمون ڏار ۽ مختلف آهن.
اِنهن مالڪن ۾ همت ڪانهي جو سڌو عملي قدم يا
بيو ڪم اڳتي ڪري سگهن. لهنڪري هڪ ٻيو
سرڪار جي درٻار ۾ ۽ ٻيو ڪانگريس جي ڇانوٽيءَ
۾ ائن. نوم ڏر يا فرقي پرستن کي هڙ ڏٺو نه
لڳين. هنن جا ليڪا نه ڪارخانن جي ترقي ۽ ڦهلائڻ
جا ٿي آهن.

مسلمانن جي هيٺين وچولي درجي ۾ جاڳڻ ڪي
سجاڳي اچي ۽ ساري قوم ڏڏن هنرن ۾ پنهنجي پير
آهي. نتيجو اهو نڪتو آهي جو بنهه مرده دل،
جاگيري ۽ ڪامورڪا اثر نه رڳو فرقيوار جماعتن ۾
زور نا ڏسجن، پر ساري فرقي لي ڇانيل آهن. مسلم
ڪانفرنس جا سڀ چند نارا وڏا زميندار، وزير ۽
خطابي ٿي لين ٿا. لنون هوندي ۽ پاڻيان ٿو ته عام
مسلمانن ۾ ڪا لڪل طاقت آهي، چوجو سماج اندر
برادري پاڙ هڻن ڪان وڌيڪ ائن. هڪ وار آئيا نه
ساميوادي رات ۾ وڌيڪ ڪا هلندا. في الحال ته مسلم
لعلم يافته، جسماني اوڙڪ ذهني نظر سان، سنل آهن
۽ منجهن ڪا لوم ڪانهي. پراڻن اڳوان اڳيان ڪنڌ
ڪٽي لتا سگهن.

ڪانگريس سياسي نظر سان سڀني ڪان اڳري
جماعت آهي، پر سنڌ ۾ اڳوان اهڙا اڳرا ناهن جيڪا
عام جي سجاڳيءَ ڪري هٿ ڪين عام جي پنهنجي
گهرن ٿا، پر عام جي دک جي ساروڻا لهن يا عام

گڏيل صلاح سان فيصلو ڪيرڻ ناشدني ٿي پوندو.
برطانيہ سرڪار ۽ قومي ڌرين جو پاڻ ۾ نهڻ مشڪل.
پاڻ ۾ وڏا ويڇا ۽ سندن مطلب نرالا آهن. برطانيہ
سرڪار جو فرقيوار نظر سان هندن توڙي مسلمانن کي
خوش ڪرڻ بہ مشڪل. هڪ نہ ٻئي کي خوش ڪرڻو
اٿس. مسلمان پسند ڪيائين ۽ نيڪ سمجهي ڪيائين.
هاڻ مٿ پر هندو فرقي پرستين کي خوش ڪرڻ لاءِ
هيءَ پڪي پختي مفيد پالسي ڇو بدلائيندي؟

تہ هندو جاتي سياسي طور وڌيڪ زور
۽ آزاديءَ جي خواهش آهي، سائي ڳالهہ سندس
آڏو ايندي. سرڪار سمجهي ٿي تہ خسيس فرقيوار
رعايتن ڪري (۽ خسيس ئي ڪري سگهي ٿي) هندو
جاتي جنگ، آزاديءَ ۾ پوري نہ ٿيندي. پر ساڳين
رعايتن ڪري مسلم جاتيءَ ۾ پيو نہ تہ وقتي ڦير ضرور
پوي ٿو.

مرڪزي اسيمبليءَ جي چوندن پڌري پٽ ڏيکاريو
تہ هندو مهاسيا ۽ مسلم ڪانفرنس انهن ٻنهي فرقيوار
جماعتن پنيان کهڙا ماڻهو بيٺل هوا.

ٻنهي ڌرين جا اميدوار ۽ مددگار وڏا زميندار يا
شهري شاهوڪار هوا. انهي ئي سبب ڪري مهاسيا
انهن قانونن جي سخت مخالفت ڪئي جن قرضدارن
جا بوجا هلڪا ٿي ڪيا. هندو سماج جي چوٽ تي
چار سڪيا سي ئي هندو مهاسيا ۾ آهن. ڪي سڪيا ۽
ڪي ڏندن ۾ پڙهيل سي نرم ڌر ۾ آهن. ٻنهي جي
هندن ۾ گهڻي هلندي ڪانهي، ڇو جو هندن ۾
هينيون وچولو درجو سياست ۾ خوب سجاڳ آهي.

آءُ بہ خوش ٿيس تہ ڪيترا نڪار مڪار ڏڪجي ٻاهر ٿيا.

سڀ ڪان وڌيڪ مونکي ڪانگريس اقليت پارٽيءَ جي ليڊيءَ تي ارمان ٿيو. سندن فرقيوار فيصلي جي سخت مخالفت آءُ سمجهي سگهيس ٿي، پر پارٽيءَ جو زور وڌائڻ لاءِ هڪ طرف سناتين جهڙن ڪٽر فرقيوار پارٽين سان، تہ ٻئي طرف نامي گرامي سياسي مردودن سان ٻانهن ٻيلي وجي ٿيا. بينگال ڇڏيو، جتي ڪن خاص سببن ڪري هڪ ڪانگريس گروهہ جي پٺتي هين، هن پارٽيءَ جا گهڻا ميمبر هر طرح ڪانگريس جا مخالف هوا، سچ پڇ تہ ڪانگريس جا مکيہ مخالف هوا. پر انهن سيني عجيب غريب مخالفتن هوندي بہ ءَ جي زميندارن، نوم ڏرين، ۽ البت ڪامورن ڪيون ٿي، ڪانگريس جا اميدوار خوب ڪامياب ٿيا.

فرقيوار فيصلي ڏي ڪانگريس جو رخ ڏاڍو عجيب هو، پر حالتن هيٺ ٻيو ڪجهہ ٿي بہ نہ ٿي سگهيو. اڳي جي ٻي طرفدار ۽ ڪمزور پاليسيءَ جو هاڻ نتيجو پوءِ پيا ئين ٿي. اڳي جي پڪو ثابت قدم ڪٽي نتڪال نتيجن جي ڪا بہ پرواهہ نہ ڪري ها تہ صحيح بہ هجي ها ۽ شان بہ رهيس ها. پر تڏهن تيئن نہ ڪيائين ۽ هاڻ تہ ٻي ڪا وات ڪانہ هيس. فرقيوار فيصلو هڪ واهيات چيز هو. اهو قبول ڪرڻ معنيٰ هميشہ لاءِ آزاديءَ کي نوڪر هڻڻ. سو هن ڪري نہ جو مسلمانن جا پاند پريائين ٿي. شايد اهي ٿي پاند، پر ٻئي ڪنهن نموني، پري سگهجن ها. پر هن فيصلي سان سرڪار ملڪ کي ٽڪر ٽڪر ڪري هڪ ٻئي جي خلاف، هڪ

ڏرين جي وڏي ڪانفرنس ٿي ٿيندي. انهن ڪرڻ
مان ڪي ڪين ورتو آهي ۽ اهڙي ڪانفرنس ۾ ساڳيا
جهونا جوڳي، پنهنجا پاڻ عيوضي بڻجي اچي پاڻ
ولوڙيندا. سڄي جوڙجڪ مجلس اعاليٰ تي ئي ٿي سگهي
ٿي جا سڀني بالغن جي ووٽن سان چونڊيل هجي ۽
جنهنکي عام جي پرڻي هجي. اهڙي ئي مجلس ڏکيا
مسئلا هٿ ۾ کڻي سگهندي ۽ فرقيوار يا ٻين مرضن ۾
اٽجي نه ويندي.

هن تجويز جو سملي ۽ لنڊن جي من ئي ڪهڙو اثر
ٿيو سو جاچڻ وٽان هو. ٻيو سرڪاري طور چاٿايو ويو
نه سرڪار کي تجويز تي ڪو اعتراض ڪرڻ هو. بلڪ
سرڪار هن تجويز مٿان هٿڙو کهائڻ لڳي، ڇيو جو
سنڌس من ۾ هو نه هي۽ مجلس ۽ هڪ قسم جي
سڀني ڏرين جي ڪانفرنس ٿيندي، جنهن مان ڪو
ڪو ٿيل ڪرڻ نڪرندو، فقط سنڌس هٿ پختا ٿيندا.
۽ پوء اڪ ڪليس ۽ ڪي خطرا نظر آيس، جن ڪري
تجويز جي اوڏو نه ويئي.

بمبئي اجلاس بعد مرڪزي اسيمبليءَ لاءِ چونڊون
ٿيون. ڪائونسلن جي چونڊن لاءِ ڪابه دلچسپي نه
هوندي ۽ جيم نه شل ڪانگريس سوڀاري ٿئي، يا
سڄ لاچ من ۾ هوم نه شل مخالفت هار کائين. آهي
مخالف ۽ جيڪي جو مرتو هوا يعني پنهنت پوچاري،
فولي پرست، دوکيباز ۽ سرڪاري چاڙتا. خاطري
هيم نه ڪهڙا نه ڏڪائجي ويندا، ۽ ڪيترا فرقيوار فيصلي
جي اوت ۾، فرقيوار ويس ٽيڪ پاڻي پاڻ سرخرو ڪرڻ
لڳا. پوءِ ۽ ڪانگريس جي شد مد سان سوڀ ٿي ۽

ڪري نہ مليو اٿس. اج بہ ڪانگريس هميشہ وانگر
سندس خيالات جو عڪس آهي ۽ جي ڪٿي پيون واٽون
ڳولي تہ بہ گانڌيجيءَ جو مٿس ۽ ملڪ تي اثر پوڻوئي
آهي. الهي ٻوجي ۽ جوابداريءَ ڪان هو ڇٽي ڇڏي نٿو
سگهي. ملڪ جون سڀيون حالتون سوچيندي سندس
شخصيت اکين اڳيان ڪڙي ٿيو بيهي ۽ ڪير بہ انهيءَ
جو انڪار ڪري نٿو سگهي.

في الحال ڪانگريس ڇڏي ٻاهر آيو آهي، شايد
هن خيال سان تہ ڪانگريس ڪنهن مونجهاري ۾ نہ
پوي. شايد من ۾ اٿس تہ ڪنهن قسم جو شخصي سڌو
عملي قدم ڪٿي سرڪار جو مقابلو ڪريان، پر تنهن ۾
ڪانگريس کي نہ اڙايان.

ٻڌي خوش ٿيس تہ ملڪ جو جوڙجڪي سرشتو
ٺاهڻ لاءِ ڪانگريس کي جوڙجڪي مجلس هئڻ جو
خيال پسند آيو هو. مونکي تہ هي مسئلہ حل ڪرڻ
لاءِ ٻي ڪا واهہ ني نٿي سجهي ۽ پڪ اٿم تہ ڪنهن
نہ ڪنهن وقت اهڙي ڪنهن مجلس جو ميڙ ضرور
گڏ ٿيو. ظاهر آهي تہ برطانيہ حڪومت جي قبوليت
بنا اهو ميڙ گڏ ٿي نٿو سگهي. سواءِ اُن جي تہ ڪو
انقلاب ٿئي. اهو بہ ظاهر آهي تہ موجوده حالتن ۾ اهڙي
قبوليت نہ ملڻي آهي. يعني تہ جيسين ملڪ اندر اهڙا
طاقت پيدا نہ ٿي آهي جو تيز رفتار ٿئي تيسين سچي
حقيقي مجلس گڏجي نہ سگهندي، تيسين تہ سياسي
مسئلہ بہ جيئن جو تيئن ئي رهندو. ڪن ڪانگريس
جي اڳوانن جوڙجڪي مجلس جي تجويز قبول ڪئي
آهي، پر هنن ليکي اها مجلس هڪ قسم جي گڏيل

ڪيه نظر آير: هڪ ڪانگريس جي شخصيت جي اجلاس
ي چاپا، بيو ۽ پنڊت مدن موهن مالوي ۽ مستر آلي
جي فرمبوار چيڙ چاڙ جي ناڪاميابي. جن کي عام جي
دلبن ۽ وجولي درجي جي خيالن جي واقفيت آهي
لن کي ذرو به عجب ۽ لکو هولندو ۽ ڪانگريس ني
ملڪ جو هڪ والي هو. سرڪار ۽ ڪي ڪندن بر لڪل
سياستدان ڪڏهن پاڻڪي خوش ڪندا آهن ۽ ڪانگريس جي
سياست جو پڙ پالپو ڪري لڪري ويو يا ۽ هن ٽڙ به
سندس هلندي هاڻ گهٽ آهي. بوء جڏهن عين موقع
لي هو وري ساڳئي شان شوڪت سان اچي برگهٽ
ٿئي نو لڏهن واڻڻ والڪر ببتاب ٿي اوان سبب ڪولبن
تا ۽ هن هيءَ بازي ڪيئن ڪئي؟ ڪانگريس ۽ ملڪ
مٿان سندس جاپا گهٽي قدر سندس راين ڪري ناهي
جي ماڻهو قبول ڪن تا، پر اها چاپا سندس خاص
شخصيت جي آهي. هزجاء شخصيت هڪ آهم چيز ٿئي
ٿي. هندوستان ۾ ٻن هندن ڪان به وڌيڪ اثر الس.
ڪانگريس مان سندس ٻاهر ٿيڪري اچڻ هن اجلاس
جو هڪ مکيه واقع هو، ۽ ظاهري طور ڪانگريس چا
پر هندستان جي تواريخ جو هڪ باب ختم ٿيو. پر
حقيقتا منجهس ڪا وڏي معنيٰ ۽ هئي، جو جو هو
چاهي ۽ به ڪانگريس ۾ پرڏان پد ڇڏي ٿو سگهي

پرپاس لال ٿي ڪري آخر ۾ واس کي
پر پنهنجا ڏينهن جيڪي ويا سي ويا ويا
اڪ جي نظر جو دائرو آهي پري پري
پر زخم هي بهار جا دل ۾ وڏا لڳا.

اهو پد ڪنهن عمدي يا ٻئي ڪنهن ظاهري لاءِ

## ٦٧- ڪي تازا واقعا.

ڪانگريس جي بمبئي اجلاس ۾ جيڪي ٺهراءَ پاس ٿيا سو اخبارن مان پڙهيم. ڪانگريس جي سياست ۽ سياستدانن ۾ دلچسپي هيم. ويهن سالن جي گهري اُلفت مونکي ليڊرن جي ليڊرن سان سائنس ڪٽي ڇڏيو هو، تان جو آءٌ جيل منجهس لين ٿي ويو هوس. جوابداري ۽ عهديداري جي ڳنڍ ڪان مٿي اُهي غيبي تعلق هوا جن مونکي هن عظيم الشان انجمن ۾ بي شمار رفيقن سان جڪڙي ڇڏيو هو. تنهن هوندي به ڪارروايون پڙهندي دل نه آئي. ڪي ٿورڙا اهم فيصلا ڇڏي باقي لڏو قصو هو. جي سوال مونکي عزيز هوا تن جو ذڪر به ڪونه هو. چيم ته آءٌ هتان ها ته ڇا ڪريان ها؟ ڪي سان ڇٽي لٿي سگهيس. ڪيئن ڄاڻان نين حالتن ۽ نئين فضا ڪري آءٌ ڪهڙو رخ وٺان ها. لڪي ڪي اهڙي اڃي پيٺي هيم جو جيل اندر ويٺي ڏکيا فيصلا ڪريان جڏهن فيصلا بيڪار ٿين ها. وقت ايندو جڏهن وقت جا سوال ڪٽڻا پوندم ۽ قدم ڪٽندس. سي فيصلا هينئر جا لاءِ ڪريان جڏهن قدم ڪڍڻ مهل حالتون ئي اوڌ ئي وينديون.

جيتري قدر هن ڏورالهين ۽ اوڪلي هندان آءٌ سمجهي سگهان ٿو اوتري قدر ڪانگريس ۾ به ڳالهيون

مولڪي ڪنهن بمبئي جي جيل ۾ رکي ويو. ۾ ڪنهن جو حالت سڌري ۽ آءٌ آلمورا ۾ ئي رهيس.

جنوري لنگهي فيبروري آئي ۽ هوا ۾ اوءِ بهار جي آئي. بلبل ۽ ٻين پکين جي لاءِ پٽان ٿيو ۽ پٽن مٿان ساوا سبز سلا ٻاهر نڪري چڙهي زمين آسمان جي اسرار ڏي نهارين وينا: سدا بهار جا جهاڙ ٻهاڙن جي پاسن تي لال روڙ لڳائي بيٺا آهن. بادام ۽ آلو بخاري جون مکڙيون ليٺا پاڻ لڳيون آهن. ڏينهن نرالا وڃن ۽ آءٌ ۾ گڏيندو رکان ته وري ڪڏهن پوالي ۽ ويندس. خبر ناهي الهي ۾ ڪيترو وجود آهي جو چوندا آهن ته ڏکن پٺيان سک ۽ بي چيني، بي دردي ۽ بي قراري سکن جي سونهن آهن. شايد هوندن سک ڪيم ليکي؟ شايد ڏکن ڪري من کلي ٿو، جيتوڻيڪ گهڻو ڏک من آمن ڪري چڏي ٿو. جيل اندر ماڻهو آلر ٿرڪ ٻرک ڪوڙ سگهي ٿو ۽ هيترا سال رهڻ ڪري مون ۾ اڪ اندر وراڻي پاڻ ڏنو آهي. سياو موجب آءٌ آئتو مڪ ناهيان، ۾ جيل جي زندگي، لکي ڪالي يا ڪچلي زهر وانگر ماڻهوءَ کي الين ڪري ٿي. ڪڏهن ڪڏهن من ٻهلا نڙ لاءِ ۾ وفيسر ميڪڪبر ڪل واري نصير ۾ ڪڏي چاهيندو آهيان ته آءٌ ڪيتري قدر آئتو مکي ۽ ڪيتري قدر ٻاهر مکي آهيان. ۾ ڏسان ٿو ته انسان جي حالت جلد ۾ جلد بدلبي رهي ٿي.



جي سرڪار جو اُجا اهو رخ هو ته منهنجي جلد ڇڏڻ
جو به چاڙهو ڪونه هو. سرڪاري پدرنامن مان سو به
جلد ظاهر ٿيو.

مهني ڪانپوءِ ڪملا سان گڏجڻ لاءِ پوالي‌ءَ ويس.
لڏهن ڪان وٺي به ڇڏي ٽئين هفتي ساڻس ملندو رهيو
آهيان. سر سيموئيل هور، هند وزير، ڪٿين پيرا چيو
آهي ته مونکي هفتي ۾ هڪ يا به پيرا ملڻ جي اجازت
ڏني وڃي ٿي. جي مهني ۾ هڪ يا به پيرا چوي ها
ته پوءِ و ڌيڪ صحيح هجي ها. پوين ساڍن ٽن مهن
۾ آءٌ ساڻس پنج پيرا گڏيو آهيان. سو سپ آءٌ ڪو
شڪايت طور نٿو چوان، ڇو جو آءٌ سمجهان ٿو هن ڳالهه
۾ سرڪار مونکي خاص مروت ڏيکاري، ملڻ لاءِ
خاص سهنج ڏنا آهن. تنهن لاءِ آءٌ سندن شڪرگذار
آهيان، جي ملاقاتون ڪيون اُمر سي مون لاءِ پانيان ٿو
ته ڪملا لاءِ بي بها هيون. ڊاڪٽر به انهن ڏينهن ٿي
روز مره جا نيم پاسي ڪري مونکي ڪملا سان گهڻو
وقت ڳالهائڻ جي اجازت ڏيندا هوا. انهيءَ ريت اسين
هڪ ٻئي کي قريب ٿيندا وياسين، تان جو موڪلائڻ
جي وقت ٻنهي جي دلين ۾ ڇير پوندا هوا. جڻ ته
وڇوڙي لاءِ ٿي وصال ٿيندو هو. وقتي لڳندو هوم
ته شايد ڪو اهڙو ڏينهن اچي، جڏهن موڪلاڻي معنيٰ
آخرين الوداع!

ماتا جي علاج لاءِ بمبئي ويئي، ڇو جو اجا چاڪ
نه هئي. فائدو ٿي رهيو هوس تہ اوچتو هڪ ڏينهن
صبح جو جنوري جي وچ ڌاري تار آئي ته کي عضوا
سڪي ويا هيس، سمجهيم ته شايد ساڻس گڏجڻ لاءِ

پسند هُيس، جيتوڻيڪ هيڏو مڪان ذرا خالي ٿي لڳو. ميئهن وسندي ۽ اندر ويٺي ڪري سگهيس ٿي. ۽ جيئن ٿڌ وڌندي ويئي ليئن وڌيڪ اداس ۽ اُڪتائجڻ لڳي. جڏهن سيهه سياري پرپاٽي پاروٽي نبولڻهن تازي هوا ۽ کليل پٽ لاءِ سڪ البت پوري ٿي. ٽين سال مان برف جي وس جي ٽين سوڪڙي آئي، ڀوءِ نه سوٽو موٽو جيل ۾ گُلي پيو. جبل ڀاهران ديال جي تارين مٿان برف جي چٽ جڙ ڪنهن سندر پرستان ۾ پئي ڀاسايم.

ڪملا جي صحت ۾ لاهڙ چاڙهن ڪري حَفي هوس. خراب خبر ٻڌي اداس ٿيندو هوس، ۽ ڀهاڙ جون هيرون تاري لولي ڏيئي گهري ٿڌ ۾ ڪٽي ويندا ٻون هيون. ٿڌ ڪرڻ مهل چوندو هوس نه هي لشو ڪهڙو نه مٺو ۽ اسرار ڀريو آهي. هن خمار مان ماڻهو لهي ٿي چو لو؟ ڀلا سمجهه نه خمار ۾ پيو رهان نه؟

ڀوءِ ۾ جيل مان ڇڙڻ جي ڏاڍي خواهش هيم، جهڙي اڳ نه جاڻان. بمبئي ۾ ڪانگريس جو اجلاس ختم ٿي ويو ۽ نومبر ۾ ۽ مرڪزي اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون ۽ ويون. ذري گهٽ سمجهيم نه هاڻ ڇڙڻ جو وارو آيو ڪي آيو.

پر جلدئي اُلٽيون خبرون آيون ته خان عبدالغفار خان گرفتار ٿيو ۽ ساڻس گڏ ٻين ملڪ ۾ موٽڻ مهل حڪم ڪڍيا ويا، اِهي حڪم ۾ نه الساليسه ۽ نه فضيلت هئي. اهي حڪم اهڙي شخص لي ڪڍيا ويا هوا جو ملڪ جو محبوب هو ۽ جو پنهنجي بيماريءَ جو ذرو ۾ خيال نه ڪري پتا سان انتڪال سمي ملڻ آيو هو.

پٽين مان شيشن سان ايترا خال هوا. سو ٿڌي تازي
هوا جي ڪمي ڪانه هئي. ٿڌ وڌي ته ڪيترين
دريون ڪاٺاري جي ٽڪرن سان بڪيون وييون.
هن وڏي ديوانخاني ۾ آءٌ يڪالو اعليٰ شان سان ٿي
رهيس. ۾ هر ويرو اڪيلو نه هوس، ڇو جو درجن ٻه
جهرڪين جو ڇنل ڇت ۾ آکيرا تاهي اچي ويٺو.
وقتي ڪوريل ڇيل بادل پاڇي دردرين اندر ڇاڻجي
تاري پساري ويندو هو.

روز سانجهن جو پنجين بجي روٽيءَ کان پوءِ اندر
بند ٿيندو هوس؛ وري صبح جو ستين بجي ڪنجين
سان ڪلف کلندا هوا. ڏينهن جو بوراڪ ۾ اندر يا ٻاهر
يارنهن ۾ اُس جي تڙڪي ۾ ويهي پاڻ گرم ڪندو هوس.
ديوار پنيان ميل کن ٻري هڪ جبل جي چوٽي مس
ڏسي ٿي سگهيس. باقي مٿان نيلو گنبذ؛ منجهس بادلن
جي جهرمر منهنجائي هوا. بادل به گهڙي گهڙي ويس
بدلائيندا هوا، جي ڏسي ٽڪبوئي ڪين هوس.
منجهن من موج موجب دنيا جي جيون مرن جون
سڀ شڪليون پسندو هوس. وري آئي ٿي سڀ
پاڻمرادو ملي جڻ هڪ اونهون عميق ٿي پوندا هوا. يا ته
پائيندو هوس ته سمنڊ جو ڪنارو آهن؛ دنيا جي
درختن مان هوا جا سوسات جڻ ڪناري تي لهرن
جي لس ليٽ واري پڻ جهڻ ڪندا هوا.
ڪنهن مهل وري ڪو بادل جڻ پهلوان وانگر پٺتو ٿي
اسان ڏي ڏوڪيندو ايندو هو ۽ آئي ٿي ڇڙو ڇڙ
ڇات وانگر ڇاڻجي هليو ويندو هو.

لنڊڙي ڪمري کان هيءَ شاهي بوراڪ وڌيڪ

مهل جڏهن ڪوهن پٽو ۾ لٿو هوندو ۽ اهڙي سن ڏسي وچي هيءُ جو ساهه منجهي ٿو. اوڏي مهل وڄ شايد بجليءَ جي تارن ۾ جهڙڪي پٽ جهڙ پڌجي ٿي ۽ آسمان کيا تارا ڊرا ڏهنبيرا ۽ وڏيڪ لڪا لظر اچن ٿا. پر پهاڙ پربت اگر روپ ڌاري گهورڙون- ڪن ٿا ۽ انسان هن اسرار اڳيان ڏڪي ڪنبي ٿو. جيئن باسڪل ڪوي چوي ٿو ته ماڻهوءَ کي "هن بي انت سن سانت ۾ هيبت ولي وڃي ٿي." تان ترائين پٽن برالبون اهڙيون سعاٿي واريون نه ٿيندڙيون آهن. جيون جنتن جي چرپر بند جي ٿي ۽ جانورن جيتن جي جهرلڪهار ۽ ٻڌ حهڙ راس جي سانت ٽوڙي ٿي. پر راس جي لڏ ۽ جاپا اچا پريرا هوا. جيئن سفر ختم لڳو لي هو ليڻ رستي ور ڪاڏو ۽ ڪڪر ۾ ٽڙي پکڙي ويا. ٿيون لظارو ڏسي حيرت ۽ خوشيءَ وچون جڏهن دلڪ رهجي ويس. ٻوي ٻوي ڪان ٻٻلن جي مٿان هماليه پربت جون برفي چوٽيون سج ۾ ٻهڪي رهيون هيون. جڏهن جگن جا جوڳ ٻيائي، اڱر آلڪ ٿي، مؤن ڌاري هند ديس جا ٻيلوان وڪپال ٿي ٻهنا هوا. ڏسندي ٿي دل من جي ٽپي ٿي ٿار پيو ۽ سندن قائم دائم شان اڳيان. ڏيون وسٽي جيءُ چالاڪيون چترايون، ڪوڙ ڪپٽ، لالچون لوڀ سب لڄ ۽ خسيس لڳا.

آلمورا جو ننڍڙو حيل بٺاڙ جي هڪ ٽڪرڙ تي ٻڌل آهي. رهڻ لاءِ مونکي هڪ شاهي بوراڪ ملي جا اه ٽت لنبي ۽ ۱۲ فٽ ويڪري هئي. فرش ڪچو ۽ ڇت ٽني ۽ ڇت سڙيل کيل جنون جا پرزا هيٺ ٿي ڪريا. ٺنڍيس ڏيڍن ۽ هڪ دريا چنو نه

ويندا تڏهن اڪيون ٻوري انهن رنگن جو وڏي وڏي پيو درسن ڪندس.

هِت هُت جهوپڙين جا جهڳٽا پهاڙن جي پاسن لي جڙ چنبڙيل هوا ۽ پرسان زمين جي سٽين سڌي ڏري ٻوزي تي ڪنالن سان آباديون ڪيل هيون. پري کان پاڻ شاهي ڏاڪڻ جا ڏاڪا هئا جي هيٺ کان جبلن جي چوٽ تائين ويا ٿي. انسان پيٽ ڪٽوري لاءِ ڇا نه پگهرن جا ريلا وهايا هوا. ڪيئن نه پيٽ جي جهڙي تهڙي آجيوڪا لاءِ وهيو گهيو ٿي! الهن ڪيڙيل چنبن ڪري پهاڙن جا پاسا وسيل پئي لڳا ۽ هن پاسي وڏي ڪي گهاٽا جهنگ يا برفي اُٿاهيون سُن ۾ هيون.

ڏينهن جو ڏاڍو مزو هو ۽ جيئن سج چڙهندو ويو تيئن سندس گرماش جبلن کي سجيو ٿي ڪيو. پوءِ جڙ ڏور نٿي لڳا ۽ پير پيري ياري دوستي ڪيائون ٿي. پر ڏينهن نبرندي ڪيئن نه مهانڊو ڦري ٿو وڃين. ڪيئن نه سرد ۽ ڀيانڪ ٿي پون ٿا جڏهن "راڪاس جو راڪاس پرانگهون پائي دنيا ۾ ڦري ٿو" ۽ جهنگ جبل ڇڏي جيو وڃي لڪن ٿا ۽ پاڻ بچائين ٿا. چانڊوڪيءَ يا تارن جي منهن اونداهيءَ ۾ ڪيئن نه پهاڙ اسري آڪاس ۾ الوپ ٿي وڃن ٿا ۽ جڙ ڏنڌلي جسم هوندي به ڏهڪائين ۽ اسانکي هيسائين ٿا ۽ ۽ ماڙين مان هوا جا سين سين ڪندڙ سيا پا پهچن ٿا. ويچارو اڪيلو مسافر واٽ ويندي ڏڪي ٿو ۽ پاڻ نه جت ڪٿ خطرو ڏسي ٿو. هوا جا سوسات به جڙ مٿس ڪل چٽر يا للڪار ڪن ٿا. وڏي ڪنهن

موڪليو ويس. منجهس اکيون وڃهو وينا هواسين ته من ڀهتر ٿئي، پر اُلٽو بدلو ٿيندي. ٻن هفتن بعد صاف صاف، حالت بگڙي ويس. هيئن اکين اڳيان ڪيس پورڪندو ڏسڻ ۽ لوسڻ به ڏکيو هو ۽ فيصلو ڪيو ته هن ٿي حالت ۾ ڀاڙن ۾ پوالي ۾ وڃي.

پوالي ۾ وڃڻ ڪان ڏينهن اڳ موڪلائڻ لاءِ وٽس ويئي هليم. وري ڪڏهن ڏسندو سائس؟ ڏسندو سائس يا اصل نه؟ پر ٿنهن ڏينهن سرهي هئي ۽ ڪيس ڏسي آءُ به کيتون. ڏينهن کان پوءِ ڪم هلڪو ٿيس. ٽن هفتن کانپوءِ منهنجي بدلي به آلمورا ضلع جيل ۾ ٿي، جيئن ڪملا ويجهو هجان. پوالي واند ٿي آهي ۽ ويندي ڪملا سان ڪي ڪلاڪ گڏ ويٺس. ڪيس ڪجهه ڀهتر ڏسي ڏاڍو خوش ٿيس ۽ آلمورا ڏي هلڪيري، دل سان وڃيس. دراصل گڏجڻ کان اڳ ٿي جيل ڏسي آءُ سرهو ٿيو هوس.

جبلن ۾ پاڻکي ڏسي خوش ٿيس ۽ جيئن اسانجي موٽر، ڦيرو ڦري رستي تي سئون ڀاڱا لڳي ٿيڻ صبح جي ٿڌي هير ۽ لون لطارن دل کي ڀهار ڀهار ڪيو ٿي، جيئن چڙهندا وياسين ٿيڻ هڪ پاسي اوڙاهه ۽ ٻي پاسي جبلن جون چوٽيون. بادلن ۾ گم ٿي ويون. ساوڪ سبزي به ٿوري ۽ هاڻ چيل ۽ صنوبر جا درخت جت ڪٿ چاليل هوا. ٿپ ٿپ تي رستو ٿرندي سامهون جبل ڏسڻ ۽ هيٺ ماڙيون، جتن منجهان ننڍڙا چشما گڙگڙ ڪري رهيا ٿي. نيڻ پري پري دوش، ڪبر، جڏ ڪنهن پاڻي کي دان ٿي مليو، جهڙ ته جڏهن ٻند اندر هي ولگس خلاص ٿي

ڪيترن وچ وارن واتان اشارا مليم تہ جي ڪو انجام، لکت بنا ئي، ڏيندين تہ سزا جي باقي مدي تائين سياست ۾ بهرو نہ وٺندين تہ آزاد ڪيو ويندين. سياست تنهن مهل مونکي خواب خيال نہ هئي ۽ جا سياست پارهن ڏينهن ۾ اکئين ڏٺي هيم تنهن کان نفرت ٿي ڪاڌيم. پر انجام ڪيئن ڏيان! پنهنجن سائين، پنهنجن وعدن، پنهنجي مقصد سان ڪوڙو ڪيئن ٿيان؟ چا بہ ٿئي اهو ناشدني هو. انجام ڏيڻ معنيٰ پنهنجي پاڻ هٿن سان پنڻ، جو ڪجهہ مون لاءِ پوڄڻ جو هو سو برباد ڪرڻ. چوڻ لڳا تہ ڪملا جي حالت روز بروز نازڪ ٿيندي وڃي ٿي ۽ سندس پرسان هوندين تہ شايد موت جي چنبي کان بچي پوي. پوءِ سندس حياتيءَ جو سوال وڏو يا تنهنجي هوڏ ۽ همت جي ڳالهہ ڳري؟ انهن سوالن جي وَر چڙهان ها تہ خبر ناهي ڪهڙي دردشا کي رسان ها، پر شڪر جو هن طرح هي مونجهارو اڳيان نہ آيم. خبر هيم تہ خود ڪملا انجام ڏيڻ سخت ناپسند ڪندي ۽ ڪجهہ هلڪو ڪم ڪندس تہ صدمي کري تيهان ٻوڙي پوندي.

آڪٽوبر جي شروعات ۾ وري ملاقات لاءِ وٺي ويم. جوش بخار جي غشيءَ ۾ پيئي هئي. ڏاڍي آتو هئي تہ مان وٽس هجان، پر جيئن موڪلائي جيل ڏي ويس تيئن همت ٻڌي اشارو ڪري پٽڪي سان چيائين: ”هيءَ سرڪار سان وعدو ڪرڻ جي ڪهڙي ٻس پس پيئي هلي؟ ڏسج متان ڏئين!“

پارهن ڏينهن پاهر هوس. تڏهن ئي فيصلو ٿيو تہ ذرا پاڻ ڪٽي ۽ هڪدم علاج لاءِ ڪنهن سٺي هنڌ

حالت ۾ ڪملا مهنجي ٻهر گرفتاريءَ جو ڏک جهلي نه سگهندي. ۽ ٿيو به ائين. ڪن ڏينهن تائين اهو بندوبست ڪيو ويو ته ڊاڪٽر جي روزاني رپورٽ مون ڏي به موڪلي وڃي، اها رپورٽ به اوڏي رستي پهچندي هئي. ڊاڪٽر ٽيليفون رستي پوليس کي، پوليس جيل کي ۽ جيل موڪلي خبر ڏيندو هو. نه ڊاڪٽر سڌو جيل کي خبر ڏئي سو سرڪار کي پسند نه هو. پر هيءَ اهي مختصر رپورٽون هر ويرو روزانو نه پهچندون هيون. پوءِ اهي به بند ٿي ويون، جيتوڻيڪ ڪملا جي حالت بگڙندڙ هئي.

خراب خبرون ۽ وري خبرن لاءِ ترسڻ ڏينهن وڏي لي پيا ۽ راتيون نه کٽڻ هيون. وقت ڄڻ ٻوڙي پيا بيهي ويو هو يا ڪي جونءِ وانگر ٿي سرڪيو؟ ڪلاڪ ڪلاڪ وهه ٿي پيو. اڳي ڪڏهن به هي حال نه ٿيو هوم. اڏهن لڳم ٿي ته ان مهني ڪانئوءَ شايد ڇڏي ويندس، پر ٻه مهنا به ڇڪجي ٿي پيا.

پوري مهني ڪانئوءَ هڪ پوليس آفيسر ملاقات لاءِ گهر وٺي ويم، ٻڌايائون ته هن ريت هفتي ۾ ٻه ڀيرا، ٿوري وقت، ڪملا ملاقات لاءِ وٺي وڃبو. چوٿين ڏينهن سنيوڪي ويٺس- ڪجهه ڪونه آيو. پنجين، ڇهين، ستين ڏينهن- ڪجهه به ڪين ٿيو. ترسي پوليس، احوال آيم ته سندس حالت وري نازڪ ٿيندي ويئي ٿي. چيم ته هي مخولبازي ڇا جي ته ٿوري هفتي ۾ ٻه ڀيرا مهن ڏيکاريو ويندو.

ليڪن سيپٽمبر به لنگهيو. اهڙا لنبا ۽ ڏکيا ٽيهه ڏينهن حياتيءَ ۾ ڪڏهن ڪين گذاريا هيم.

## ٦٦- — وري بند ۾

”پٽ تي ٻاڇو پوڻ ۾ ڪا به رنڊڪ ڪانهي. مگر سج جا تروڙا، سياو موجب ڪٿي گهٽ ڪٿي وڌ؛ ڪٿ پيلا ڪٿ ڳاڙها، رنگ برنگي ٿين ٿا. ساڳي طرح ڏک سک کان هڪ ڌار شيءِ آهي. ٻر سک ۾ ڏکن جا ڪئين رنج عذاب آڏو اچن ٿا.“

(راجترنگڻي - آر. ايس پنڊت جو ترجمو.)

آءٌ وري نيني جيل ۾ آيس ۽ پالمير ته ٿين سر قيد شروع ٿو ٿئي. اندر وڃي ٻاهر، وري ٻاهران اندر- ماڻهو هوس يا رانديڪو؟ هيئن اچڻ وڃڻ سڀ جيءَ کي ڦٽڪا ٿو ٿي ۽ هڪ هنڌان ٻئي هنڌ وڃي نهي نڪي وهڻ سولو نه هو. پالمير ته وري ساڳي ڪوٺيءَ ۾ رکندم جنهن ۾ هيٺرو وقت رهي هڙي ويو هوس. اڳڻ ۾ گلن ڦلن جو باغ لڳو هو، جو منهنجي ڀيڻيوٽي رڃيت پنڊت پاڻ پوکيو هو. ڪمري اڳيان چڱوٽي وراندو هو. ٻر بوراڪ نمبر ٦ هن پيري هڪ نظربند جي حوالي هئي ۽ ساڻس گڏ رهائڻ سرڪار کي ناپسند هو. مونکي جيل جي ٻئي ڪنهن پاسي رکيو ويو جسو وڏيڪ بند هو ۽ جتي گل ڦل سبزيءَ جو نالو ڪونه هو.

ٻر جيل ۾ کهڙي هنڌ بند هوس سا کهڙي ڳالهه؟ منهنجو من نه ٻئي هنڌ قبضي هو. دپ هو مرنه هن نازڪ

واقف هوا ته جو پڪ خيال هو ته سرڪار مولكي آزاد
ڪري ها، پر راه ۾ پر ڪندڪون هيون؛ هڪڙو ته
بمبئي ۾ آڪٽوبر ۾ ڪانگريس جو ڪليل اجلاس ٿيڻو
هو ۽ ٻيو ته نومبر ۾ مرڪزي اسيمبليءَ جون چونڊون
هيون. ڪانگريس مولكي مڪمل فري ڪري ڏيڻ ٿي چاهي. انهيءَ ڪري آزاد هولڊس ته شايد ٻئي موقعن تي ڪا ڳڙٻڙ مچائيندس
لنهنڪري ممڪن هو ته وري جيل ۾ اماڻي ٿي مهني
بعد ڇڏيو ويندس. پر سا ڳالهه به غيرممڪن ته هئي ته
هيٺر ٿي ڇڏيو وڃان ۽ جيئن ڏينهن لنگهندا ويا تيئن
اهو خيال زور وٺندو ويو. ڏري گهٽ نهي لڳي وينس.
بارهون ڏينهن آگسٽ ٢٣ تاريخ هو ۽ پوليس جي
موٽر ٻاهر اچي بيٺي. پوليس عملدار اچي چيم ته
مهرباني ڪري مون سان گڏجي ايئي جيل ڏي هلو.
سيٺي سان موڪلائي لڪتس. جيئن موٽر ۾ ويٺس ليڻ
ماتا جي بيماريءَ جو بسترو ڇڏي ٻاهون ڪٽي ٻاڏالبندي
مون ڏي ڊوڙندي آئي. ڪيترن ڏينهن تائين سندس
منهن مولکان وسريو ئي نٿي.



را تہ يلي پيون کهڙيون ٻ جماعتون چونڊن ۾ وجي
رو وڃن، ۽ ڪانگريس نہ وڃي- شايد سنڌ ن اِهوئي
طلب هو تہ فرقيوار جماعتن لاءِ ميدان خالي هجي.
هين گهرو جهيڙن جهڳڙن تي ڏاڍي ٻيهان آيم تي ۽
چيم تہ اساڃي سياست ڪيڏانهن ڳهرِ ڪندي ٿي وڃي.
منهنجو سُر هن بيتالي سان ٺٺي مليو ۽ جڏهن پنهنجي شهر
۾ پاٺڪي ڏاريو پٺي سمجهيم. دل ۾ چيم تہ ٻهڙين
حالتن ۾ جڏهن سچ پچ هنن معاملن جو ٻيرو ڪرٽو
پوندم، تڏهن ڪهڙا حال ٿيندم؟
ڪملا بابت گانڌيجيءَ کي احوال ڏنم. جڏهن جيل
۾ اچ نہ سيان موٽي وڃڻو هوم تڏهن چيم تہ هي وجهہ
نہ وڃايان ۽ گانڌيجيءَ سان پنهنجي دل جو ٻہ حال
ڪچ اوريان. تازن واقعن مونکي نهايت ترش تلخ ڪيو
هو ۽ تنهن ترشيءَ جي خط ۾ ٻہ ذرا جهلڪ هئي. خط ۾
اٿين ڪين ڏسيم تہ ڇا ڪجي يا نہ ڪجي؛ مون فقط
ٻڌايو تہ ٻاهرين واقعن جو منهنجي دل تي ڪهڙو اثر
ٿيو هو. خط ۾ پنهنجا جوش جذبا مشڪل روڪي
سگهيس ۽ پوءِ ٻڌم تہ خط پڙهي گانڌيجي ڏاڍو دکي ٿيو.
هڪ ڏينهن گذريو، ٻيو ٿيون گذريو ۽ پانيم تہ جيل
جو سڌ ٿيندو يا تہ سرڪار ڪونہ ڪو اطلاع ڏيندي.
وقت بوقت خبر ملندي هيم تہ سياٺي يا پريهن سرڪار
وٽ يڪ اطلاع ڏيندي. في الحال ڊاڪٽرن کي هدايت
هئي تہ روز ڪملا جي صحت بابت رپورٽ سرڪار
ڏي موڪلي وڃي. منهنجي اچڻ کان پوءِ ڪملا جي
حالت ذرا سڌري هئي.
عام خيال هو ۽ جي حڪومت جي راز مان اڪثري

مولڪي پسند هئي. پر پارٽيءَ اندر عجيب غريب اچي
مڙيا هوا ۽ جي پاڻ هجان ها ته ڏورڪي وچي ميمبر
ڪين ٿيان ها. ڪجهه وقت مڪاني سياسي ڪمن کي
به ڏيڍو پير، ڇو جو ڪيترن هنڌ ڪانگريس ڪاميٽين
جي چونڊ وقت ڏاڍي ترشي پيدا ٿي هئي. سا به
اصولي سببن ڪري نه پر شخصي ڳالهين ڪري. اهي
شخصي جهڳڙا جهيڙا دور ڪرڻ لاءِ به مولکي چيو ويو.

اهڙن ڳالهين ۾ پوڻ جو ڏرو نه خيال ڪونه هوم ۽
ٽڪي ڪي وقت هوم. پر تنهن هوندي به ڪي
حقيقتون ڪين ٽاڻين ڀيٽيون، جي پڌي ڏاءِ ۽ ارمان
ٿيم. ڏسي عجب ڪاڌم ته ڪيئن نه ماڻهو مڪاني
ڪانگريس جي چونڊن تي هيڏي جوش ۾ ٿي آيا.
جي ٽالو چڙهيا هوا سي وري اهي جي طرح طرح جي
خانگي سببن ڪري جنگ جهل ميدان مان هٽي پري
ٿيا هوا. هل چل بند ٿيندي اهي سڀ ختم ٿي ويا
۽ اوچتو ٽڪري پاڻ سخت ۽ اڪثري اڻ سهائيندڙ
جڪريون ڪاڙ لڳا. ڪيئن نه هڪ ڏرپيءَ کي بدنام
ڪرڻ لاءِ سڀ مرحلا پلجي ٿي ويا. خاص ارمان
ٿيم جو مڪاني چونڊن جي صدقي ڪملا جي ٽالي،
بلڪ سندس بيماريءَ جو فائدو ورتو ٿي ويو.

ٻين وڏن سوالن مان گڏ مرڪزي اسيمبلي لاءِ ايندڙ
چونڊن بابت به خوب بحث هليا ٿي. ڪيترا نوجوان
جا گروهه چونڊن ۾ بهرو وٺڻ جي خلاف هوا. سندن
ليکي ڪانگريس وري وڃي قانوني ۽ تڏن ٿرين ڪمن
۾ ڦاسندي. پر وٽن ٻيو ڪو پروگرام ڪونه هو. وري
عجب نه مذهبن کي اصولي طور اهڙيءَ خيال جا

جنهن مان واقف نہ هوس. هالو چالو سياسي مشڪلاتون پيش ڪري سوال ٿي پڇيائون پر جواب ڏيڻ ڏکيا لڳيم. منهنجو من ڪملا جي بيماريءَ پر لڳل هوءَ جيل اندر هيتري اڪيلائي ڪانپوءِ دليا جا جيترا جاڳندا سوال حل ڪرڻ سولا نٿي لڳا. گهڻي آزمودي مان ڏٺو هوم تہ جيل واري ٿورڙي خبر چارونءِ ڪا ٻاهرين حالت پوريءَ طرح پروڙي نٿي سگهجي. تنهن لاءِ اڪثين ڏسڻ ۽ ملڻ ضروري هو. بيءَ صورت پر رايو ڏيو پر اهو ڪاڳر ٿي ۽ ڪارگر نہ ٿيندو. پيو تہ گانڌيجيءَ ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي رفيقن سان صلاح ڪرڻ بنا ڪانگريس جي پالسيءَ بابت ڪجهہ چئي ڏيڻ سان انصاف نہ ٿيندو. گهڻو ئي ڪجهہ ٿيو هو جنهن ڪري من ۾ آنڌ مانڌ هيم، پر ڪي بہ نيڪ هدايتون ڏيڻ لاءِ تيار نہ هوس. نہ هيئن جيل مان ڇٽڻ جي ڪل هيم ۽ نہ انهيءَ ڏس ۾ پهہ پڇايا هيم.

اهو بہ خيال هوم تہ سرڪار مروت ڏيکاري مونکي استريءَ سان ملڻ ڏنو هو. سو هي وجهہ وٺي سياسي مشغوليون ڪرڻ مونکي نہ جڳائي. ڪو اهڙو انجام اقرار ڪري نہ نڪتو هوس، پر تہ بہ مرجاتا جو خيال ضرور هوم.

اجاين افواهن کي رد ڪرڻ بنا ڪي بہ بيان ڪونہ ڪڍيم، خانگي طور بہ، ڪنهن بہ ڪي پالسيءَ سان پاڻ ڪين ٻڌم، پر جيڪي ٿي گذريو هو تنهن بابت خوب من زبان ٿاريم. ڪانگريس ساميوادي پارٽي نئي تيار ٿي هئي ۽ منهنجا ڪيترا عزيز دوست منجهس هوا. جيتري قدر خبر مليم اوتري قدر سندس عام پالسي

چيل هوس ۽ جيتوڻيڪ چوندا هوا ته مون ڀرايا ڪي
ٻارانا کيل هوا، ته به منهن پٽ پڌرا ڪري ٿي ڇڏيا،
مٿو ڪجهه گنجو، وار اڇا، شڪل ۾ گهنج ۽ اکين
هيٺان ڇانو. ٻين ڄڻن ورهين جي هڙ ٻهراڙ ۽ سختين
سورن ٻنهجي ڇر ڇاپي هئي. اُهن سالن ۾ جڏهن
ٻئي ڄڻا گڏجي ڪٿهن نئين هند وڃي اڪرندا هواسين،
ته اڪثر ڪي هي وت! ماڻهو پاڻيندا هوا منهنجي ڌيءَ
هئي. ٻلا ٻئي ٻاڻهر ڀينر ٻئي لڳيون.

شاديءَ جا سچا سارا اوڙهن سال! ڀر ٿي مان گهڻا
مون جيلن اندر ۽ هن اسپتالن ۽ صحت گهرن ۾ ڪاٽيا
هوا؟ هينئر به آءٌ سزا هيٺ چند روز آزاد ڪيو ويو
هوس ۽ هوءَ منهنجي جان لاءِ تڙپي رهي هئي. ٻيءَ جي
سنڀال نه لهڻ ڪري ڏرا مٿس ڏمر لي ٿيم. ٻر سو به
ڪيئن ڪريان، جو جو سندس دل ڪم لاءِ ٽڪڪي
لي ٻر هيئن بستري لي ٻئي رهڻ ڪري بيزار هئي.
جنگ آزاديءَ ۾ ٻهرو نه وٺي سگهڻ ڪري نه ٻير ڪو
ڪم لي ڪري سگهي ۽ نه پورو علاج لي ڪيائين.
اندر جي آگ جڏ سندس بدن کي کائي کپائي رهي هئي.

ٿڌهن ٻلا جڏهن مونکي سندس هبڏي گهرج هئي
هوءَ مونکان جدا لي ويندي ڇا؟ هينئر لـ هڪ ٻئي
کي پورو سمجهڻ ۽ قدر ڪرڻ لڳا هواسين. اسانجي
گڏيل زندگي هاڻ مس لي شروع ٿي. هينئر لي ته
هڪ ٻئي جو آسرو لي ڪبترو نه ڪم گڏجي ڪراٿو
هو. اهي سب خيال جڏهن سندس سنڀال وٺندو هوس
ڏينهن رات من ولوڙيندا هئا.

ڊوسب ساٿي گڏجڻ آيا، گهڻوئي ڪجهه ٻڌايائون

۽ ايتري قدر غلطان ٿي ويس، جو ڪملا الائي ڪيئن
مونکان ذري گهٽ وسري ويئي ۽ مون ڪيس تنهن
ويل پنهنجي پناري ڪٽي ڪيو جنهن ويل منهنجي هٿ
جي خوب گهرج هيس. منهنجو پيار رهيو، بلڪ وڌيو
۽ دل کي وڏو آئت هوم ته وقت تي دل تي ٿڌو
ڇنڊو وجهي ٺاريندي، مونکي تازو توانو ڪيائين ٿي،
پر پاڻ ته منهنجي لاپرواهيءَ ڪري سڙ ٿي سنا هوندائين.
هيٺ ڪيس ڇڻ وساري ڇڏڻ ۽ سڌ نه لهڻ کان مٿس
ڪو رنج ڏمر ڪريان ها ته شايد بهتر ٿئي ها.

پوءِ ته سندس بيماريون ۽ منهنجون گرفتاريون
ٿيون، جڏهن فقط جيل ۾ ٿي ملاقاتون ٿينديون هيون.
اهنسڪ هل چل ڪري هوءَ فوج جي اول قطار ۾ ٿي
بيٺي ۽ جيل ويندي جشن ڪيائين ٿي. اسين هاڻ
هڪ ٻئي کي وڌيڪ ويجهو ٿيندا ٿي وياسين. اسانجون
رکي رکي ملاقاتون اسان لاءِ ملهه مهانگيون ٿي پيون
۽ ڏينهن ڳڻيندي واجهائيو هو. هڪ ٻئي مان ڪڪ
ٿيڻ يا ٿڪجي پوڻ ڪونه هو، ڇو جو ملاقاتن تي يا
ٿورو وقت گڏ رهندي پاڻ مان نئين تازي بوءِ بهار
جي پيئي ايندي هئي. هوءَ مون ۾ آءٌ منجهس ايون ڳالهيون
پيو ڏسندو هوس، پوءِ ڪري جيڪي ڏئو سين تي
سرو ٿيو ٿي يا نه. جوانيءَ جي روساميءَ ۾ به ڪجهه نه ڪجهه
باراٿو ٿي هو.

ارڙهن سالن کانپوءِ به اچا ننڍي اڙورلي ڪنوار
پئي لڳي. وڏ وڙ استريءَ جي لهس به ڪانه لڳي
هيس. ڇڻ ڪالهه ڪنوار ساهري گهر بيٺي هئي. ٻر
آءٌ گهڻو بدلجي ويو هوس. عمر سارو وڙ ٿو، چست ۽

من انهيءَ جنتا ۾ چڪناچور ٿي منان منهنجي ٻرپٽ
مو لڪان موڪلائي هلي. اسانجي شاديءَ کي هاڻ ستاوا
ارڙهن سال ٿيا ۽ منهنجو من شاديءَ جي ڏينهن کان
وٺي اڄ ڏينهن تائين جا ٿيو هو تنهن ڏي ڊوڙيو.
ننڍن آءٌ ڇوڪري ۽ هوءَ سترهن ورهين جي سنهي پتلي
ٻولي ٻالي ڪماري هئي. ٻاهر عمر جو ڦڪو ئي فرق،
لنهنڪان وڏيڪ خيال ويچار ۾ فرق، ڇو جو آءٌ ڪانئس
گهڻو وڏيڪ پڙهيل پختو هوس. پر آءٌ ڏاهو سياڻو
لڳندي ۽ ڇوڪراڻي مزاج جو هوس ۽ اُنس مس سمجهہ
نہ هوءَ نہ هڪ ڪومل نازڪ ڪماري هئي، جنهنجو
من ڪنول وڪاس ڪري رهيو هو ۽ جنهنکي سار سنڀال
جي ضرورت هئي. هڪ ٻئي ڏي ڇڪ ٿي ۽ ٻاڻ ۾
لهي پئي هلياسين. پر منهنجي بناوت جو بنياد اوڙ ۽
سندس اوڙ ۽ ٻنهي جو ٻاهر ميل جهول نہ هو. انهي
ناموافقت ڪري وقتي اَڻ بڻت ٿيندي هئي ۽ لنڊڙين
ڳالهين تي ڪٽ ڦٽ. پر سي ڇوڪراڻا تڪرار گهڻو وقت
نہ هلندا هوا ۽ جلدئي ٻاهر ٻوجهي ٻولندا هواسين. ٻنهي
جو سياو لکو ۽ ڏکئو ۽ ٻنهي کي ٻاراڻي هونڌ. پر ٿيئن
هوندي ۽ پيار وڌندو ويو، جيتوڻيڪ ناموافقت
آهستي آهستي گهٽي. شاديءَ کان ايڪويهہ مهنا پوءِ
اسانجي هڪ ٿي ٻار اندرا جو جنم ٿيو.

اسانجي شادي ۽ ننڍن ٿي چڙهن ملڪ جي سياست
نئون رنگ روپ ورتو ۽ آءٌ تنهن ۾ جذب ٿيندو
ويس. اهو "هوم رول" وارو زمانو هو. جلدئي پوءِ
پنجاب ۾ مارشل لا ۽ اسهڪار هل چل آيا، تان جو آءٌ
لوڪي ڪمن جي چڪر ۾ وڪوڙجي ويس، اُنهن شغلن

## ٦٥ — يارهن ڏينهن.

ميانَ کي پورو ڪيو تلوار نيٺ
روح باقي سينو ٿيو بيڪار نيٺ

منهنجي آزادي ٿوري وقت لاءِ هئي. اشارو ڏنائون ته ڏينهن يا ٻه يا چار جيسين ڊاڪٽر ضروري سمجهندا. بي بقا قصو هو، جنهنڪري ڪجهه به ويهي سانهه ستيءَ ۾ ڪري نٿي سگهيس. ڪو مدو چاڪائين ها ته سمجهي وٺان ها ۽ اهڙي طرح وقت سڪيارٿو ڪريان ها. هاڻ ته ڪنهن ۽ ڏينهن ڪنهن ٻه گهڙيءَ جهلي جيل ڏي اماڻي سگهيا ٿي.

مون لاءِ هيءَ اوچتو ڦيرو هو ۽ آءٌ تنهن لاءِ بنهه تيار نه هوس. هوڏانهن خلوت خيالي ۽ هيڏانهن سڄو گهر ڊاڪٽرن، نرسن ۽ مٽن مائٽن سان ٽمٽار. منهنجي ڌيءَ اِندرا به شانتينڪيتن کان آئي هئي. ڪئين يار دوست به ملڻ ۽ ڪملا جي چڱيلائي پڇڻ لاءِ آيا ويا پئي. رهڻي به اوڙ ئي هئي ۽ هڪ پاسي گهر جا سک آرام ۽ ٻئي پاسي سنو ڪاڏو. پر سڀ جي مٿان ڪملا جي بيماريءَ جي چنتا ڇانيل هئي.

بستري تي ضعيف جهنجهٽو بت ڇڏ هڏن جو هڪ پڃرو پيو هو، جو مرض سان ٻڃي نٿي سگهيو.

۽ ڪيعري قدر غلط. دل ۾ آيم ته ٿلر ڪٿي، ڪاڳر تي لکندس ته خيال ويچار ليک ۽ پيرالتو ليندو. من ڪيهن ڪم ۾ لڳي وڃي پيو ليندو ۽ هن وماس ۽ مايوسيءَ کان ڇٽي پوندس. سو جون ١٩٣۴ ۾ هيءُ جيولي شروع ڪيم ۽ هاڻ الن مهنن کان وٺي جڏهن ڪڏهن مُوچ ۾ آيس ٿي لڏهن ٿلر ڪٿي لکيو الر. وچ ۾ ڪي وٿيون اهڙيون ۽ ببيون جڏهن ٿلر ٿئي هليو. ٿي پرا مهنو مهنو اها ڪار ٿي. ۽ ڪم وچ ٿي ته ڇڏيم. هاڻ سٺر جي پڄاڻيءَ ڪي اچي ر سيو آهيان، گهڻو ڪم لڏهن لکيو الر جڏهن دل أداس ۽ أڪيل هيم، لنهنجو قدري اظهار لکت ۾ ملي، ۾ سو لکندي ٿي حال جي خٿن غمن مان ڇٽي هلڪو ٿيس. لکڻ وٺل اکين اڳيان پڙهندڙ ڪونه هيم. آءٌ ته پاڻ لاءِ لکي رهيو هوس؛ سوال جواب پاڻ سان پنهنجي لاءِ ٿي ڪيم ۽ وقتي لنهن مان وللدو ۽ لبندي هيم. مرضي هيم ته پاڻ سان سچو ٿي خيال ڪريان ۽ جيم ته گذرني ٿي هيٺن سوسوري لظر ڦيريندي لنهن ۾ ڪامياب ليندس.

جولاءِ جي آخر ڏاري ڪملا جي صحت بگڙندي ليت لهايت لازڪ حالت کي وڃي رسي. آگسٽ ١١ اوچتو ڏهرادون جيل مان ڪڍي پوليس پوري سان مولکي رات جو الله آباد امالبو ويو. ٻئي ڏينهن سانجهن جو پرياگ اسٽيشن تي پهتاسين، جتي ضلع ماجسٽريٽ ڄاڻايم ته بيمار استريءَ سان گڏجڻ لاءِ ڪجھ وقت آءٌ آزاد ڪيو ٿي ويس. گرفتار ٿئي پورا ڇهه مهنا ٿيا هوا.



هوڏانهن حڪومت پاڻءِ ڪڳيون ٿي ماريون، جيو
نافرمانيءَ جي هل چل ۽ سندس انش اولاد نپوڙڻ ۾
سرڪاري پاليسي سندس ليکي ڪامياب ٿي هئي.
جڻ جراح ڪو بڇڙو عضوو وڍي ڦٽو ڪيو هو. پر مريض
مٿو يا بچيو تنهن ۾ سندس ڇا؟ هن ۾ سٺيائين ته معمولي
قيد ڦار سان ساڳي دٻاءَ جي نيتي اڃا هلائبي، پوءِ
ڪري ڪانگريس في الحال اڳيئي هٽي هئي. سمجهائين
ته جيسين بنيادي مسئلا حل نه ٿيندا تيسين ڪانگريس
جي قومي پاليسي وقت ڏسي ٿورو ڦرندي ۽ جان ٿي
سرڪار ڪجهه ڍر ڏيندي تان ٿي شايد اڳي کان وڌيڪ
لوڏا لڳائيندي. ائين به شايد سمجهي ويٺي ته گرم
ڌرين کي، چاهي ڪانگريس ۾ يا مزورن ۽ ڪسانن ۾،
دٻائڻ ڪري ڪانگريس ۾ هرو ڀرو نرم اڳوان ناراض نه ٿيندا.

ڏهرادون جيل اندر منهنجي ويچارن جي ڌارا هن
طرح ٿي وهي. سچ پچ ته ٻاهر جو ڪجهه وهيو واپريو
ٿي تنهن بابت آءٌ ڇٽا ۽ صحيح رايا ٺاهي نٿي سگهيس،
ڇو جو آءٌ ٻڌيرو پاسيرو هوس. عليپور جيل ۾ ته بنهه
بي خبر بي سڌ هوس. ڏهرادون ۾ هڪ سرڪار جي
چونڊيل اخبار منجهان ڪاٽ ڪوٽ ڪيل هڪ طرفو
سڌ سماءُ پيم ٿي. بنهه ممڪن آهي ته ٻاهر سائين سان
صلاح ڪريان ها ۽ پاڻ حالتون اپاسيان ها ته پنهنجا
رايا قدري بدلايان ها.

حال کان بيزار ۽ دل شڪستو ٿي ماضيءَ ڏي اکيون
کڻي ورايم ۽ ڏٺم ته جڏهانڪر مون عام جي ڪم ۾
هٿ گهنديو هو تڏهانڪر هند جي سياست ۾ ڇا ٿيو
هو. ٻڌايوسين تنهن ۾ ڪيتري قدر صحيح هواسين؟

جي خلاف آهن سي قوم جي خلاف، سماج جي خلاف ۽ مردار دل سمجهيا ويندا، جن جو زور گهٽائڻو يا مٽائڻو آهي. ائين آهي ته ڪنهن به سلطنتشاهي خلاف قومي تحرڪ ۾ ڪئين ڌريون شامل ٿي سگهن ٿيون، ڇو جو اها تحرڪ سماجڪ ڪشمڪش کي ويجهو ٿئي وڃي. ساڳيءَ طرح ڪانگريس ڪري ڇڏجي ته ملڪ جي سيني ماڻهن جي عيوضي هئي ۽ منجهس ڪئين اهڙا نيارا گروهه اچي ڪنا ٿيا جي فقط سلطنتشاهي خلاف يڪراء هوا ۽ تنهن مخالفت بابت به ڪن جو گهٽ ڪن جو وڌ زور هو. جي شخص هن بنيادي سوال ٿي شامل نه هوا سي ڪانگريس جي ٻاهر رهيا ۽ ٿورو گهڻو سرڪار جا وڃي حامي ٿيا. تنهنڪري ڪانگريس هڪ قسم جي قائم سيني ڌرين جي ڪانگريس ٿي پيئي، جنهن اندر ڪئين قسمن جا گروهه هوا جن جو وري پاڻ ۾ ڪجهه نه ڪجهه فرق هو. ۾ سيني جو هڪ ساڳئي مقصد ۾ ايمان هو ۽ سيئي گانڌيءَ جي سڏ سڳي ۾ پوئل ڳنڍيل هوا.

ٿورو پوءِ ورڪنگ ڪاميٽيءَ پنهنجو طبقن جي جنگ بابت نهراو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. نهراو جا لفظ ۽ جيڪي ڇيل هو سي اهڙا مکيه نه هوا، پر جيڪو رخ رستو ڪانگريس وٺي رهي هئي، سو تنهن مان پڌرو هو. ظاهر هو ته اهو نهراو ڪانگريس جي نئين ڪائونسلن واري گروهه جي اثر هيٺ پاس ٿيل هو، جنهن گروهه کي ايندڙ مرڪزي اسيمبلي جي چونڊن وقت سڪين آسودن جي مدد گهربي هئي. انهيءَ اثر هيٺ ڪانگريس ساڄي طرف لمي نرم ۽ تنگ دل

اشارا ڪيل جنگ ڏي ڪنين
حالتن هيٺ طبقن وچ جنگ جي ليڊر پاڻ جانبدار ٿي ته
هوا. ور ڪنگ ڪامبئيءَ جي جنگ بر اعتبار هو سو
جنهن شخص جو طبقن جي ميمبر به ٿي نٿي سگهيو. ڪنهن
ڪانگريس جو رواجي ميمبر ته مڙهي هئي ته
ته ڪڏهن ڪانگريس لي اها لهمت هئي يا خالگي ملڪيتن
ڪانگريس ساميواد مت جي لي هئي يا اهڙا رايا هوا ۽ هائ
خلاف هئي، پر ڪن ميمبرن جا اهڙا رايا هوا ۽ هاڻ
لڳو ٿي ته اهي هن شاهي قومي پارٽيءَ جا رواجي
ميمبر به ٿي نٿي سگهيا.

ڪانگريس قوم جي ڪنين پرا چيو ويو هو ته ڪانگريس قوم جي
عيوضي هئي، جنهن اندر سڀ گروهه ۽ طرف، امير
ڪان فقير ثانين اچي ويا ٿي. قومي تحريڪون اڪثري
اها دعوي ڪنديون آهن، جنهنجي شايد اهائي معني
نڪرندي آهي ته قوم جي جهجهي گهڻائي جون
عيوضي آهن ۽ سندن پاليسي سيني جي ڀلي ڪار
آهي. پر اهڙي دعوي ڏک ته جهلي سگهندي، جو
جو ڪاه سياسي جماعت جا مخالف مطالبن ۽ غرض
جو بچاو ڪري ٿي سا بي شڪل، بي رنگ ۽ بي معني
جماعت لسي بوي ٿي. ڪانگريس يا ته اها سياسي
پارٽي آهي جنهنکي ڪو چٽو (يا ڏنڊلو) مقصد، سياسي
طاقت هٿ ڪرڻ جو طريقو، ۽ هٿ ڪري قوم جي
ڀلي لاءِ عمل بر آڻڻو آهي. يا ته ڪانگريس هڪ ڪبر خوا
۽ دکين جي سهائتا لاءِ هڪ جماعت آهي، جنهنکي
ڪي به رايا ناهن ۽ جا سڀني جو خير گهري ٿي. اهڙي
جماعت فقط انهن جي عيوضي ٿي سگهي ٿي جي
پنهنجي سندس مقصد ۽ خيالن سان متفق آهن. جي

جي خلاف آهن سي قوم جي خلاف، سماج جي خلاف
۽ مردار دل سمجهيا ويندا، جن جو زور گهٽائڻو يا
مٽائڻو آهي. ائين آهي ته ڪنهن به سلطنتشاهي خلاف
قومي تحرڪ ۾ ڪئين ڌريون شامل ٿي سگهن ٿيون،
ڇو جو اها تحرڪ سماجڪ ڪشمڪش کي ويجهو لٿي
وڃي. ساڳيءَ طرح ڪانگريس ڪري چئجي ته ملڪ
جي سڀني ماڻهن جي عيوضي هئي ۽ منجهس ڪئين
اهڙا نيارا گروهه اچي ڪٺا ٿيا جي فقط سلطنتشاهي
خلاف يڪراء هوا ۽ تنهن مخالفت بابت به ڪن جو
گهٽ ڪن جو وڌ زور هو. جي شخص هن بنيادي
سوال تي شامل نه هوا سي ڪانگريس جي ٻاهر رهيا
۽ ٿورو گهڻو سرڪار جا وڃي حامي ٿيا. تنهنڪري
ڪانگريس هڪ قسم جي قائم سڀني ڌرين جي
ڪانگريس ٿي بيٺي، جنهن اندر ڪئين قسمن جا گروهه
هوا جن جو وري ٻاهر ڪجهه نه ڪجهه ڦرق هو. پر سڀني
جو هڪ ساڳئي مقصد ۾ ايمان هو ۽ سڀئي گانڌيءَ
جي سٽي سگهي ۾ پورل ڳنڍيل هوا.

ٿورو پوءِ ورڪنگ ڪاميٽيءَ پنهنجو طبقن جي جنگ
بابت نهراو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. نهراو جا لفظ
۽ جيڪي چيل هو سي اهڙا مکيه نه هوا، پر جيڪو
رخ رستو ڪانگريس وٺي رهي هئي، سو تنهن مان
پڌرو هو. ظاهر هو ته اهو نهراو ڪانگريس جي لئين
ڪائونسلن واري گروهه جي اثر هيٺ پاس ٿيل هو،
جنهن گروهه کي اينڊز مرڪزي اسيمبلي جي چونڊن
وقت سڪين آسودن جي مدد گهربي هئي. انهيءَ اثر
هيٺ ڪانگريس ساڄي طرف لمي نرم ۽ تنگ دل

حالتن هيٺ، طبقن وچ جنگ ڏي ڪنهن اشارا ڪيل هوا. ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ٺهراءَ ۾ ڄاڻايو ويو ته جنهن شخص جو طبقن جي جنگ ۾ اعتبار هجي سو ڪانگريس جو رواجي ميمبر ٿي نٿي سگهي. ڪنهن نه ڪڏهن ڪانگريس تي اها تهمت نه مڙهي هئي ته ڪانگريس سامراج مٽ جي ٿي هئي يا خانگي ملڪيتن خلاف هئي، پر ڪن ميمبرن جا اهڙا رايا هوا ۽ ظاهر لڳو ٿي ته اهي هن شاهي قومي پارٽيءَ جا رواجي ميمبر ٿي نٿي سگهيا.

ڪئين ڀيرا چيو ويو هو ته ڪانگريس قوم جي عيوضي هئي، جنهن اندر سڀ گروهه ۽ طرف، امير کان فقير تائين اچي وڃن ٿا. قومي تحريڪون اڪثر اها دعوا ڪنديون آهن، جنهنجي شايد اهائي معنيٰ نڪرندي آهي ته قوم جي جهجهي گهڻائي جون عيوضي آهن ۽ سندن پاليسي سڀني جي ڀلي ڪاڻ آهي. پر اهڙي دعوا ڏک ته جهلي سگهندي، جو جو ڪا به سياسي جماعت جا مخالف مطلبن ۽ غرض جو ڀچار ڪري ٿي سا بي شڪل، بي رنگ ۽ بي معنيٰ جماعت ٿي پوي ٿي. ڪانگريس يا ته اها سياسي پارٽي آهي جنهنکي ڪو جٽو (يا ڏنل) مقصد، سياسي طاقت هٿ ڪرڻ جو طريقو، ۽ هٿ ڪري قوم جي ڀلي لاءِ عمل ۾ آڻڻو آهي. يا ته ڪانگريس هڪ خير خواه ۽ ڏکين جي سهائتا لاءِ هڪ جماعت آهي، جنهنکي ڪي ته رايا ناهن ۽ جا سڀني جو خير گهري ٿي. اهڙي جماعت فقط انهن جي عيوضي ٿي سگهي ٿي جي لٽي پٽي سندس مقصد ۽ خيالن سان متفق آهن، جي انهن

ماري اُڇيس ته پاڻکي ڏاڍو بيزار ۽ ڏکل سمجهيم.
وهاڻو ڳوڙهن ۾ تر هو. عجب لڳم، ڇو جو جاڳندي
هئڻ دل پرجهي نه ايندي اُٿم.

تن ڏينهن سمجهان ٿو ته منهنجون نسون سالم نه
هيون. راتڻ جو ننڊ قتل ۽ خراب، جا مون لاءِ نئين
ڳالهه هئي. ننڊ ۾ ڪئين خوفناڪ خواب ايندا هيم.
وقتي اُٿي ڪندي رڙيون ڪندو هوس. هڪ پيري
شايد هوئڻ ڪان وڌيڪ زور سان پڪاريو هوم ۽ ڇو ڪ
ماري سڄاڳ ٿيس ته مارا! ۽ وارڊر ڏاڍي اوني ۾
پاسي ڪان بيٺا هوا. خواب آيم ته ڪو مونکي گهٽي
ماري رهيو هو.

تنهن وقت ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي هڪ ٺهراو به
ڏٺوم. اهو ٺهراو هن ڪري پاس ڪيو ويو جو
”خانگي ملڪيت جي ضبطيءَ ۽ طبقن وچ جنگ جي
ضرورت بابت گنتل، ٽڙڪيل ڳالهيون بڌجن پيون.“
جنهن، ڪري ڪانگريسين کي ياد ڏياريو وڃي ٿو ته
ڪراچيءَ وارو ٺهراو ”لڪي واجبي سبب ۽ معاوضي
بنا ضبطيون ڪرڻ چاهي ٿو ۽ نه طبقن وچ جنگ جي
فائدي ۾ آهي. ورڪنگ ڪاميٽي الهيءَ راءِ جي آهي
ته ضبطيون ۽ طبقن جي جنگ ڪانگريس جي اهنسا
جي مت خلاف آهن.“ ٺهراو جا لفظ به ڪچا پڪا
هوا ۽ جنهن مان ظاهر هو ته ٺاهيندڙن کي پوري خبر
نه هئي ته طبقن وچ جنگ ڇا کي چئجي. ظاهر هو ته
ٺهراو نئين ٺاهيل ڪانگريس سوشلسٽ پارٽيءَ خلاف
هو. در اصل هن پارٽيءَ جي ڪنهن به جوابدار ميمبر
ضبطين بابت ڪا به ڳالهه نه ڪئي هئي، پر موجوده

زميندارن کي ڇڙيءِ رهيا هوا ته کو سگهن ڪريو.
انهن زمينداري سيائن کي هر قسم جي سهوليت ڏني
ٿي وئي. جي گهڻين علائقن ۾ به وڏيون زميداريون
سيائون آهن ان جا چندا سرڪاري طور ولن سان گڏ
وصول ڪيا وڃن ٿا:

مان ٿو ڀانيان ته مون ڪڏهن به هندو يا مسلم
فرقيوار جماعتن ڏانهن ڪو خاص لحاظ ڏيکاريو آهي؛
پر هڪ واقع ٿي هندو مهاسڀا متان خوب ڇڙ آيو.
سندن هڪ سيڪريٽري ڪلڪري سرڪار جي پٺي
ليڙ لڳو. جي ”ڳاڙهن جولن“ متان بندش ليڪ ٿي
آهي. جيوس. لڳيم ته جن شخص جا نهايت ضروري
ڪاگر ڪ حق غضب ٿي ويا هوا، سا ڳالهه هن کي ڪيمن
ٿي وڻي، ۽ سو به جڏهن هل چل بند هئي. اصول
جي ڳالهه جڏي به عالم آشڪار هو ته هتي ڳاڙهن جولن
ڏانهن شان مان سان ڪم ڪيو هو. سندن اڳوان،
خان عبدالغفار خان، جهڙس بهادر ۽ سوڌو انسان ملڪ
بر گهوليو ليبي، اچا جيل ۾ نظر بند هو. جمرته فرقي پرستي
حد ڪري ڇڪي ۽ ڪي وڏيڪ مشهور مهاسڀا جا
اڳوان سيڪريٽري کي رد قد ڏيندا، ۽ ڀانيان ٿو ته
ڪنهن ٿي به ڪين واسته مان ڪڏي.

هن مهاسڀا جي منتريءَ جي بيان منهنجون وايون
بتال ڪري ڇڏيون. سان ته بيڙو ٿي هو، ۽ پالسر ته
ملڪ جي موجوده حال جي صورت هو. منجهند جو
گرميءَ هنئ گهر ڪري ننڊ ڪٽي وير ۽ ننڊ ۾ هڪ
عجيب سپنو ڏٺم. عبدالغفارخان لسي چارون طرف
حملا ٿي رهيا هوا ۽ آءٌ ڪيس بچائي رهيو هوس. ڇوڪ

ڇيو ڪيو هرو پرو آئڙيو نٿي. جڏهن گانڌيجيءَ قانوني شغل وارن کي آسيس ڪئي تڏهن سندن گروهه ڪانگريس ۽ ڪاميٽيءَ ۾ زور پڪڙي ويو.

سو سڀ ٺيڪ ٿي هو. پر هي لوڏو ڪانگريس کي پانهنجي تنهن کان به پنٿي گهلي ٿي ويو. اسهڪار جي هل چل کان وٺي، پوين پندرهن سالن اندر ڪنهن به وقت ڪانگريس جي اڳوانن هن طرح قانوني پوليون پولڻ ۾ حد نه ڪئي هئي. اڳئين سوراج پارٽي، جا به پنٿي لوڏو ڪائڻ ڪري پيدا ٿي هئي، اڳوانيءَ جي نظر کان گهٽ وڌيڪ زور پري هئي. هن پيري اڳي جهڙيون زبردست شخصيتون نظر نٿي آيون. ڪئين ماڻهو جي مشڪل وقت هل چل کان پڇي پري ٿيا هوا سي هاڻي سراڪا پاڻي اچي پرگهٽ ٿيا ۽ پاڻ کي سرخرو ڪرڻ لڳا.

ڪانگريس تان منع ناما لٿا ۽ ورئي باقاعدي جماعت ٿي. پر ڪئين ساڻس گڏيل ۽ هٿ هيٺ جماعتون اڃا بي قاعدي رهيون، مثلا شيوا دل، ڪي ڪسان سڀائون، ڪئين وديالبا، نوجوان ليگون وغيره. پر خاص ڪري ڳاڙهن چولن وارا سرحد جا خدائي خدمتگار اڃا بي قاعدي هوا. اها جماعت ١٩٣١ کان وٺي ڪانگريس جو جزو بڻي هئي. مطلب ته هل چل بند ڪرڻ ڪانپوءِ ۽ قانوني رستا اختيار ڪندي به سرڪار اڃا خاص دباو جا قانون سالم رکيا ۽ ڪانگريس جي ڪن مکيه عضون کي بي قاعدي رکيو. هڪ دلچسپ ڳالهه هئي جو هوڏانهن ڪسان ۽ مزدور سڀائن تي سرڪار جو مارو هو ۽ هيڏانهن سرڪاري ڪاموارا

نڪي ڪي هن قسم جا ليٿا آئڙير ٿي. ٻاهرين سبزي ۽ تازگي ڏسي مسارو ٿو ۽ سوُر اُپرندو هوم ۽ پوءِ دروازي ڪاڻ تي اکيون ڪٽي قيرائيندو هوس.

پر هيءُ سڀ تڪليف سچ پچ جيل ڪري نه هئي، جيتوڻيڪ جيل جو منجهس ڪجهه حصو هو. اِهو ٻاهرين ڳالهين ڪري مون تي اثر ٿيو هو- ڪملا جي بيماري ۽ سياسي خفا. سمجهيم ته ڪملا وري ڪُهني مرض جي چنبي ۾ ڦاٿي آهي. ڏنم ته آءٌ لاچار هوس ۽ سندس ڪابه شيوا ڪري نٿي سگهيس. خبر هيم تہ ساٿس گڏ هجان ته ڦڪيون ۾ فرق ڪن.

دهرادون جيل ۾ مونکي روزاني اخبار ملندي هئي، جنهنڪري ٻاهر جي سياسي ۽ ٻين واقعن مان واقف ٿيندو رهيس. ٿن سالن بعد آل انڊيا ڪانگريس ڪاميٽي (گهٽو وقت ته بي قاعدي جماعت هئي) گڏ ٿي، پر سندس ڪارروايون مايوس ڪندڙ هيون، عجب هوم ته ملڪ يا دنيا ۾ هيترو ڪجهه ٿيڻ بعد ڇو ڪين هن پهرئين ميڙ ۾ حالتن تي غور ڪيو ويو، نوان بحث ٿيا ۽ اڳيان چيلا چڏي پيا رستا ورتا ويا. گانڌيجي مونکي پري کان اڳي وانگر ڊڪٽيٽر جي شان ۾ نظر آيو، چي، ”منهنجي اڳواڻي قبول ته منهنجا شرط بہ قبول.“ اِها طلب بيشڪ واجبي هئي. ڪيس اڳواڻ بڻائي ڪيس هدايت ڪرڻ، ته پنهنجن پڪن ويچارن جي اُبتو پير کڻ، ناممڪن هو. پر مونکي لڳو ته مٿي کان حڪم ڪيڻ تي وڌيڪ زور هو ۽ ڏرين جو پاڻ ۾ بحث ڪري ڪا ٺين پاليسي گهڙڻ گهٽ هو. اِها هڪ عجيب بات آهي جو گانڌيجي دلين تي سڪو

## ٦٤ — وري دهرادون جيل ۾.

عليپور جيل ۾ صحت نيڪ نہ رهي. تور ۾ گهٽو گهٽيل ۽ ڪلڪتي جي هوا ۽ گرمي تڪليف ٿي ڏني. ڪنهن سني هند بدلي ٿيڻ جا افواهہ ٻڌم. مارچ ٧ تي سوري جيل کي الوداع ڪيم. دهرادون جيل ڏي اماٽيو ويس. مهنجي نويڪلائي کانپوءِ سانجهن جو شهر مان لنگهندي فرحت آيم ۽ هوڙا اسٽيشن تي ماڻهن جا حشام ڏسي دل بهار ٿي.

بدليءَ ڪري خوش هوس ۽ چيم تہ وري دهرادون ۾ پهاڙن جو پري کان لقاءُ وٺندس. پهچڻ بعد ڏٺم تہ سڀ اڳي وانگر نہ هو. هن ڀيري هڪ وٿاڻ صاف ستهرو ڪري مونکي اُتي رهايو ويو.

رهڻ جو ڪمرو ننڍڙو نہ هو ۽ اڳيان ورانڊي تڪر بہ هوس. ٻاهر ننڍڙو اڳڻ پنجاهہ کن فٽ ڊگهو هوندو هي ڪمرو اڳين کان موچارو پر ڏٺم تہ ٻيون ڳالهيون نيڪ نہ هيون. ٻاهر جي ديوار منهنجي خاطر ڏهن مان چاڙهي پندرهن فٽ ڪئي ويئي هئي. اڳي وانگر پهاڙن جو نظارو ڇٽي رهيو. فقط ڪن وڻن جون چوٽيون پئي ڏٺيون. هن جيل ۾ ٽي مهنا رهيس پر هڪ ڀيرو بہ جيلن جو ديدار نہ ڪيم. نڪي ڪي اڳي وانگر جيل جي شاهي دروازي اڳيان پند ڪرڻ جي اجازت

گهٽ ٿيندا وڃن. اسانجا طريقا اهي هجن جي الهيءَ مقصد کي رسائين ۽ جن پٺيان خاص نيت پڻ هجي. اهو ٻه ياد رکڻ گهرجي ته انسان جو جهڙو سڀاو آهي تهڙو جماعتن ۾ انسان هميشه اسانجي هدايتن کي نه بدلندو ۽ لڏندي کي اعلي اخلاقي اصولن موجب هلندو. دليون ٿيڻ سان گڏوگڏ اڪثري دٻاو آڻڻ ٻه ضروري ٿيندو ۽ اسين اهالي ڪوشش ڪندا رهون ته دٻاو گهٽ ڪري الهن عمل ۾ آڻيون جيئن منجهانس گهٽ خرابيون نڪرن.



ضرور آهي ته جن ڪوڙن بنيادن تي بيٺل آهي
سي پڌرا ڪري حقيقتون ظاهر ڪجن. اسهڪار هل
چل جي هڪ وڏي خوبي اها آهي جو سڀ ڪوڙ
۽ فريب پڌريءَ پٽ ڪري ڇوي ٿو ته سندن آڻ
نه مڃو ۽ ڪين هٿ هٺ ۾ نه ڏيو.

اسانجو مقصد هڪ ٿي سگهي ٿو— هڪ طبقن
بنا سماج، جنهن ۾ سڀني کي ساڳيا وجهه ۽ ۽ انصاف
موجب روزگار ميسر ٿيندا. اهو سماج انهي رمز سان
رٿيو ويندو جيئن انسان ذات سک ۽ سيبتا جي
اوج کي رسي، روحاني لياقتون حاصل ڪري، يعني
سهڪار ڪرڻ، لالچ ڇڏڻ، شيوا ڪرڻ، انصاف
ڏيڻ، همدردي ۽ محبت سکي، آخر اِهو وڏي
هڪ ڏينهن عالمگير سرشتو ٿيندو. جو ڪجهه آڏو ايندو
سو هٽائڻو پوندو، ٿي سگهيو ته اشاري سان، ضروري
ٿيو ته ڏڪي سان. ذرو به شڪ ناهي ته اڪثري
دٻاو جي ضرورت ٿيندي. پر جي زور لڳائڻو ٿي
پيو ته اهو ڏڪار بي رحميءَ سان نه، پر سمان ڀاءُ
رکي راهه مان رنڊڪ هٽائڻ جي مراد سان. اِئين
ڪرڻ ڏکيو ٿيندو. هي ڪم سترو ناهي؛ ڪو سترو
رستو به ناهي ۽ واٽ تي ڪئين ڪڏون ڪوهه آهن.
پر اکيون پورڻ سان اهي ڪڏون ڪوهه هٽي ڪين
ويندا، پر اکيون پٽي دل ڀڏي صورت حال ڏسڻ
سان ڪاٿن پاسو ڪري سگهبو. سو سڀ هوائي خوابي
پيو لڳي ته گهڻا ماڻهو خاصي نيت سان هي قدم
کڻندا. پر اهي سندن اڳيان رکي مٿن زور ڏيون. پوءِ
ممڪن آهي ته رفته رفته دلين مان غبار ۽ ڏڪار

هنسا اڳيان جهڪڻ يا ظلمي راڄ جو هنسا تي ٻڌل،
آهي تنهن جي آڻ مڃڻ، سو نه سراسر اهنسا جي
سدانت خلاف آهي. جي اهنسڪ طريقو قبول ڪرڻو
آهي ته منجهس ظلمي راڄ يا سرشتو بدلائڻ جي سگهه
سمت هئڻ گهرجي.

آءٌ چئي ٿو سگهان ته اها سگهه اٿس يا نه.
منهنجي خيال موجب رستي تي ڏور وٺي هلندو ٻو
شڪ اٿم ته ٻنهه آخرين منزل تي نه پهچائيندو. ڪنهن
به صورت ۾ ڪنهن نه ڪنهن قسم جو دٻاءُ يا جبر
ضروري آهي، سبب جو اختياري وارا ۽ حق
وارا ذري ۽ ٻنا هٿان وارا ناهن. اهڙيون ليون
حالتون پيدا ڪجن جن ڪري حق ترڪ ڪرڻ کان
ڇٽي پوڻ ۾ وڏيڪ نقصان ٿئين. هن وقت جون
قومي ۽ سماجڪ ڪشمڪشون دٻاءُ ٻنا ڏور ڪين
ٿينديون. البت دليون قبرڻ جو ڪم به وڏي پيماني
تي ٿيڻ گهرجي، جو جو جسمن گهٽن ۾ ڦير و نه آيو آهي
تيستين ڪابه سماجڪ هلچل ايڀي نه سگهندي. ٻر
ڪن تي ٻوءِ دٻاءُ آڻڻو پوندو. لڳي ڪي صحيح
آهي ته اکيون پوري ڪٽي سمجهون ته سماج ۾ بنيادي
ڪشمڪشون آهن ئي ڪون. تنهن ۾ نه رڳو سچ
ڍڪيو، پر جڏهن نه ماڻهن کان سچون حقيقتون
لڪائي، ڪن ڏوڪو ڏيئي موجوده سرشتو لڪ
ٿيو ڏيئي قائم رکيو وڃي ٿو؛ ۽ هو ڏاڍهن انهن ڪرڻ
سان جڏهن پنهنجي اختياري سالم رکڻ ۾ حاڪمن کي هڪ
اخلاقي پشتي ڏئي ويندي، جنهن لاءِ سدائين واجهائين
ٿا. ڪنهن به ظلمي سرشتي جو مقابلو ڪرڻ لاءِ اول

ويچارن ۾ موجوده حالتن تي منحصر آهي. ۾ سڀ کان وڌيڪ انهيءَ جماعت جي ويچارن تي منحصر آهي، جنهن ۾ تبديل ٿي رهي آهي.

دنيا جي تواريخ ۾ هنسا وڏو حصو ورتو آهي. اڄ به سنڌس اهميت وڏي ٿي آهي ۽ شايد ڪجهه مدت تائين رهندي. زمان ماضيءَ ۾ گهڻيون تبديلون زور ۽ جبر ڪري ٿيون آهن. مسٽر گلئڊسٽن هڪ ڀيري چيو ته، ”ارمن سان باسيان ٿو ته سياسي ڪشمڪش وقت جي اسانجي ماڻهن کي فقط ايترو ئي هدايت طور چيو وڃي ها ته هنسا لاءِ نفرت ڪجو، امن امان پسند ڪجو ۽ ڌيرج ڌارجو، ته هي ملڪ آزادي نه حاصل ڪري ها.“

جا اهميت زمان ماضي ۽ حال ۾ هنسا کي ملي سا وساري نٿي سگهجي. سو وسارڻ جڳ حياتيءَ جي آهي حقيقتن کي وسارڻ ٿيندو. تنهن هوندي به هنسا بيشڪ بڇڙي بلا آهي ۽ سنڌس ۾نيان ڪئين خرابيون پيدا ٿين ٿيون. هنسا کان بدتر دل ۾ نفرت، بي رحمي، وير، سزا ٿين ٿا، جي اڪثري هنسا ۾ سمايل ٿين ٿا. سچ پچ ته هنسا خود بڇڙي چيز ناهي. ۾ انهن ونڪارن ڪري جي منجهس رهن ٿا. انهن وڪارن بنا هنسا ٿي سگهي ٿي؛ مثلا چڱي يا بڇڙي مقصد لاءِ هنسا ڪري سگهجي ٿي. ۾ هنسا کي وڪار رهت رکڻ نهايت ڪٺن ڪم آهي، جنهنڪري بهتر آهي ته پڇنديءَ سارو هنسا نه ڪجي. ۾ هنسا کان پاسيرو ڪندي ماڻهو هٿ ٻڌي مات ڪري تيهان وڌيڪ ۽ بدتر بڇڙاين کي برداشت نٿو ڪري سگهي.

آهن.“ هن وقت
۽ گذاري جي ضرورتن تي منحصر آهن.“ هن وقت
جون ضرورتون اسانکي لاچار ڪنديون ته اخلاق جو
هڪ نئون گهاٽ گهڙي تيار ڪجي، جو وڌيڪ
موافق ٿيندو. جي اسانکي هن روحاني ڪشمڪش
مان نڪرڻو آهي ۽ هن وقت جون سچيون
روحاني لياقتون حاصل ڪرڻيون آهن، ته مذهبن جي
متن جا بنياد چڪي سڀ سوال همت ۽ سچائي سان
هٿ ۾ ڪٺا ٿيندا، جيڪي مذهب جوڙي ٿو سو
چڱو هجي يا بڇڙو، پر جنهن نموني جوڙي ٿو ۽ ميڙا
لاهه زور ڏئي ٿو سو اهڙو آهي جو ڪو سوال، عقل جي
نظر سان ڪٺو ڏکيو ٿي پوي ٿو. جئن فرونڊ ڏيکاريو
آهي مذهبي متا ”ميڙاڻي آهن جو جو (١) آدي آئن
ميڙا ٿي (٢) جو جو اسان وٽ سي گواهيون آهن جي
آد جڳاد کان اسان وٽ آهن (٣) جو جو انهن گواهن
بابت ڪو به شڪ شبهو اٿارڻ گناهه آهي.“
جڪڏهن اسين اهنسا ۽ سنڌس رهبر تي
ذرمي، بنهي نظر کان ويچار ڪنداسين ته ويچار ڪرڻ
ئي وبرت ٿيندو. پوءِ ته هڪ پنت جي ميڙا ٿيو
جا ٻيا سڌيڪار ڪن يا نه ڪن. پوءِ ته زماني ج
مسئلا حل ڪرڻ جي منجهس طاقت نه رهندي، پر ج
اسين موجوده حالتن جي مدنظر سان ويچار ڪرڻ
تيار آهيون، ته پوءِ لئبن دليا ناهڻ ۾ هي شستر خو
ڪارگر ٿيندو. يعني ته اسانکي ويچار ڪند
جماعتي انسان جي مزاج ۽ ڪمزورين ڏي ڌيان
پوندو. ڪا به عام جي هل چل، جا خاص ڪ
انقلابي تبديلون چاهي ٿي، سا نه رڳو اڳوائن

اخلاقي تربيت لي ڏلائين ٿي سو ٻ بنهه ضروري هو، جيتوڻيڪ ڪهڙي درجي جي تربيت هڪ شخص کي ڏجي، تنهن بابت سوال اُٿي سگهن ٿا. هو جيڪو زور لڳائي ٿو سو انسان جي پاڻ ڪمزورين تي سماجڪ گناهن کي ٽورو ڏيان ڏئي ٿو. انهيءَ اخلاقي انساني تربيت جي ضرورت پڌري آهي، ڇو جو ڏسجي وينو تہ سختيون ڇڏي هوند هلندي وارن سان ٻت ٿي موجون ماڻڻ ٻ ڪيترن ڪانگريسين کي موهيو آهي. ڪنهن بہ نام نهال ڪانگريسيءَ لاءِ هن دنيا ۾ سرڳ ماڻڻ لاءِ دروازا کليائي پيا آهن.

ساري دنيا هن وقت ڪيترين ڪشمڪش ۾ مبتلا آهي، پر سڀ کان وڏي سا روحاني ڪشمڪش آهي. سو بہ خاص ڪري مشرق ۾، ڇو جو تازيون تبديلون هت ٽڪريون ٿيون آهن ۽ اُنهن موجب نهڪي هلڻ ڏکيو لڳي ٿو. سياسي مسئلا، جو جڳ ميدان واري وينو آهي سو شايد سڀ کان گهٽ اهميت وارو آهي، جيتوڻيڪ اول مسئلہ آهي ۽ انهيءَ حل ٿيڻ کان اڳ، پيا وڏا سوال هت ۾ ڪٽي نٿا سگهجن. قيامن کان اسين جڳ هڪ اُچل اُٿل سماجڪ سرشتي تي هري ويا آهيون ۽ اسان مان ڪيترا سمجهي وينا آهن تہ اِهو ئي نيڪ ۽ صحيح سماجڪ بنياد آهي. اسانجي ليئي بہ مٿس ئي ٻڌل آهي. پر گذري گذري کي هن وقت جي هل هلان ۾ گهپائي نهڪائي نہ سگهنداسين. هڪ آميريڪن ارٿ شاستري، مسٽر ويبان ڪتاب (The future of an Illusia) ۾ لکي ٿو تہ ”آخر ڪار زندگيءَ جا اخلاق

ناهن) آدم ڪري حاصل ڪرڻ چاهين ٿا، ته کي
پائين ٿا ته اهڙن کي ڪانگريس اندر رهڻ جي ضرورت
ڪانهي. البت گانڌيجي اڃا هڪ وڏي سامراجيءَ وارو
آهي، جنهنجي اهنسا هڪ ڳري ۽ ڦوي وس آهي ۽
ڪير چوي وري ڪڏهن هل چل هلائي ملڪ کي
جولان بر آڻيندو. سندس مهما، عام تسي جادو ۽
منجهس ورودي ڳالهيون ڏسي سمجهجي ٿو ته هنجي
شخص رواجي تڪ تور کان مٿي آهي. جي بين لاءِ
ماڻهون ۽ ناراضيون آهن سي هن لاءِ ناهن. ٻر جي سندس
پوئلڳ آهن تن مان ڪيترا ته ٿدا نريا شانتي وادي
يا ٽالسٽاءِ جي ٽرقي وانگر مقابلو نه ڪندڙ يا مذهبي
ني پيا آهن جن جو زندگيءَ سان واسطو ڪونهي. اهڙا
پاڻ وٽ ڪتين ماڻهو ميڙي سيڙي ويٺا آهن جي ته
اهنسا جو اجهو وٺي موجوده سرشتو قائم رکڻ چاهين
ٿا. آهي وقت ڏسي ائين ڪن ٿا، ٻر هن طرح اهنسا
جو پاسو پڙهندي مخالف جي دل ڦيرڻ بدران پنهنجي
دل ٽڙڪي کسڪي وڃي مخالف وٽ قابو ٿئي ٿي.
جڏهن اُلساهه پورو ٿئي ٿو ۽ اسين ذرا ڪمزور بنجون
ٿا تڏهن ئي بير هٿي بين سان ناهه ڪرڻ جي ڄڃي
ايندي آهي ۽ اسين پاڻ ٻرچائي پاڪي آئت ڏيندا
آهيون ته مخالف کي باز آڻڻ جي اِهائي رمز آهي.
ڪڏهن ته اهو فائدو اسين اڳين سائين کي قربان ڪرڻ
سان حاصل ڪندا آهيون جي اسانجا اڳيان ساٿي حد
کان ٻاهر وڃن ٿا، سخت ٻول ٻولي اسانجي همدردين
کي رنجائين ٿا ۽ ڪانگريس اندر ڏير وجهن ٿا وغيره
پوءِ سماج بر بنيادي انقلاب آڻڻ بدران، سڀو زور

کيو، ڇو جو مقصد کي رسڻ لاءِ اهو طريقو اسانجي
ڪارگر ۽ د لپسند لڳو. تڏهن ته اسانجو مقصد اسانجي
طريقي تي منحصر نه هو؛ مقصد طريقي جو ٻيچ ڪونه
هو يا ساڻس بدل نه هو. ڪنهنکي به تڏهن ائين چوڻ
جي جرئت نه ٿي ها ته آزاديءَ لاءِ ڪمر ڪشڻ ڪپي
بشرطيڪ اهنسڪ طريقي سان ميسر ٿي سگهي. پر
هاڻ ته اسانجو مقصد ٿري اهنسا جو مطيع ٿي پيو آهي
۽ جي اهنسا سان موافق نٿو لڳي ته انڪار ڪيو ٿو
وڃي. يعني اهنسا جو سدالت هڪ پڪو متو ٿيندو
وڃي ٿو، ڪنهنجي مجال ڪو انڪار ڪري؟ جي
ائين ٿيو ته اهو سدالت پلي ڌرم ۽ ايمان سشيڪار ڪري،
پر عقل هوش ته قبول نه ڪندو. مان ڏسان ٿو ته سکيا
آسودا سوار ٿي ماڻهو به پنهنجي بچاو لاءِ سندس اُجهو
وٺڻ لڳا آهن.

تنهن تي مونکي افسوس ٿو ٿئي، ڇو جو آءٌ مڃان
ٿو ته اهنسڪ ستياگره ۽ اهنسڪ پد جا طريقا نه رڳو
هندوستان پر ساري دنيا لاءِ اعليٰ آهن ۽ گانڌيجي اهو
شستر دنيا اڳيان رکي دنيا کي ساواڌن ڪري وڏي
خدمت ڪئي آهي. مان مڃان ٿو ته هن هٿيار جو
روشن مستقبل آهي. ائين هجي ته انسان ذات اُجا
اهڙي سدريل ناهي جو فقط اهوئي هٿيار عمل پر آڻي.
(A. E.– Interpreter) هڪ ڇڙو هڪ نول ڪتا پر
هيٺن چوي ٿو ته، "توڻ نه هڪ مومر بتي ٻاري ڪنهن
اندي جي هٿ پر سوجهري لاءِ ڏئين ٿو؛ پر اهو اندو
اُها بتي هڪ لت وانگر ئي ڪم آڻي سگهي ٿو.
في الحال هن اوڻهي خواب کي ڪوڙ عمدو وهنوار

ڪرڻ جو حق نه هوس، پر هاڻ اچي اهو پڇي پيو
اٿس؟ سمجهو ته نئين راڄ خلاف بلوا فساد مچن ٿا.
ڪن ڪي هاڻ ڪهڙي لمونِي منهن ڏئي؟ سياويڪ آهي
ته هنسا ڪرڻ نه چاهيندو، بلڪ هر طرح صلح پسند
طريقا اختيار ڪندو. پر هنسا ڪرڻ جو حق ڪيئن
ترڪ ڪري سگهندو؟ نئين راڄ اندر ضرور ڪي
بدمزاج گروهه هوندا جي تبديل جي برخلاف هوندا.
اهڙن ڪي جي ٽيت پٺجي ويئي ته نئون راڄ ڪو زور
جبر نه ڪندو ته هي يار تيهان وڌيڪ دونهان دکائيندا.
تنهنڪري مونکي لڳي ٿو ته هنسا ۽ اهنسا، دباو ڪرڻ ۽
بازآڻڻ وچ ڪو سير سند وڪيڻ ناشدني آهي. سياسي
تبديلن آڻڻ ۾ جي اها ڏکيائي آهي ته هوند اڻ هوند وارن
جي حقن ۾ تبديلن آڻڻ ۾ سا ڏکيائي وڏي پهاڙ جيڏي ٿيندي.

ڪنهن آدرش لاءِ سختيون سهڻ هميشه لوڪن ۾
واهه واهه وڏي آهي. بنا هٺڻ جي ۽ بنا ڏک هٽڻ جي،
ڪنهن مقصد لاءِ سختيون سهڻ ۾ به سوشان مان آهي جو واهه
واهه ٿئي. پر تنهن ۽ هرويرو سختيون سهڻ ۾ ڪو وڏو ويچو
ڪونهي هرويرو پاڻ کي سختيون ڏيڻ به هڪ من جي بيماري
ڇٻي، جا انسان کي ذرا ذليل ڪري ٿي. جي ٻئي ڪي
ڏکوئڻ مان ڪٿين پيرا پاڻ کي مزو ايندو آهي ته اهنسڪ
ٿي هرويرو سختيون سهڻ ۾ به شايد ڪو مزوا يندو هجي.
ائين به ممڪن آهي ته اهنسا جو ڀاو ڪري ماٺهو پنهنجي
ڪانشرتا لڪائي يا ڪجهه ڪري ۽ چالو سرشتو جاري رکي.
جڏهانڪر هندوستان ۾ بنيادي سماجڪ تبديلن
جي ڳالهه هلڻ لڳي آهي تڏهانڪر ائين چيو ويچي ٿو
ته اهڙيون تبديلون هنسڪ طريقي ئي آڻي سگهجن

ب رولو پوڻ جو امڪان آهي، جو جو حاڪم پارٽي
عبارت ۽ ڦارن جي ڪاٽ ڪوٽ ڪري ٻاهر ڪيون
موڪلي، ڪوڙيون موڪلي يا اڳوڪاريون موڪلي
سگهي ٿي. پر اهڙا جو سڀ ڪان وڏو اثر ملڪ جي
لڏي لوڻي لي پرواهه رعيت منجهه ٿي ٿو. الههر
ٻيشڪ ڦبرو اڄي ٿو ۽ اڪثر اهنڪر الساهه ٻه مؤج
ڪري ٿو. پر اهڙا ته اڳيئي ساڻ ۽ مقصد جي ڦالدي
۾ هوا ۽ سندن دلين ۾ وڏي ڦبري آڻڻ جي تالڪهه
ڪان هئي. مکيه ڳالهه آهي ته جي تبديل جي خلاف
آهن ان لي ڪو چٽو اثر ٿيو پوي. آسهڪار ۽ ستياگرهه
هلچلن جي ٿهلجي وچڻ مان اهترو ثابت ٿي چڪو آهي ته
اهنڪ هل چلن جو عام لي گهرو اثر ٿئي ٿو ۽ ڪيترا
نمنا هڪ مثا ٿين ٿا. پر جي آدڪان ٿي خلاف هوا
سي خاص طور باز لڳا اچن. سچ پچ ته هل چل جي
ڪاميابي ڏسي سندن ڊاهن جا پڙ پرپر وڌيا ۽ هو
وڏيڪ خلاف ٻڌيا آهن.

جي هڪ وار قبول ڪبو ته ڪوراج پنهنجي آزادي
ٻچاڻڻ لاءِ هٿسا ڪرڻ لاءِ حقدار آهي ته ڪيئن چئي
سگهبو ته ساڳي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ به ساڳي طرح
ڪوراج هٿسا ۽ دٻاو ڪرڻ جو حقدار ناهي؟ هن
ڪرڻ ناپسند يا بيڪار لڳي، پر ٻنهي ناجائز يا منع ٿو
ٿي سمجهي سگهجي، جاڪاڻ ته سرڪار اختيار ڪ
واري لي ڪري هتيار بند آهي، لٻهنڪري ڪ
زور جبر ڪرڻ جو ڪو خاص لڪبل پنڊ ته ملل آه
سمجهو ته ڪو اهنڪ انقلاب ڪامياب لي سرڪ
اختيارين حاصل ڪري ٿو. پوءِ چئبو ٿا ته اڳ

اڻ رواجي حادثو ٿل نه ٿئي ته جهنگلي جانورن مان
جڻ ڪو پڙ ڪولهي. تنهنڪري سياويڪ آهي ته انسان
به مالسڪ اٿرن هيبت اڇن. ٻر اهڙو اثر شايد جريدن
السالن تي پوي، گروهن، جماعتن تي به پنهنجي سگهندو،
سا شڪي ڳالهه آهي. سبب جو هڪ گروهه گروهه
جي حيثيت ۾ ٻئي گروهه سان شخصي ۽ گهري سنبند
۾ نٿو اچي ۽ ٻري کان جي خبرون چارون ٻڌي ٿو
سي هڪ طرفيون ۽ مروٽيل سروٽيل ٿين ٿيون. ڪنهن
به صورت ۾ ٻيءَ ڌر جي للڪار ۽ مقابلو ڏسندي ئي
امالڪ اهڙي غصي ۾ اچي ٿو وڃي جو ٻيون سڀ
هلڪيون دل جون ڀاونائون غصي ۾ هڙپ ٿيون وڃن.
ڳچ وقت کان ظاهري ملندي آئي آئس ته سندس
حق ۽ سوارٿ سماج جي خير واسطي ئي آهن، جنهنڪري
سڀ خلاف خيال ڪيس هڪ ڪفر طور نظر اچن ٿا.
سندس اڳيان امن امان، موجوده حالتون قائم رکڻ
سو ثواب آهي ۽ اهي ڊاهڻ سوئي عين گناهه آهي.
مطالب ته خلاف ڌر جي دل ۾ ڪو خاص ڦيرو
نٿو اچي. ڪڏهن ته مقابلو ڪندڙ جي لماٽائي ۽
اشرافت ڏسي تيهان جوش اڀريس ٿو، جو جو ڀيٽ ۾
پاڻ غلط اظر اچي ٿو. جڏهن ڪڏهن ماڻهوءَ کي شڪ
اُٿندو آهي ته شايد آءٌ غلط آهيان، تڏهن ڏنو ويو
آهي ته تيهان گامون سچارُ ئي ٿيندو آهي. پوءِ به قبول
ڪبو ته اهنسا ڪري مخالف ڌر جي ڪن جزوي
انسانن تي اثر ۽ ڌر اندر ذرا ڏاڪوڙو پوي ٿو. پر تنهن
کان وڌيڪ غير طرفدارن جي همدردي ٿئي ٿي ۽
ٻين ملڪن جي راين تي به خاص اثر پوي ٿو. پر تنهن

ڪي دليل ڏيئي يا انصاف لاءِ اپيلون ڪري سندن
دل ۾ پوري طرح ڦيري سگهو ۽ ڪشمڪش لاهي
سگهي، سو ڳالهه لکڻ ۾ نه ايندو. ائين سمجهڻ
هڪ ڀرم ليکبو ته ڪابه دٻاءُ آڻڻ بنا ڪا سلطنتي
طاقت سلطنت ڇڏي ڏيندي يا ڪو زوراور طبقو
پنهنجا حق واسطا ترڪ ڪري ڪندو.

ڳالهه ته ظاهر آهي ته ڪو اثر رهاڻ چاهي ٿو،
پر لڙهڪي دٻاو ٿئو سگهي. سندس ڇني موجب هسو
ڪشمڪش سهي اٿو رهاڻ چاهي ٿو. تنهن اثر جي لوڙ لڪ
ڪرڻ ڏکيو آهي، جو جو آدمڪ شڪتين جي ڪا
ٻاهرين ماپ ٿي نٿي سگهي. انهيءَ جو پيءُ ڏور لسي
بشڪ خوب اثر لئي او. خلاف ڏور جا ڪمراءِ پڌرا
ٿي پون ٿا، جنهنڪري ڏاڍو ڏکيرائپ وڌي اسي.
هو ڏانهن سندس انسانيت ۽ اشرافت کي پلؤ وڌا وڃن
ٿا ۽ ناهه لاءِ سڀ پاسا ڪلل رهن ٿا. تنهنڪري ڪو شڪ
ناهي ته پريم ۽ ڪشمڪش سهڻ جو مارڳ، واڌ ڪري
وروڌين ۾ اهڙن جون دليون خوب آلن انبون. سڀ
شڪاري لوهالکي پڌائيندا ته شڪار ڪندي اها ڳالهه
وڏي آهي ته شڪاري شڪار لي ڪهڙي لوولي حملو
ٿو ڪري. جانور ته پري کان پاڻ لي حملو سمجهي
ولي ٿو ۽ اهڙيطرح منهن ڏئيس ٿو. جي شڪاريءَ جي
دل مان خوف جو نقط پاڇو لنگهي، وڃي ٿو، جنهن
ٻاهي جي ڪبس ته ڪل ڪاٻي، لڏهن ته جانور سو
سمجهي ولي ٿو ۽ تنهن موجب حملو ڪري ٿو. شيهون
پاليندڙ، جي ڪن پر هدمڪ هاري رهي لس مٿس حملي
لڏڻ جو فورن لوپ آهي. بنهه سباڪ ماڻهوءَ کي، ڪو

انسان جو عقل نه سندس اخلاقي اصول پڇي سگھن ٿا.
ممڪن آهي ته جدوي انسان باز اچن ۽ پنهنجا خاص
حق ترڪ ڪن، جو به وڙلي ٿو ٿئي. پر گروهه ۽ طبقا
ائين نه ڪندا آهن. ڏنو ويو آهي ته ڪنهن به حاڪم
۽ حقدار گروهه کان اختياري يا حقن ڇڏائڻ جي ڪوشش
هميشه اجائي ثابت ٿي آهي. نه اهڙي آس رکڻ واجب
آهي ته آئينده ۾ ائين نه ٿيندو. رينوالڊ نيبر پنهنجي
ڪتاب ۾ ڪي دليل انهن پنڊتن اڳيان پيش ڪري
ٿو، "جي پائين ٿا ته پڏوان ٿيڻ ڪري يا ڌرم پساو
مان پريم وڌڻ ڪري منش جي ممتا آهستي مٽجي
رهي آهي، ۽ جن ليکي نيٺ سيني سماجن ۽ راڄن
وچهر پريم پاو ۽ سلوڪ ڦهلجي ويندو." چوي ٿو ته
اهي پنڊت ڀلجي وڃن ٿا ته منش جات ۾ نياءَ آڻڻ
لاءِ سياسي جنبش جي به ضرورت ٿئي ٿي؛ هو ڀلجي
وڃن ٿا ته منش جي سماجڪ چال چلن ۾ ڪي اهڙا
سياويڪ جزا آهن جي ٻُڌيءَ ۽ اُنهڪرڻ جي بنهه وس
آڻڻ ڏکيا آهن. هو ڀلجي وڃن ٿا ته جڏهن ڪا جماعتي
طاقت، شهنشاهي رنگ ۾ يا طبقن جي حقن جي روپ
۾، هيٺن کي آزاري ٿي، تڏهن اُها طاقت ٻي طاقت جي
مقابلي بنا آڻ ڪين مڃيندي." ٻئي هنڌ لکي ٿو ته.
"جيئن ته سماج ۾ ٻُڌي هميشه ڪجھ قدر سوارٿ جي
پولگ آهي، تنهن صورت ۾ فقط من کي سمجھائڻ
يا دل کي ريجھائڻ سان سماجڪ نياءَ نه آڻي سگھبو...
مقابلو ضروري ٿيندو ۽ تنهن مقابلي ۾ طاقت جو جواب
طاقت ئي ڏيئي سگھندي."

تنهڪري اِها اميد رکڻ ته ڪنهن به طبقي يا قوم

ڪير فيصلو ڪندو؟ جي ڪي شخص يا گروهه ليتي اليتيءَ بابت پنهنجن سوالن کي ڏسي فيصلو ڪندا ته اوڪناهي حو تسڪال خاموش ٿي ويندو. شخصي طور منهنجو رايو آهي ته خانگي ملڪيت جو سرشتو (ڪنهن بيهه محدود دائري کي ڇڏي) ڪن شخصن کي سماج مٿان خطرناڪ اختيارَ ڏئي ٿو. آءٌ خانگي ملڪيتن کي شراب وغيره کان گهٽ وڌيڪ لبتيءَ خلاف سمجهان ٿو. شراب پيئڻ سماج کان وڌيڪ پيناڪ کي نقصان پهچائي ٿو.

ڪي ماڻهو جي پاڻکي اهنسا وادي سڏائين ٿا سي چون ٿا ته خانگي ملڪيتون مالڪن جي رضامنديءَ بنا سرڪاري ڪرڻ هڪ قسم جو دباو آهي ۽ اهنسا خلاف ٿيندو. در اصل سو مولڪي وڏن زميندارن ٿي ڌهن لسين ڪرايو آهي، جسي هارين کان زوريءَ مالگذاريون وصول ڪندي حڪومت جي مدد وٺندي ڏرو ٿا هجڪن ۽ بيا جي ڪارخانن جا خاوند آهن جي پنهنجن مزدورن کي آزاد مزدور سيالون ناهڻ جي اجازت نٿا ڏين، ته جن ماڻهن جو ڪنهن تبديل سان واسطو آهي ان مان گهڻا سا جاهين ٿا تنهنجي پرواهه نه ڪري، زور هن ٽالهه اسي ڏلو ٿو وڃي ته مالڪن جون دليون ڦيري ڪين باز آڻڻ ڪبي. هن لمولي ته ٿورڙائي سوارٿي لالچي ماڻهو وڏن سڌارن کي بنجو ڏيئي سگهن ٿا.

ٿواريع، جي هڪ سبق چٽو سيکاري ٿي ته اهو هي آهي، ته ڏن دولت جا سوارٿ گروهن ۽ درجن جا سياسي خيال ٻيءَ ناهين ٿا. الهن سوارٿن سان ته

قدري د ٻاو وجهن ٿا. ڪراچي ڪانگريس جي رٿيل
سٺاو موجب ”عام خلق جو ڏهڻ بند ڪرڻ لاءِ سياسي
آزاديءَ اندر اقتصادي آزادي پڻ اچي وڃڻ گهرجي.“
هن ٺهراو جي پيروي ڪرڻ لاءِ حقن وارن کان گهڻو ڪجهه
ڪسي بنا حق وارن کي ڏيڻو پوندو. ٺهراو ۾ ائين به
ڄاڻايل آهي ته مزدورن کي نه رڳو آجيوڪا لاءِ ڪافي
روز پر پيون به سهوليتون ملڻ گهرجن؛ ته ملڪيتن تي
خاص ڍلون وڌيون ويندينون؛ ته راڄ ”مکيه؛ مرڪزي
ڪارخانن، کاڻين، ريلواين، واهن، جهازن، وغيره جو
جو خود مالڪ بڻبو.“ ”ته سيني نشيدار شين جو
واهپو بند ڪيو ويندو.“ انهن سيني رٿن خلاف ڪئين
شخص گروه اعتراض اٿاريندا. شايد جهجهن جي فيصلي
اڳيان ڪنڌ جهڪائين، پر سو تڏهن جڏهن ته مٿين
جي لئيڄن جو دل ۾ ڌپ هوندن. لوڪشاهيءَ جي
به اهائي معني آهي ته جهجهن جو ٿورن تي زور هلي.
فرض ڪريو ته جهجهائي وارا ڪو اهڙو قانون پاس
ڪن ٿا جو ملڪيتي حق گهٽائي يا بنهه رد ڪري ٿو
ڇڏي. اهڙي قانون جي ٿورائي وارا هن سبب ڪري
مخالفت ڪري سگهن ٿا ڇا ته قانون ۾ دٻاو آهي؟
پڌرو آهي ته نتا ڪري سگهن، ڇو جو اُنهيءَ نمولي
تي لوڪشاهي قانون پاس ڪندي آهي.
سو دٻاو جي سبب ڪري ڪو به اعتراض نٿو
اٿاري سگهجي. ڪي چوندا ته جهجهائي وارا اُنيتيءَ
تي هلي غلط ڪري رهيا آهن. پوءِ اهو
فيصلو ڪرڻو پوندو ته جهجهائي جو پاس ڪيل قانون
ڪنهن نيتيءَ جي سڌانت ورڌ هو ڇا؟ پر سو

۽ پوءِ بہ حد کان ٻاهر وڃي ٿو، ڇو جو طاقت جو نشو
انسان کي بي ايمان ڪري ٿو. پر جي ڪٿي ڪنهن راڄ
جا حاڪم آزاديءَ جا ڪوڏيا آهن ۽ جبر لاءِ بلڪل
اڻ تہ بہ اڙٻنگن انسانن تي جبر ڪرڻو نہ پوندن،
جيسين ڪي هرهڪ ماڻهو سوارٿ ڇڏي، پورن ٿي،
پراپڪاري بڻجي. تڏهن راڄ جي حاڪمن کي ٻين
راڄن جي حملن کي منهن ڏيڻ لاءِ بہ زور جبر ڪرڻو
نہ پوندو، يعني تہ بچاءَ لاءِ ڪو نہ ڪو هٿيار پوندن.
تنهن بچاءَ جي ضرورت تڏهن لهندي جڏهن هڪ ئي
چڪرورتي راڄ دنيا ۾ اسٿاپن ٿيندو.
جي زور ۽ جبر هن طرح ٻاهرين بچاءَ ۽ اندرين
رکڻ لاءِ ضروري آهن تہ ڪٿي ماڻهو هنسا اهنسا وچ ۾
حد مقرر ڪندو؟ هڪ وار نيتي سياست اڳيان
جهڪندي تہ، جيئن رينولڊ نيبر پنهنجي ڪتاب
Moral man and Immoral Society ۾ ڏيکاري ٿو،
هنسڪ ۽ اهنسڪ دنياوي جا پند مٽجي ويندا ۽
سرڪارن ۽ انقلابين جي جبر ۾ فرق نہ رهندو.

مونکي سورهن آنا خاطري ناهي پر مان پاليان ٿو
تہ گانڌيجي قبول ڪندو تہ هن پيڙهيءَ دنيا ۾ ڪنهن
قومي راڄ کي ٻاهرين جي بي گناهہ حملن کان بہ پا
بچائڻو پوندو. البت هر ڪنهن راڄ کي پر وارن ۽ ٻ
راڄن سان دوستاڻو ۽ صلح پسند سلوڪ هئڻ گهرج
پر ڪم جو نہ ڪنهن بہ صورت ۾ ڪي حمل
ٿيندا. راڄ کي ڪي دنياوي جا قانون بہ پاس ڪ
پوندا، جي ڪن طبقن جي حقن ۽ ملڪيتن تي بندش
وجهندا ۽ ڪي ڪم ڪرڻ کان منع ڪندا. سب ڪا

مرڳو اُلٽا ٿيا آهن ۽ جيئن جيئن موجوده جماعتن ۽ سنستائن جو مقابلو وڌيو آهي تيئن تيئن زورزبر به وڌيا آهن. جي ڪٿي ٻاهرين زبردستي گهٽي آهي ته وري اندروني اندران پيڪيل ۽ خطرناڪ ويس ورتا اٿس. سو زور جبر نه هوش وڌڻ ڪري، نه مذهبي خيالات يا اخلاق ڪري پنتي هٽيو آهي. شايد ڪي جزوي انسان انسانيت جي چڱي خاصي درجي ڪي وڃي رسيا آهن ۽ شايد جيترا انهي مٿئين درجي جا (ٻنهي اوچا درجا چڙي) هن وقت دنيا ۾ آهن اوترا ڪنهن به وقت اڳي ڪونه هوا. سماج ته لتي پتي ذرا اڳتي وڌيو آهي ۽ انسان ۾ آدمي ۽ جهنگلي جذبن روڪڻ جي ڪجهه ڪوشش ڪئي اٿس. پر آخرڪار گروهن ۽ قومن ۾ ڪو گهڻو ڦير ڪونه پيو آهي. پاڻ ته انسان ڪجهه وڌيڪ سيبه ۽ سنجيدو ٿي پنهنجون اصلي خاميون خرابيون لاهي قومن ۽ جماعتن مٿان هنيون آهن. جيئن ته اخلاق ۾ ڪچن ۽ هيٺ جي هميشه هنسا ڏي چڪ ٿيندي آهي، تيئن اهڙين قومن ۽ جماعتن جا اڳوان ڪو ورلي عمدا انسان ٿين ٿا.

جي ڪٿي سمجهون ته رفته رفته حڪومتن مان زور زبر جا ڀيڙا طريقا هٽي ويندا، ته به هن ڳالهه جو نظرانداز ڪرڻ ڏکيو آهي ته حڪومتن ۽ سماجن جي بقاءَ لاءِ ڪجهه دٻاءُ جي طاقت ضروري آهي. سماجي جيوت لاءِ ڪنهن نه ڪنهن قسم جي حڪومت ضروري آهي، ۽ جي شخص اختياريءَ وارا هوندا سي لاچار انهن سياون ۽ طبيعتن کي روڪيندا جي خود غرض ۽ سماج لاءِ نقصانڪار آهن. آزمودي مان ڏٺو ويو آهي

سو هن وقت پڙهي واڻون پتال ٿي پيون. دشمن ملڪن لاءِ ڪيترا جيترا ڪوڙ ۽ بولا ويا ۽ ڪوڙي پرچار ۽ خفيه ڪمن پنهنجي چال شروع ڪيو. سو هن زماني ۾ صلح ۽ ان جنگين وچ فقط هڪ ساهي ٿي ٿئي، جنهن ۾ جنگ لاءِ تياريون ٿين ٿيون ۽ مالي اقتصادي جنگ، چالو ٿي رهي ٿي. ڪنهن ڏٺو ۽ هارائيندڙن وچ، سلطنتشاهي ۽ غلامشاهي ملڪن وچ، ڦريندڙ ۽ ڦرجندڙ طبقن وچ هر هنڌ هر وقت ڪشمڪش جاري رهي ٿي. يعني ته ظاهري صلح وقت به دغا دولاب ۽ زور زبر جي جنگي فضا قدري جاري رهي ٿي ۽ تنهن حالت کي منهن ڏيڻ لاءِ فوجي افسرن ۽ سرڪاري عملدارن کي تربيت ڏني وڃي ٿي. لارڊ ولسلي پنهنجي ڪتاب Soldier's Pocket-book for Field Service ۾ لکي ٿو ته، "اسين پيا طوطي والگر ٻڌندا آهيون ته "ايمانداري عمدي پالسي آهي" ۽ "سچ ته سڀ ڪجهه آهي." پر اهي ڳالهيون اُنهن لاءِ سدر ڀلا ڪا آهن. پر جو شخص جنگ ۾ اُنهن جو عمل ڪرڻ چاهي ٿو سو ته تلوار ميان ۾ وجهي هولڊ گوشه نشين وڃي ٿئي."

جن موجوده حالتن هيٺ هڪ قوم ٻي قوم جي دشمن ۽ هڪ طبقو ٻئي جو دشمن آهي اُتي هنسا ۽ اهنسا جي ڳالهه ڪيئن رهي آهي. جي قومون ۽ گروهه پنهنجي طاقت ۽ پنهنجا حق سالم رکڻ چاهين ٿا ۽ مظلومن کي اُٿڻ اُسرڻ کان دٻائين ٿا سي ڪيئن نه هنسا ۽ اُنهن جو اُپيوگ ڪندا؟ ممڪن آهي ته جيئن عام جا وايا مضبوط ٿيندا ۽ هي دشمنيون ۽ دٻاءُ گهٽجندا ويندا تيئن هنسا ڪم ٿيندي ويندي. سچ پچ ته انسان جا آزمودا

جوابدار عهدن ۾ پاڻکي نڪار ۽ نالائق ثابت ڪري
ڏيکاريو آهي؟ هڪ پاسي پنجاب سان انصاف ڪرڻ
کان انڪار ۽ ٻئي پاسي سرڪار سان سهڪار ڪرڻ جي
نيند، مونکي سراسر هڪ پاکنڊ لڳي ٿو."

سا ڳالهه عالم آشڪار آهي ته حڪومتن جو زور
زبرڻي يت پروسو آهي. جنگ ۾ زور ڪاپو کلايو هلي
ٿو، پر تنهن کان سواءِ جاسوسن، چغلخورن، ڇيڙ ڇاڙ
ڪندڙن، تعليم ۽ اخبارن معرفت ڪوڙن پرچارن،
مذهبي ۽ ٻين قسمن جي ڏٻن، بکن ۽ سختين معرفت
اڪل ڇپيل زور ڪليل زور کان وڌيڪ خطرناڪ ٿئي
ٿو. ٻن حڪومتن وچ ۾ هرقسم جو ڪوڙ ۽ دولاب
روا سمجهيا وڃن ٿا، بشرطيڪ پڌر نٿي ٿئي. ٽني
سؤ سال اڳ سر هينري ووٽن، هڪ شاعر ۽ انگريز
ايلچيءَ بڌايو ته ايلچي معنيٰ "هڪ ايماندار انسان جو
ٻين ملڪن ۾ پنهنجي ڪاتر ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ موڪليو
وڃي ٿو." اڄ ڪهه ايلچين سان فوجي، بحري ۽
تجارتي گماشتا ٻڻ روانا ڪيا وڃن ٿا، جن جو مکيه
ڪم ڌارئي ملڪ ۾ جاسوسي ڪرڻ جوئي ٿئي ٿو. انهن
جي پنيان خفيه پوليس جي ڌلين ۽ دغائن جي شاهي
چار ڦهايل رهي ٿي، جنهن منجهه جاسوس، جاسوسن
مٿان ٻيا جاسوس، رهزن خونين سان تعلق، رشوتن
لاءِ ناڻا، انسان کي ڀڄڙو ڪرڻ لاءِ يا لاچار خون ڪرڻ
لاءِ بندوبست سڀ تيار رهن ٿا. هي سڀ صلح وقت
گهٽ خراب نٿيون ٿين، پر جنگ ڇڙندي باقي ممڻ
ٿا ۽ سندن زهر جت ڪت ڦهاڄي وڃي ٿو.
مهاڀاڙيءَ لڙائي وقت پرچار جا ا... ڪيترا

ڪرڻ جي مراد چوڻ هئي، پر سچ پچ ته زوريءَ
جو هڪ زبردست هٿيار آهي پوءِ ڪري اها زوري
نهايت سڌريل ۽ سڀڻ نموني ڪئي وڃي. اها ڳالهه
به ياد رکڻ جهڙي آهي ته شروعاتي لبڪن پر ڪانگريس
دراصل "مجبور ڪرڻ" شبد واپرايو هو. والسراءِ لارڊ
چيمسفورڊ جي پنجاب مارشل لا بابت تقرير (١٩٢٠)
جي لفظن جيئن هيٺ لکيا آهن ته:

"هن تقرير هز ايڪسيلنسي، ڪائونسل ڪلڻ مهل
ڏني تنهن مان جا ذهنيت پکي ٿي سا اهڙي آهي
جو سڀني واري انسان ته سائنس ۽ نه سنڌس سرڪار
سان ڪو تعلق رکي سگهندا. پنجاب بابت جو ڪجهه
چيائين تنهنجي معنيٰ ته فرياد جو داد ڏين نه ڪندس.
اٽلو اسانکي صلاح ٿو ڏئي ته توهين اها ڳالهه ڇڏي
ڏيو "آئينده" جو اوار ڪريو. ورچهي آئينده
جو اسانکي اهوئي اونو آهي ته ڪيئن سرڪار کي
مجبور ڪري پنجاب لاءِ ڪس توبهه تائب ڪرايون.
تنهن لوبهه جو اسين ڪو اعتبار ڪو ڏسون. اٽلو آڪي
ٿو ته فريادين کي جواب ڏيڻ کان اڳ پاڻکي روڪيان
ٿو. يعني ته جن اهم ڳالهين جو هندوستان جي مان
شان سان واسطو آهي تن بابت سنڌس وايا جهڙا اڳ
لهڙا حالي نه آهن. جي اڄ "انهن معاملن جي لسري
لاءِ تاريخ کي امين ڪريان ٿو." هن قسم جا ٻول
مهنجي خيال ۾ قسمت تي لوڻ برڪڻ وارا آهن.
تاريخ جا سڀئي فيصلا ان ڪري ڪهڙي ڪم ايندا
جنسان هن وقت وڌل وهايل آهن ۽ جي اڄ به
انهن عملدارن جي لئي هيبت لتاڙجن پيا جن وڏن ۽

وچون هجي (مثلا ڊاڪٽر جراح جي هنسا) ۾ جتي
بريرآهي اُتي اَيتي ٿي نٿي سگهي. آخر ڪار نيتيءَ
جون به ٿي ڪسوٽيون آهن، د ويش ۾ بريرـ سو
جيتوٽيڪ هنسا اڪثر طور نيتيءَ خلاف هوندي
خطرناڪ آهي، پر ائين ضروري ناهي تہ ائين هميشہ
هجي.

سڀ جيون هنسا ۾ جدوجهد سان لمتار ٿيو پيو
آهي، نڪي ڪي هنسا سان هنسا متائي سگهجي ٿي،
بلڪ ودي ٿي ٿي. پر هنسا جو سراسر انڪار ڪرڻ
سو بہ مڪني هائيءَ وانگر ڪنڌ ڊوڙو ٿيو ۾ چپو تہ
انهي انڪار جيون جو راز پورو نہ پروڙيو آهي.
حڪومت ۾ سماج جي رڳ، رڳ، نس نس ۾ هنسا
آهي. حڪومت ڪي دباؤ جي طاقت نہ هجي تہ نہ
ڍلون اُڳڙن، نہ زميندارن ڪي مالگذاريون ملن ۾
خانگي ملڪيت ڪافور ٿي وڃي. قانون آهي جو
پوليس ۾ فوج جي مدد وٺي خانگي ملڪيت جا حق
محفوظ رکي ٿو. قومي راڄ انهيڪري سالم سلامت
آهن جو ڪين ڪاهہ ۾ بچاو لاءِ قابل هنسڪ طاقت
آهي.

ائين آهي تہ گانڌيجيءَ جي اَهنسا ڪا انڪاري
ناڪاري چيز ناهي. انهيجي معنالي مقابلو نہ ڪرڻ
ناهي. انهيجي معنالي اَهنسڪ مقابلو آهي، جا تہ هڪ
نياري ۾ ساڪار جبري چيز آهي. اها ڪا اهڙن لاءِ
ناهي جي مٿي مات مٿي مات ڪري پاڻهون پڌي
وهن. اِها تہ سماج ۾ ولوڙا وجهڻ ۾ سماج جي صورت
بدلائڻ لاءِ ويچاريل آهي. سندس پنيان پلي د ليون

ڀڄائي دنيا مان ڌڪار، ڀڄائي ۽ خود غرضي ترڪ
ڪئي هئي. آخر اِئين ڇو سمجهيو ويو ته سو ڊشڪي
سوال آهي ته اُهو آس پاس جيون هڪ ”ڏڪ جو
قصو ٽيندو جنهن ۾ ڏاڍ ۽ گوڙ ۽ شور، پر ڪنهن به
مطلب نه هوندو.“ ڀلا اُهو آدرش ٿي رسڪ ڪالو
اُهن گڻ جي مهما ڳائي اُهن لاءِ اُدم ڪرڻو آهي جا،
پوءِ ڪري ڪيڙيون رڪاوٽون هجن جي اسانکي
اُنهي طرف گهلي وڃن؟ ڪهڙيون آهي رڪاوٽون
دور ڪري ڇڏيو، سندرتا ۽ چڱائي لاءِ وڌيڪ موافق
۽ من وڻندڙ حالتون پيدا ڪرڻيون آهن؟ ڪهڙن
ڀيهي طرفن اُدم ڪرڻو آهي؟

پوءِ ته هنسا اهنسا وچ، ڊليون قرق ۽ دائرو
وڃي ڪيتري قدر ڪو ڦيرو ٿيو آهي جا؟ ڪيترن دفعا
بازن جي پل کان آلمڪ پل گهڻو وڌيڪ زبردست
دالبندڙ پل ٿي ٿو. ۽ اهنسا معنيٰ سچ ۽ سچ معنيٰ
اهنسا آهي جا؟ ستيه ڇا آهي سو به هڪ ڪهنو سوال
جنهن جا هزارها جواب مليا آهن پر سوال هلندو اچي
ٿو. پر ڇا به هجي ايتري پڪ آهي ته سچ جي
معنيٰ اهنسا پر سمائجي ٿي وڃي. هنسا ڀڄڙي آهي،
پر هنسا هنسا آهي ٿيهڪري ڪو ليتيءَ خلاف نه
ٿي. هنسا جا به درجا ۽ نمونا ٿين ٿا ۽ ڪن موقعن
تي پورڪيچ به ڪرڻ کان لاچار هنسا ٿي چڱي. گانڌيجيءَ
ٻاڌ ڇيو آهي ته ڪاتُرتا، پيو غلاميءَ وغيره کان
هنسا بهتر آهي. برابر آهي ته اڪثري هنسا سان گڏ
ڌوڪش ياڙ هوندو ٿي آهي، پر اصولي طور الس
نه ته هجي. وڇار پر اچي سگهي ٿو ته هنسا پر پس

ڪان ڇيلا وسيلا وڌيڪ اهم آهن، زوري ڪرڻ کان
د ليون ڦيرڻ بهتر آهي ۽ اهنسا، سنيه، سداچار تيئي
ملائي ڇهلائي ڇڏيندو آهي. ڪئين پيرا اهي شبد
ائين ڪم آڻيندو آهي ڄڻ تيئي ساڳيا شبد آهن.
ائين به ڪڏهن ڏسبو آهي ته جيڪي اهو سڀ قبول
نٿا ڪن سي خاص خيلن ۾ نٿا ليکيا وڃن، ڄڻ ڪو
نيتيءَ جي نيمن جو اُلنگهن ڪيو اٿن. ڪي چيلا ته
اُتي وڃي رسيا آهن جو پاڻکي سدائين صحيح ۽
سچا سمجهن ٿا.

پر جن کي اهڙي شرڌا جي ڏات نصيب نه ٿي
آهي تن کي ڪئين شڪ شبها ويڙهي وڃن ٿا. سي
شڪ انهي بابت ناهن ته هن وقت ڇا ڪجي، پر هن
بابت ته منش کي ڪا ڪرم يوگ جي اهڙي پڪي
فلسفي کپي، جا هڪ پاسي نيتيءَ انوسار ۽ ٻئي
پاسي سماج ۾ اثرائتي آهي. آءٌ پاسيان تو ته آءٌ شڪن
کان آجو ناهيان ۽ مونکي ڪو خاطر خواهه سوال جو جواب
نٿو ملي. مونکي هنسا لاءِ نهايت نفرت آهي، تنهن
هوندي به آءٌ هنسا سان پريو پيو آهيان. ڇاڻي نه
ڇاڻي آءٌ به ٻين کي د بائڻ هيسائڻ جي ڪوشش
ڪريان ٿي پيو، ۽ تنهن کان بُديءَ جي جبر کان پيو
ڪهڙو وڏو گالڌيجي جبر ڪندو، جنهن ڪيترن ڇيلن ۽
سائين جي بُديءَ کي ڦيهي ڦسائي ڇڏيو آهي؟

پر سچو سوال هي آهي: قومون ۽ سماج ڪافي
اهنسڪ ٿي سگهن ٿا يا نه؟ جي ٿي سگهن ٿا ته
معنيٰ آدرم ذات محبت ۽ چڱائي جي خاص درجي تي
رسي سگهي ٿي. ائين برابر آهي ته آخر جو اهو ئي
سچو آدرش آهي ته انسان ذات کي انهي حد تي

ذات ۽ ساري سماج لاءِ اُصول ڪيئن ڪريان. هو نه راجنيتي ۽ سماجي حالتون ڦيرائڻ لاءِ تيار هو. اِها من مراد رکي، جاڻي واڻي، هن هي اڳيون هتيار نئين ۽ وڏي ڪم ۾ آندو. لکيو اٿس ته، ”جن کي منش جاتيءَ جي حالتن ۽ رهڻيءَ ۾ ڳرا ڦيرا آڻڻا آهن سي سماج جي سمنڌ کي ولوڙڻ بنا ڪجھ ڪري ڪين سگهندا. ولوڙڻ جا ٻه نمونا آهن— هنسڪ ۽ اَهنسڪ. هنسا جو زور جسم تي پوي ٿو. اهو زورآور کي ٻيڙو ۽ مظلوم کي دٻي ذليل ڪري ٿو. پر اَهنسڪ زور، جو اُپواس وغيره يعني پاڻ ڪشت سهڻ جي ذريعي ٻئي تي لڳائجي ٿو، سو نرالو آهي. اُنهيءَ جو بدن سان واسطو ناهي، پر اِهو ٻئي جي آتما شڪتي اُڀاري ۽ وڌائي ٿو.“ *

اِهو ويچار هندوستان جي ويچار ڌارا سان قدري ملي ٿي آيو ۽ پيو نــ نه ٻاهران، ملڪ خوشي سان سويڪار ڪيو. ڪن ٽورن کي ٽيت هئي ته هن سڌانت جي تهه ۾ ڪيتريون ڳالهيون لڪل هيون، جن کي هُريون تي تن ٻه شرڌا سان هل چلن ۾ اَچهو ۽ وڃي ورتو. پر جڏهن هل چل جي رفتار پوري تي تڏهن ڪيئن سوال ڪن ماڻهن جي من ۾ اُٿيا، جن لاءِ جواب ملڻ نهايت ڏکيا هوا. انهن سوالن جو هن وقت سياست ۾ ڇا ڪرڻ کپي تنهن تي اثر ڪونه پيو. اِهي سوال اَهنسڪ ستيا گرهه جي تنوگيان ۽ فلسفيءَ بابت هوا. سياست جي نظر سان اهنسڪ

* هڪ بيان مان جو گانڌيجيءَ ۴ ڊسمبر ۱۹۳۲ تي هڪ اُپواس وقت ڪيو.

اهڙا کي مونجهارا اڄ هندوستان جي سامهون کڙا آهن. اسان پاڻکي الائي ڪيئن ڪن ڳنڍين ۾ ٻڌي ڇڏيو آهي ۽ جيئن اهي ڇوڙيندا سين تيئن ڇڙي ٻري نه سگهندا سين، سو ٻنهنڪاروول جا جوش جذبا اڻارڻ مان نه ليندو. ڪنهن وقت ليو تسه اسپينوزا (فلسوف) سوال پڇيو ته ڇا بهتر آهي: "علم ۽ عقل جي ذريعي آزاد ليڻ يا جوش جي زنجيرن ۾ ٻڌ جي رهڻ؟" هن ته پهرين حالت پسند ڪئي.



جو ڀاڱو ڇڏائي نه سگهي، ڪيترين زمينون سودخورن جي ور وڃي چڙهيون آهن ۽ ڪاليدار ڦري پنهنجن هنين ۾ هاري ٿي هر ڪڙين پيا. اهي شهر جا سودخور ناڻا آڏارا ڏيئي زمينون گروي رکي آهستي آهستي قولجي قلجي ڀاڱي زميندار بڻجي پيا. گانڌيءَ موجب اهي ڀاڱي الهن اپاڳن ماڻهن جا وڪيل آهن جن کان هنيون ڪمائي ورتيون اٿن ۽ هنن جون پيداوارون گهٽي پاڳي سندن سار سنڀال پنهنجي نه خرچ ڪندا.

پر هي تعلقداري سرشتو عمدو آهي نه؟ جو ڪمپني هندوستان ۾ داخل ڪئي؟ ڪيترن ڀاڱن ۾ رعيتواري سرشتو آهي. خبر ناهي ته گانڌيجي گجرات ۾ وڏين زميندارين ۽ تعلقدارين آڏو چاهيندو يا نه؟ شايد ڪين چاهيندو. جي نه ته جو هڪ سرشتو گنڊيل علائقي، بهار ۽ بنگال لاءِ ليڪ آهي ۽ ٻيو سرشتو گجرات ۽ پنجاب لاءِ؟ مان نئو ڀانيان ته اسر ڏکڻ، اپر لڌي الهندي رهڻن ۾ ڪو وڏو فرق آهي يا سندن سڀاڏي ويچار ڪي نرالا آهن. مطلب ته جيڪي آهي سو ليڪ ۽ سو جيئن جو تيئن پلي رهي. عام لاءِ ڪوڙي چيز خاصي يا لاڀدايڪ آهي تنهن بابت ڪنهن به جاچ لياس جي ضرورت ڪانهي ۽ نه موجوده حالتون بدلائڻ جي. جنهن چيز جي ضرورت آهي سا آهي ماڻهن جون دلون ڦيرڻ. زندگيءَ ۽ سندس مسئلن ڏي هي رخ نيج ڏرمي رخ جنمو. تنهنجو واجبستي ارٿ شاستر يا سماج وديا سان ڪو به واسطو ناهي. مگر سياسي ۽ قومي ميدان ۾ ته گانڌيجي ڪتي جو ڪتي وڃي نڪري ٿو.

... رهيو هو) جيئن
ميندارن جي سفارت سان ڳالهائي رهيو هو) جيئن
وهين پنهنجون ملڪيتون ڪسانن لاءِ امانت طور رکو،
خاص ڪري سندن ڀلي لاءِ ڪم آڻيو... پر سمجهو
حقوق ناحقون توهان کان ملڪيتن ترڪ جي حرڪت
ملي تي ته آءٌ توهانجو ئي پاسو وٺي بيهندس... مغرب
جو ساميواد ۽ سماج واد ڪن ويچارن تي ٻڌل آهي جي
اسانجي ويچارن کان بنهه نرالا آهن. مثلا سندن هڪ
ويچار اهو آهي ته انسان سياوڪ طور لالچي لوڀي
آهي... اسانجو ساميواد ۽ سماج واد ته اهنسا تي بيهارڻ
گهرجي ۽ انهي تي ته زميندار ۽ ڪسان، مزدوري ۽
موڙيءَ جو پاڻ ۾ سهڪار آهي."

مونکي خبر ناهي ته مشرق مغرب جي بنيادي
ويچارن ۾ ڪهڙا فرق آهن. شايد آهن. پر هڪ ظاهران
ظهور فرق هي آهي ته ٿورن سالن کان جنهن قدر
اسانجي زميندارن ۽ سرمائيدارن ڪسانن ۽ مزدورن
جي بد خواهي ڪئي آهي تنهنجي پٽي ۾ سندن مغربي
پائرن نه ڪئي آهي. هندوستان جي زميندارن پنهنجن
ڪسانن جي بهبوديءَ ۾ ڪوڙيءَ جي به دلچسپي
نه ورتي آهي. هڪ يورپي مسٽر ايچ. اين. برلسفورڊ
لکيو آهي ته، "هندوستان جا اهٺيدار ۽ زميندار اهڙا
رت چوس جُوَرون آهن جن جهڙا ٻئي ڪنهن به سماجڪ
سرشتي ۾ ڪين ملندا." * لنهن ۾ شايد هندوستان
جي زميندار جو قصور ناهي. ملڪ جي صورت سندس
لاءِ اهڙي بگڙي ويئي آهي جو هو روز بروز پست
پوندو وڃي ٿو ۽ هاڻ ته اهڙو سوڙهو اچي گهٽيو آهي

*H. N. Brailsford-Property or Peace

ڏيڍ سؤ سال جهڙي سخت پرک بابت مڪر مان ڪڍيائين؛ ڪنهن جو ڏک ڏسي ٿو، پر وسرائي ويهي ٿو. وچارو پڪي موڙي پيو.“ گانڌيءَ بلاشڪ مرڪندڙ پکي لتو وساري. پر سندس سهڻي ڪنهن بابت ڇا ٿو فڪر ڪري؟ ٿوريون گهڻيون ساڳيون ڳالهيون وڏن تعلقدارن ۽ زميندارن سان لاڳو آهن. مونکي ته انهيءَ ڳالهه بابت بحث جي ضرورت نٿي لڳي ته هي لير رئيسي سرشتو جهونو ۽ نه رڳو پيدائش ۽ ترقي خلاف آهي. اهو ته وڌندڙ سرمائيداري جي به خلاف آهي؛ ساري دنيا ۾ وڏين زميندارين جي بدران آهستي آهستي ننڍيون ڪاليدار يون اچي ويون آهن. آءٌ سمجهي ويٺو هوس ته هندوستان ۾ رڳو اهو سوال اٿي سگهي ٿو يعني ته معاوضي جو. پر بعد ۾ ڪان ڏسي حيرت ۾ پيو آهيان ته گانڌيءَ چالو تعلقداري سرشتو پسند ڪري ٿو ۽ هلائڻ چاهي ٿو. جولاءِ ١٩٣۴ ۾ ڪانپور ۾ چيائين ته ”جي ٻنهي جي دلين ۾ فرق اچي ته زميندارن ۽ ڪسانن جا ناطا ناتا سڌري پون. پوءِ ته ٻئي ڌريون ساڻ سلوڪ ۾ گڏجي رهن. آءٌ تعلقيداري يا زميندارري سرشتو رد ڪرڻ جي فائدي ۾ ڪڏهن ڪونه هوس ۽ جي رد ڪرڻ چاهين ٿا سي نه ٿا مان ۾ سوچ بنا بولين ٿا.“ (امرتا بوٽس لهمت ته هرويرو ڏري انس.)

وڌيڪ چيائين ته، ”مان ڪڏهن به هن ڳالهه ۾ شريڪ نه ٿيندس ته ملڪيت وارن کان، واجبي سبب بنا، ملڪيتون کسيون وڃن. منهنجي من مراد اعالي آهي ته ڪيئن توهانجي دلين ۾ ٿيرو آڻجي (وڏن

هندَ آهن سي ساڳيون رياستن ۾ نه ٿي سگهنديون. در اصل زرعي، هنري، مذهبي، سرڪاري فرق برطانوي هند جي پرانت وچ ايڏا آهن جو سيني لاءِ ساڳي پاليسي ڪارگر نه ٿيندي. يعني ته جهڙيون حالتون اهڙيون سرجوشيون، پر ڌار ڌار هندن لاءِ ڌار ڌار عام پالسيون ته نه هئڻ کپن ۽ جا چيز هڪ هند ڀڙي آهي سا چيز ٻئي هند به ڀڙي سمجهڻ کپي. ٻي صورت ۾ ڪي ملامت ڪندا ۽ ڪن پيا ته ڪانگريس کي ڪا پڪي پالسي يا اصول ڪونهي. ڪانگريس ته رڳو پنهنجو اوڄ طاقت چاهي ٿي.

فرتيواز ڌار چونڊڪن خلاف ڏاڍي سخت نڪته چيني ڪئي وڃي ٿي ۽ سو صحيح آهي. جي ڌار چونڊڪن جي جمهوريت سان ميل جهول ڪونهي. جتي مذهب موجب چونڊون آهن اُتي جوابدار حڪومت ناشدني آهي. پر پنڊت مدن موهن مالوي ۽ مهاسيا جا اڳوان جي ڌار چونڊڪن خلاف ڪاٽ ڪهاڙا ڪڍي نڪرن ٿا سي ساڳيا رياستن بابت ماٺ ۾ آهن. سي شايد رياستن جي نادرشاهين ۽ باقي هندوستان جي (نام ماتر) لوڪشاهين وچ ناتا ڳنڍڻ چاهين ٿا. هن ڪان وڏيڪ واهيات ۽ اڻ ٻڻ ناتو ٻيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ پر مهاسيا وارا، لوڪشاهي ۽ قوميت جا ڪوڏيا بنا هيڪ هيڏو سارو اُت ڳيهي وڃن ٿا. اسين عقل ۽ دليل جي هام هڻون ٿا پر اندران ته جوش ٿي دونهون دکائين ٿا.

سو آءٌ وري ڪانگريس ۽ رياستن ڏي رخ جي موئنجهاري تي اچان ٿو. دل ۾ ٿامس پين اچيم ٿو ۽

سنڌاريو ۽ ھي اھايا ناٽ آڌبر ڏيکي ويس چنڊ يو.
”ھي راجائون! رجو ۽ وھي اھي پھنجا مولي جواھر
وڪٺو!“ شايد ڪبس ٻڌو ان ٻڌو ڪيائون، ٻر مٿر مان
آلي لبنڪ ويا. ھڪ ھڪ ڪري ڪامندي ٻھرلدي
مبڙ چڏي ويا، ٿان جو سياپتي پاڻ ۾ ڳالھائيندڙ کي
چڏي لڪري ٻاھر لڀو. مائي ٻيسمن جا ۾ حاضر ھئي،
سا ۾ چڙ ۾ آئي ھلي وئي.

مستر ڪيلڪر واري خط ۾ ڳالڌبجيء وڌيڪ لکيو
ت، ”آءٌ چيڪر چاھيان ٿو ر ياستون پھنجي ٻرجا کي
سوراج ڏين ۽ راجائون پاڻکي ٻرجا جا امانتدار ڪري
سمجھن.“ جي امانت وارو خيال نيڪ آھي ته چو،
ڪين برطانيہ حڪومت جي اھا دعويٰ تہ آءٌ ھند
سرڪار لاء امانتدار آھيان، ۾ قبول ڪئي ڪريون؟
لٺط ھڪ ئي فرق آھي جو ڌاري جي حڪومت آھي،
ٻيو ته مولکي لئو سمجھي. سو ڪو اھڙو فرق ڪونہ
چنبو جو جو ملڪ ۾ جيڪي ماڻھو آھن تن وچر ہ
چمڙيء جي رنگ، جاٽ ۽ ورن ۽ سيھنا جا ايڏائي
وڏا فرق آھن.

ٿورن سالن کان ڪئين انگريز عملدار رياستن اندر
لڪڙا پيھي ويا آھن، پوء ويچاري راجا کي سا ڳالھ
آئڙيي يا ند. راجائن مٿان ھند سرڪار جي چايا تہ آد
کان وني آھي. ھاڻي تہ اندرون اندران ۾ ڪيترين
وڏين رياستن ۾ ضابطو وڌين. سو حڌمن اھي ٻولين
لسون تہ ٻولائن واري ھندسرڪار آھي، جا سندن آڏ
۾ جاگيرداري حالن جو پورو فائدو وني ٿي.

اھو مان سمجھي سگھان ٿو تہ جي سرگرميون ٿي

١٩٢٥ ڌاري
کي رياستن اندر پهچ نہ ڏنو ويو آهي. سي. آر. داس ڏاڍو بيمار هو تڏهن صحت
جڏهن مسٽر سي. آر. داس ڏاڍو بيمار هو تڏهن صحت
ٺاهڻ لاءِ ڪشمير ۾ وڃڻ جو خيال ڪيائين. ڪنهن
سياسي مقصد لاءِ ڪونہ ٿي ويو. جڏهن ڪشمير جي
سرحد تي وڃي پهتو تڏهن کيس روڪيو ويو. خود
مسٽر جناح کي حيدرآباد رياست ۾ اچڻ نہ ڏنو ويو؛
مسز نائيڊو، جا تہ حيدرآباد شهر جي وينل آهي، سا بہ
ڪي سال گهر ۾ گهڙي ٿي سگهي.
جڏهن رياستن اندر هي وائل وڌيا تي تڏهن سياوڪ
هو تہ ڪانگريس رهواسين جي بنيادي؛ ناگرڪ حقن
جي پو ئواري ڪري؛ انهن جي پايماليءَ تي نڪتہ چيني
ڪري. پر گانڌيجيءَ ڪانگريس جي سر مٿان رياستن
بابت هڪ عجيب پاليسي مڙهي - يعني ”رياستن جي
اندرين ڪاروبار ۾ دخل نہ ڏيڻ جي پالسي.“ اها
چين کي چنو لڳائي وهڻ جي پالسي هلندي رهي
جيتوڻيڪ رياستن اندر ڪيئين ڪلور وهيا آهن؛
رياستن ڪانگريس مٿان ري گناهہ هلائون ڪيون آهن.

شاخ سڏايو هو. سنگهہ جي منتريءَ اخبارن ڏي خط
لکي ظاهر ڪيو تہ ميڙ تيڻ جي وقت ڪان ٢٤ ڪلاڪ
اڳ اختياري وارن هنن شرطن تي ميڙ جي اجازت ڏني
تي تہ ٢ هزار روپيا نقد ضمانت رکي وڃي؛ پڪ
ڏني وڃي تہ ميڙ ۾ ڪابہ سياسي تقرير يا عملدارن تي
نڪتہ چيني نہ ٿيندي. جنهن صورت ۾ ميڙ ڪوٺائيندڙ
کي اختياري وارن سان ڳالهيون ڪرڻ جي ڪافي
مهلت نہ رهي، تنهن صورت ۾ ميڙ ڪوٺائڻ جو ارادو
لاڙو ويو.“

ٻنل ڀاڻي هيٺان ٻانس ۾ گند آهي. ماڻهو ڀائڪي من ۾ بدن ۾ اڌل ڪڙپل سمجهي ٿو. ڏس ته هڪ طرف ماڻهن جي مفلسي ۽ مصيبت ۽ ٻئي طرف راجائي محلن ماڙين جو ناٽڪ لنگر، سوچ ڪريو ته رياست جو ڪيترو ڌن وڃي محلن ۾ راجائن جي عيش عشرتن لاءِ وڃي ٿو ۽ باقي ٻرحا جي سار سنڀال لاءِ ڇا ٿو رهي! اهڙن راجائن ڪنورن کي وڪڻ ڀالڻ لاءِ ۾ ناڻي جون گونٽيون کپن. ۾ مٿن ايڏا خرچ ڪندي ڪير ونجي ته ٿو ڇا؟

اهي رياستون هڪ گهڻ جي ٻردي ۾ لڪل آهن. اڪثر ٻاهرين اخبارن جي منع ٿيل آهي ۽ گهڻو ٿيو ته ايم سرڪاري يا ادبي هفتيوار اخبارون اندر هلن ٿيون. تراونڪور ۽ ڪوچن وغيره ڏاکڻيون رياستون ڇڏي (جتي پڙهيلن جو تعداد برطانيه هند کان گهڻو وڌيڪ آهي) عام تعليم بلڪل گهٽ آهي. جي سرون رياستن کان ٻاهر وڃن ٿيون سي وائسراءِ جي ملاقات وقت ذام ڏوم ادب آداب چاپلوسي ڪرڻ جون يا راجا جي شاديءَ يا جنم ڏينهن وقت جشن ۾ خرچن جون يا ڪسانن ۾ گوڙن شورن جون. خاص قاعدا آهن جن ڪري برطانيه هند ۾ ته راجائن ٽي ٽيڪا ٽپڻي ٿي نٿي سگهي ۽ رياستن اندر ڪنهنکي مجال جو ٻڙڪ ٻاهر ڪڍي. عام مڙ ڏين ٿي ڪون، ۽ ڀنگتي ميڙن جي ته اڪثر منع ڪئي ويندي آهي. * ڪئين ٻيا مشهور ماڻهن

* حيدرآباد دکن مان ۳ آڪٽوبر ۱۹۳۴ هڪ خاطوء لکمو ته، "هڪ عام ميڙ جو گالڏيتيءَ جو جنم ڏينهن ملهائڻ لاءِ وويڪورڊ ٿي ناٽڪ ۾ گڏ ٿيو هو سو ڪالهه رد ڪرڻو پيو. اهو مڙ هوبتي شو سنگهه جي مڪاني

طرح خيال ڊوڙائڻ
مان ايمان نڪري ويو هو. هوُ به ٻيءَ
لڳا هوا. البت ڪي جزوي شخص سرڪار جي ڪارنامن
تي بگڙيل هوا ۽ پاڻ چيائي ته سرڪار سان هڪ عداوت
پاڙي رهيا هوا. دراصل ٻنهي طرفان هڪ ذاتي عداوت
پاڙڻ جوئي خيال هو. سو خيال ڇڏڻ پاين دهشتڪارن
۾ ته پڌروئي هو. حڪومت طرفان به اِهو خيال اهڙو
زور نه هو ته هي هڪ سماج خلاف گناهه آهي جنهنجو
ڪو بنيادي علاج ڳڏي سيني ڪيو وڃي؛ پر اِهوئي
خيال زور هو ته ذاتي دشمني ڏاري وقت به وقت
ويرپاڙيو وڃي. ڪابه حڪومت خون خرابيون ڏسي
ضرور سندن مقابلو ڪري ڪين ٻنجوئي ڏيندي. پر
حڪومت جي شان وٽان آهي ته دل ڊيليءَ ۾ رکي
متي ضابطو ڪري ۽ نه ته گنهگار بيگنهه ۽ خاص ڪري
بي گناهن تي، جي تعداد ۾ گهڻا ٿين ٿا، اندن اوندن
وانگر غير واجبي زور زبر ڪري. شايد اهڙي خوف
خطري جي آڌو سانت ۽ ڌيرج ڪرڻ سولو نٿو ٿئي.
دهشتڪار ڪارناما گهٽجي رهيا هوا؛ پر تڏهن به ٿي
سگهيا ٿي. تنهن لي ئي عملدار اَمالڪ بي صبر ٿيا ٿي.
ظاهر آهن ته اهڙا ڪارناما هڪ مرض نه، پر مرض جون
علامتون آهن. مرض کي ڇڏي صرف علامتن جو علاج
اجايو آهي.

آءٌ ائين به سمجهان ٿو ته ڪيترا نوجوان، جي
دهشتڪارن جي لڙهه وچڙ ۾ اچن وڃن ٿا سي
پڇ ته فقط هن ڪري ڇڪجي وڃن ٿا جو ڪين ڳجه
ڪمن مان هڪ مزو اچي ٿو. ساهس ۽ جرئت و
نوجوانن کي ڳجهه ڳوهه ۽ خوف خطري سان دل ٿين

ٻن ٽن منٽن بعد ۽ ٻين هنڌن ۾ ڪجهڙا ويل وهايا.

ساڳئي ڏينهن سانجهي جو ڪملا ۽ آءٌ گڏجي ڪلڪتي اسپتالين ۽ ساري رات ٻي شهر ۾ اسين زلزلي جي ڏڪڻي ايراضي مان لنگهي وياسين. پهرين ٽن ڏينهن ۾ آفت جي ڪلڪتي ۾ ڪا ٿوري شهر ٻهتي- ٻي ڏينهن ٿورين شهرن جارون اچڻ لڳيون. ٽئين ڏينهن جيڏي مصيبت بابت ڪجھ اکيون کليون.

اسين ته ڪلڪتي جي ڪم ڪار ۾ لڳي وياسين. ڊاڪٽرن جا ڪوڙ هرهر ڏسڻا ٿي پيا. نيٺ ڊبلو ته ته مهنوبه رکي ڪملا پنهنجي علاج لاءِ ڪلڪتي ۾ روري اچي. هوڏانهن ڪيترن دوست ۽ ڪانگريس جا ساٿي هوا جن سان ڪجھ وقت ڪان نه گڏيا هواسين. ماڻهو ڪجھ ۾ ڪرڻ ڪان ڏنا ٿي، ته مٿان ٻي ڪا تازي آفت ته اچي ڪڙڪي. اڳيئي گهڻو سنو هوائون. اشارون ۾ هيت وڏيڪ شرڊار هيون. بس ته جيڻ ملڪ ۾ ليڻ هت بس ماڻهن جا من آئيندي بابت منجهيل شڪبل هوا. سچ پچ ڊپ ڪري ته، جيترو شڪ مولڇهه ڪري، ڪابه اثرائتي سياسي تحرڪ هلي نٿي سگهي. هڪ پاسي فاشسٽ ته ٻئي پاسي ساميوادي ۽ سماج وادي حبال، ۾ سب ڪيا ۽ ڏڏلا ۽ هڪ ٻئي سان گڏيل سڏيل هوا. گروهه گروهه ڪي هڪ ٻئي ڪان ڌار ڪرڻ ڏکيو هو. مولڪي ته نه فرصت هئي ۽ نه وجهه هو جو دهشتڪار تحرڪ بابت سڌسماءُ لهان، جيتوڻيڪ سرڪاري مرڪزن ۾ ڏاڍي هوءِ هوءِ هئي. منهنجي سمجهه موجب هن تحرڪ کي خالص ڪا سياسي معنيٰ نه هئي ۽ بلڪ اڳين ميمبرن جو ۾ دهشتڪار طريقن

ڪري سگهندس. رڳي همدردي ۽ دوستي ڪافي نه هئي، پر لڏهن نه پلي آئي. ابگال لئون وقت آئوي ۽ دڪ پر دکي هو نه ڪر مهل ڪو اوڏو نه آمر ۽ پاڻکي اڪيلو ويگاڻو سمجهائين ٿي. سو به ابگال جو دڪ وهرائي هو، ار هو.

بو ڪملا جي علاج بابت به ڪلڪتي پر ڊاڪٽرن سان صلاح ڪرڻي هئي. اصل ڇاڪ ا، هئي، پر بيهي قدري ڪلي اڪر بورت ڪئي، ته متان علاج ڪندي ڪلڪتي يا ٻئي هند ڪجهه وقت پڻجي وهڻو پوي. جبنس آءَ آزاد هوس تسسن ڇوسن ته گڏ ئي هجون. جهل ويندس پوءِ طبيبن ۽ بيمار کي علاج لاءِ ڪجهه وقت پيو ملندو. هاڻي جڏهن گرفتاري در ئي هئي لڏهن چمر ته پيو ته، ته ڪلڪتي پر پهچڻ هولدي، سندس لباس ڪرايان. باقي سو پوءِ نه ئي سگهندو.

سو ١٥ جنوري ڀيصلو ڪيوسين ته ٻئي گڏجي ڪلڪتي وڃون، آزادي ڏينهن ڪان اڳ اڳه موٽي اچڻ جو اراد و هو.

—++++++—

نٿي وٺيو. هن ته اُهي ڪنهن ڏينهن ڌيءَ کي ڏيڻ لاءِ پهه پچايا هوا.

جنوري ۱۹۳۴ جو مهنو هو. الله آباد ضلع جي ڳوٺن ۾ اسانجي ري گناهه ڪم ڪندڙن جون گرفتاريون ٿي رهيون هيون. دل ۾ آيو ته اسين به سندن پٺ وٺون ۽ اُنهن ڳوٺن ۾ وڃون. اسانجو نهايت ڪارساز پرائيويٽ سيڪريٽري رفيع احمد قدوائي، به گرفتار ٿيل هو. جنوري ۲۶ آزاديءَ جو ڏينهن، به آيو ڪي آيو. ڪير وساري سگهي؟ اعلانن ۽ منع نامن هوندي به ۱۹۳۰ کان وٺي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ملهايو ويندو هو. پر هن ڀيري ڪير اڳواڻي ڪري؟ ڪهڙي اڳواڻي ڪري؟ مونکان سواءِ ٻيو ڪير به، ڪاڱري طور به، آل انڊيا ڪاميٽيءَ پاران ڪم نه ڪري رهيو هو. دوستن سان صلاحون ڪيم. سڀني جي خواهش هئي ته ڪجهه مڙيوٺي ڪجي، پر ڇا ڪجي تنهن لاءِ يڪراءِ ڪانه هئي. عام خيال هو ته اٿين نه ڪجي جو وڏي پيماني تي گرفتاريون ٿين، آخرڪار مون هڪ ننڍڙي اپيل ڪڍي ته آزادي ڏينهن نيڪ طرح ملهايو وڃي. ڪيئن ملهايو وڃي سو ڀلي هرڪو هند ڀاڻ ئي فيصلو ڪري. الله آباد ۾ سڻيو ويو ته ضلع ڀر ۾ ڏينهن ملهايو وڃي.

اسان سمجهيو ته آزادي ڏينهن جو سٺاءُ ڪندڙ تنهن ڏينهن ٿي گرفتار ڪيا ويندا. پر جيل ۾ موٽي وڃڻ کان اڳ ڇيم ته بينگال مان ليٽو ٻائي اچان. سو قدري اڳين سائين سان ملڻ خاطر، پر سچ پچ گذريل سالن ۾ جيڪي مصيبتون بينگال سٺيون هيون تن جو قدر ڪرڻ خاطر. سمجهيم ٿي ته سندن ڪابه سچي مدد نه

ڪو ڪونه ٿيو ته خرچ پيدائش برابر ٿيون. ذريعي گهٽ
لنهن وقت لاءِ اڪيون پاڻ وڌائي ڏس جڏهن هڙ ۾ ناڻو
نه هوندو. هن زماني ۾ ناڻو ۽ ملڪيت ڪم اچن ٿا،
۾ جنڪي ڪيم رسٽو آهي تن لاءِ اهي ڳرا بار ٿيو پون.
مالدار ماڻهن لاءِ جوکاتنا ڪم ڪرڻ لهايت ڪٺن سوال
آهي. سدائين مال ملڪيت ڪوهڻ جو اوئو رهين ٿو.
جو ناڻو يا ملڪيت سرڪار ڍڦبس لڌهن ولي يا ضبط
ڪري سي ڪيڙي ڪم جا؟ ڪهڙي جڪي ٿور و
هوم لنهن کان هلڪو ٿيڻ چاهيم ٿي. اسانجون گهرجون
ٿوريون ۽ ڪمائي ٿوريون ڪرڻ جي پاڻم سامرلي
ساريم. وڏو اونو اهو هوم ته پيرسن اوستا ۾ ماتا جي
ڪا تڪليف نه ڏسي يا سندس رهڻيءَ ۾ ڪتر نه پوي.
اهو ۽ انتظار هوم ته ڏيءَ کي پاڙهڻ ۾ ڪا راهڪ نه
پوي يعني نه منهنجي خيال موجب ڪهڙ وقت يورپ ۾
وڃي رهي. باقي نه موٽڪي يا منهنجي استريءَ کي
ناٺي حي ڪا خاص گهرج ڪالر هئي. يا نه فقط اسان
انن ليکيو ٿي، جو جو ناٺي جي سچي اڻ هوند ڪڍهن
نه چڪي هئسين. پاڻيان ٿو نه جڏهن سڄ پڄ ناٺي جي
اَٽائت ٿيندي لڌهن اسانکي اها آڙندي ڪين. هڪ
بالفضولي چڏڻ ڏاڍي ڏکي ٿيندي يعني ڪتاب
خريد ڪرڻ.

في الحال مالي حالت سڌارڻ لاءِ فيصلو ٿيو ته
منهنجي استري جا مڻيا، سون روپ جون کي شيون
۽ اجائي سجائي سامان جا ڍير وڪيا وڃن. ڪيلا ڪن ڳچ
سالن کان پنهنجا مڻيا نه پوريا هوا ۽ اهي سڀ بنڪ ۾
سوگها رکيل هوا. ۾ هيٺن مڻيا ڪڍي وڪڻڻ ڪبس

بشرطيڪ ڪين پورو عيوضو ڏنو وڃي. * درحقيقت انهيءَ سرشتي جو پڻ پيڙهون پئي رهيو آهي؛ ته ڪانگريس سندس پاسو ڪنيو، امانت وغيره جون ڳالهيون ڪيون ٿي، جيم ته سندس منهنجي نڪته نظر مختلف آهي؛ هن ڪانپوءَ ساٿس گڏجي ڪهڙو ڪم ڪري سگهندس؟ آيا ورڪنگ ڪاميٽي کي ڇهتي پوان ٿا؟ في الحال ڪا وات ٿي سمجهيم پر ڪن هفتن بعد ته سوال ئي ختم ٿي ويو، جو جيل وڃي سوگهو ٿيس.

گهرو ڳالهين گهڻو ئي وقت ورتم. ماتا جيءَ جي صحت بي سڌري، پر جونءِ وانگر؛ آيا بستري داخل، پر خطري کان ٻاهر هئي. پنهنجي مالي حالت ڏي ڌيان ڏنم، جو گهڻي وقت کان بي پرواهيءَ ڪري بگڙيل هئي. آمدنيءَ کان خرچ گهڻو وڌيڪ هو؛ خرچ ۾ ڪٽ وجهڻ جو ڪو امونو ٿي سجهيو. ڪو خاص

* مسٽر پي. اين. ٽاگور آڪل- بينگال زميندار ڪانفرنس جي سواگت ڪاميٽي جي سڀاپتيءَ پنهنجي وياکياڻ ۾ (۲۳ ڊسمبر ۱۹۳۴) چيو ته، ”منهنجو شخصي رايو آهي ته جڏهن زميندارن جون زمينون آئرلينڊ وانگر، پورو عيوضو ڏيئي قومي ملڪيت ڪيون وينديون تڏهن مونکي ارمان ڪونه ٿيندو.“ ياد رکڻ کپي ته بينگال ۾ دائم ٽاڪ بستيءَ ڪري زميندارن جي حالت ٻين پرانتن جي زميندارن کان بهتر آهي. مسٽر ٽاگور جا قومي ملڪيت بنائڻ بابت خيال مونکي ڏاڍا نظر اچن ٿا،

جا ھنن برداشت نٿي ڪئي. پر آءٌ به ھن حالت ۾ ڇيو
چا ڪريان؟ اھڙي ڪري جو ڪم مون نھايت اھم
درجي جو ليکيو ٿي سو ڪيئن ڇڏيان؟ لنهن ڪان نه
پنهنجي ڪمن وچم رخنو پوي نه ڇو ڪمن ورڪنگ
ڪاميٽيءَ تان ٿي استعفا ڏيان؟ پر ڇڏهن خود ورڪنگ
ڪاميٽي بي قاعدي هئي ۽ قانوني طور ڪم نٿي ڪري
سگهي تڏهن ڪيئن اهڙي استعفا ڏيان؟

اٺا ساڳي ڪنتا وري سامهون ٿيم، جڏهن ڊسمبر
جي آخر ۾ گانڌيجيءَ مدراس مان خط لکيم ”مدراس
ميل“ اخبار کي جيڪي هڪ ملاقات ۾ ڇپو هوائين،
سو ٽڪر ڪڍي مون ڏي موڪليائين.

اخبار جي خاطرءَ ڪم مون بابت پڇيس ۽ جواب
۾ چيڙ منھنجي ڪارروائين لاءِ معافي طلب هو ۽ آخر
منهنجي سچائي سڌائي ۾ ايمان رکيائين. جي هو
ڪانگريس کي انهن نون پرانن طريقن جو پابند هرگز نه
ڪندو. جنهن نموني مون ڏي اشارو ڪيائين سو
مونکي ڪين آڙيو، پر جنهن ڳالهه مونکي پاڻيءَ ڪان
باهر ڪڍيو سو هو، ملاقات ۾ سندس وڏن زميندارن
جو بچاءُ. سندس خيال موجب اهو زميندارِي سرشتو
گهٽن ۽ ملڪ جي بهبوديءَ جو هڪ ضروري انگ
هو، سو پڙهي حيرت لڳيم، ڇو جو هن وقت وڏن
زميندارن ۽ تعلقدارن جا ڪي جزوي حامي ليندا.
ساري دنيا ۾ اهي ڦٽي ويون آهن ۽ هندوستان ۾
به گهڻا ماڻهو قبول ڪن ٿا ته جتاءُ نه ڪندا. خود
زميندار ۽ تعلقدار به اهو سرشتو ختم ڪرڻ چاهين ٿا،

”اگر اي دوست تون دشمن هجين ها-
ته ڇا بدتر ٿئين ها، مون لئي مولا؟
اِنهيءَ کان بہ زياده ذليل ۽ هار-
اِنهيءَ کان وڌ هجان ها خوار ۽ زار؟
جو ڪامي آهه ۽ شهوت پرست آهه-
سو سرسبز آهه خوش وقت آهه مست آهه.
مگر جو منهنجي لئي عمر خواري-
گذاريم گرچه رهه تنهن جي ۾ ساري...“

ڀلا سداري واداري ۾ ايمان، مقصدن، آدرشن، انسان جي چڱائي، انسان جي قسمت ۾ ايمان - سي سڀ خدا تعاليٰ ۾ ايمان وانگر نہ آهن؟ ڪنهن دليل يا منطق سان انهن جو بہ پاسو ڪٽجي تہ مشڪلاتون نظر اچن ٿيون. مگر اسانجي اندر ۾ ڪجھ آهي جو اميد ۽ ايمان کي چنبڙي پوي ٿو ۽ جن بنا زندگي سبزيءَ بنا هڪ صحرا نظر اچي ٿي.

جيڪو سامبوادي پرچار ٿي ڪيم تنهنجو اثر ڏسي کي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا ساٿي بہ ناراض ٿيا. هيترا سال پرچار ڪندو ٿي آيس تہ هاڻ بہ ماٺ ڪٽي ڪن ها. پر هاڻ تہ ڪجھ قدر سگهين آسودن جو سڪ ڦٿايو هوم ۽ منهنجا شغل اڳي وانگر بي گناه نٿي سمجهيا ويا. خبر هيم تہ منهنجا ڪي ساٿي سامبوادي نہ هئا. پر هميشه سمجهندو هوس تہ ڪانگريس کي اٽڪائڻ بنا ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر هوندي بہ سامبوادي پرچار ڇوٽ سان ڪري سگهيس ٿي. تہ ڪن ميمبرن جي خيال موجب مونکي اهڙي آزادي نہ هئي، سو ڏسي عجب کاڌم. شايد مون سندن بابت غلط فهمي پيدا ڪئي ٿي،

پاڻکي اڪيلو، بين ڪان وساريل ۽ وڇڙيل سمجهڻ لڳهن
جهڙو دنيا ۾ ٻيو ڪو درد ڪونهي.

۽ ٻيو ۽ هن عجيب غريب دکي دنيا ۾ ڪير آهي
جو نااميديءَ جي مرض کان بچي چڙهي؟ گهڻا ٻيرا
پالثو آهي ته سڀ اونڌو قصو ٿيو هاي؟ گهڻا ٻيرا ڪم
هلائيندي آسپاس انسان ذات جون اوڻايون ڏسي دل
وهلندي آهي؟ آءٌ برابر ڪيترن حالتون ۽ تنهجا ڏسي
خفي ٿيندو آهيان ۽ ڪن شخص ۽ گروهن تي ڪاوڙ
چڙهندو آهيان. تازو ته اهو غصو باقي وڌيو الر، جو
ڏسان ٿو ته ڪيترن آسودا ماڻهو گهر ويٺي ڏکن سوالن
جي ويچهو وچڻ جي نٿا ڪن، بلڪ ۽ اکو ٻڌڻ جي نٿا
ڪن، جو جو منجهن پنهنجي رهڻيءَ يا ميڙيءَ جي
هاجي ڏسن ٿا. ۾ ڪاوڙ ڪندي، نااميد رهندي،
ٻلن جا چنبا هڻندي ۽ امبد ته پاڻ تي يا ٻين تي ڪلڻ
جي ڏاهه نه وڃائي الر.

ڪڏهن عجب لڳندو الر ته انسان ذات جو رحيم ۽
ڪريم خدا تعاليٰ ۾ ڪهڙو نه ٻکو ايمان آهي. ڪيترن
نه ڏکن پنبان ذڪ کائيندي به اهو سالم رهي ٿو ۽ جي
تباهيون ۽ بربادبون الهي رحمت کي رد ڏين ٿيون
سي ئي ساڳيون ايمان جي سلامتيءَ جون ڪسوٽيون
سمجهيون وڃن ٿيون.

"اي مالڪ تون بلاشڪ آهين عادل،
آ قصو تنهجو هر شيءِ ۾ ڪامل.
وليڪن مان به جولدس سائين ڪي صاف،
ته دعوا منهنجي ۾ پڻ آهه انصاف:
جو ڏوهارين جي ڪم ۾ ڪاميابي،
تنهجو منهنجي هر محنت - خرابي.

ٻڌجي ڏيکاريو اٿس ۽ جزوي موقعا ڇڏي مکيه ڪانگريسين ٿورو گهڻو سنڌس رستو ورتو آهي. جواب ڏيندا هوا ته رکه رکاڻي يا ادب آداب وارو جنهنڪري اڳلو پلي پيو غلط دليل بازي ڪري يا وقت جو سلامي تي چالبازيون ڪيڏي. ٻئي ڌريون، جڻ سچي سوال جي ويجهوئي نه اينديون هيون ۽ جيئن مغربي ملڪن ۾ ٿيندو آهي، ڪو به دلي بادلي بحث ۽ وقتي ڏک وقتي ٻچاءُ نه ٿيندو هو.

هڪ دوست، جنهن جي راءِ جو قدر اٿم، لکي موڪليم ته اخبارن ۾ تنهنجا تکا تيز بيان پڙهي پايان ٿي ته پلي وارا جنبوٽا پائين ٿو. مثال نا اميديءَ جي واديءَ ۾ گهڙي اهڙو ٿيو آهين؟ تڏهن غور ڪيم. ڏٺم ته قدري آئين هو، جو جو اسانجي ساري قوم نا اميديءَ جي واديءَ ۾ پئڪي ٿي. شخصي طور به شايد قدري صحيح هئي، پر تنهنجي ڪا چاڻ ڪانه هيم. سبب جو پاڻکي دپيل يا ناڪامياب نٿي سمجهيم. جڏهانڪر گانڌيجي سياست جي ميدان ۾ نظر آيم، تڏهانڪر گهٽ ۾ گهٽ هي ڪانئس برابر ته ٻپ وچون پنهنجا ويچار نه ڏيڄن. سياسي ميدان ۾ هن سبق جي پيروي ڪرڻ ڪري (غير سياسي ميدانن ۾ پيروي ڪرڻ وڏيڪ ڏکي ۽ خطرناڪ آهي) اڪثري جي تڪليف ۾ آيو آهيان، ته روح جي راحت به ماڻي اٿم. منهنجي خيال ۾ الهي ڪري ٿي اسانجون دليون تلخ ۽ ترش نه ٿيون آهن ۽ نه مايوسيءَ ۾ غرق ٿيون آهن. اهو به ڄاڻان، ته ڪيئن ماڻهن ڪي اسان لاءِ ادب ۽ محبت آهي، دل کي فرحت ڏئي ٿو ۽ دلشڪستگي ۽ نا اميديءَ جو دارون ٿئي ٿو.

حالتن تي غور ڪرڻ لاءِ گڏيا. خود ڪاميٽيءَ کي تنهن وقت ڪا هستي ڪانه هئي. سو هن ڪري ته، جو بي قاعدي جماعت هئي، پر پوءِ ڪالپوءِ گانڌيجيءَ جي صلاح تي سڀ ڪانگريس ڪاميٽيون ۽ آفيسون بند رکيون ويون. منهنجو ته تنهن وقت عجيب حال هو، ڇو جو جيل مان نڪرڻ بعد مون هيٺين پاڻيهي پاڻکي مٿانڻ کان انڪار ڪيو ۽ پاڻکي ڪانگريس جو جنرل سيڪريٽري سڏيندو رهيس. پر منهنجي آفيس آڪاس ۾ هئي. سچ پڇ ته نه هئي آفيس، نه ڪلارڪ، نه اڪٽنگ پريزيڊنٽ. گانڌيجي پرابر صلاح مشوره لاءِ موجود هو، پر هن وقت اڪل ڀارت جي زبردست هريجن دوري ۾ ڳيٽل هو. اسين هن دوري ۾ جبلپور ۽ دهليءَ ۾ وڃي وٽس پڳاسين ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن سان صلاحون ڪيوسين. تڏهن ميمبرن وچ ۾ متيڀيد نڪري نروار ٿيا. سڀ واٽون بند نظر آيون ۽ ڪا به واٽ سين کي سٺائي لٿي لڳي. جي هلچل بند ڪرڻ جي فائدي ۾ هوا ۽ جي نه هوا تن ٻنهي جو فيصلو اڪيلي گانڌيجيءَ مٿان هو. تڏهن هو بند نه ڪرڻ جي فائدي ۾ هو، سو معاملو جهڙي جو تهڙو ئي رهيو. !

ته ڪانگريس ڪائونسلن لاءِ چوٽن ۾ گهڙي يا نه، تنهن سوال تي ڪانگريسي ڪڏهن بحث ڇيڙيندا هوا، جيتوڻيڪ في الحال ورڪنگ ڪاميٽيءَ جي ميمبرن کي منجهس دلچسپي ڪانه هئي. تنهن مهل اهو سوال ئي نٿي اٿيو. سوال بي وقتو هو، ”نوان سڌارا“ اڃا ٻه ٽي سال گهٽ ۾ گهٽ ڪاڻ وارا هوا ۽ مرڪزي اسيمبليءَ ۾ نين چونڊن جي ڳالهه ڪانه هئي. شخصي طور مون

ٺهرايءِ پاس ڪيو، مقصد ٺهرايو ۽ نافرماني هلچل بند ڪرڻ خلاف رايو ڏنو. سينيءَ کي خاطري هئي ته عام هلچل ڇڙڻ جو ذرو به وجهه نه هو ۽ شخصي نافرماني به رڪي رڪي بند ٿي ويندي يا ڇڏي پاڻ ئي ڏينديءَ. پر هلچل بند ڪرڻ مان ته اسان گهٽو ڪين وٺيوءِ جو جو سرڪار جو زور زبر ۽ نادرشاهي اچا چالو هوا. سو بوڻي، ته اندر جو درد اظهار ڪرڻ لاءِ اسان چيو ته هلچل جاري رهي. انهيءَ حقيقت پر ڪم ڪندڙن ڏي هدايتون ڏيون ته هرڪو پاڻ گرفتار نه ڪرائين. روزمره جو ڪم ڪار ڪندا رهن ۽ پوءِ جي گرفتاريون ٿيون ته منهن ماٺ ۾ برداشت ڪن. خاص ڪري کين تاڪيد ڪيو ويو ته پوراڻين سان وري لڙهه وچڙ بر اچن ۽ پڻ جي معاملن، ڪي سرڪاري دبردوس ڪري جو ڳوناڻن جو حال بڇبرهو سو لباسين. پڻ نه ڏيڻ جو نه سوال ئي ڪونه هو. پونا ڪانفرنس بعد اها تحريڪ بند ڪيل هئي ۽ پڌرو هو ته هنن حالتن هيٺ بيهر تحريڪ هلائڻ محال هئي.

اهو ڪم جو سنڌ به ٿڌو ۽ سالتبڪو هو. ڪم به بي قاعدي ڪين هو، پر اسانکي هريو پڪي نه گرفتاريون ضرور ٿينديون. اچا اسانجا ڪم ڪندڙ ڳوٺن ۾ مس ويا ته گرفتار ٿيا ۽ مٿن اهاڻي تهمت مڙهي سزا ئي ڏني ويئي ته هنن پڻ نه ڏيڻ جي حرڪت مچائي ٿي. سائين کي گرفتار ٿيندو ڏسي پاڻ اوڏانهن وڃڻ جو خيال ڪيم، پر وري بن ڪمن ڏي گهلجي ويس، تان جو وڃڻ جو وقت ختم ٿي ويو.

انهن وقت ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا ميمبر به پيرا

ڪيئن بچي الله آباد موٽيس. وات تي علي ڳڙه ۾ لهي مسلم شاگردن ڪي تقرير ڪيم.

جڏهن سرڪار هرقسم جي تيز سياسي ڪمن کي نگهوسار ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪشي هئي، تڏهن غير سياسي عام ڪمن ۾ هٿ وجهڻ لئي وٺيم. ڏٺم ته ڪئين ڪانگريسي سياسي ڪمن کان جان بچائي بنهه خسيس ڪمن کي لڳي ٿي ويا، جي ڪٿي چڱا خاصا هوا، پر ان جو جنگِ آزاديءَ سان ڪو ٿورو واسطو هو. انهن پاڻ کيائڻ سياويڪ هو، پر چيم ته هن وقت انهيءَ طبيعت کي روڪڻ گهرجي.

آڪٽوبر ١٩٣٣ جي وچ ڌاري اسانجي پرانتڪ ڪم ڪندڙن جو هڪ ميڙ الله آباد ۾ حالتن تي غور ڪرڻ ۽ آئينده بابت فيصلو ڪرڻ لاءِ ڪوٺايو ويو. پرانتڪ ڪانگريس ڪاميٽي اجا اڃ قاعدي هئي. جنهن صورت ۾ اسانجي مراد پاڻ گڏجڻ، نه قانون جي انحرافي هئي، تنهن صورت ۾ اسان رسمي طور ڪاميٽي نه سڏائي. پر اسان ڪاميٽيءَ جي سيني آزاد ميمبرن ۽ ڪن چونڊيل ڪم ڪندڙن کي هڪ دوستاني ميڙ ۾ سڏايو. اسانجو ميڙ خانگي هو، پر منجهس ڪجهه به ڳجهه ڳوه جو نه هو: آخر تائين خبر ڪانه هئي ته سرڪار دست اندازي ڪندي يا نه. انهن ميڙن ۾ اسان دنيا جي موجوده حالتن - واپار ۾ مندي، جرمني ۾ نازي تحرڪ ۽ روس ۾ ڪميونزم وغيره تي ويچار ڪيو. اسانجي مرضي هئي ته اسانجا رفيق، هند جي جنگ، جيڪي دنيا جي ملڪن ۾ ٿي رهيو هو، تنهن نظر سان ڏسن. آخرڪار هن ميڙ هڪ ساميوادي نوع جو

## ٥٧ — وارٽ - بندي.

وري گرفتار ٿيڻ ۽ سزا ملڻ جو خطرو سر مٿان
بيٺو ني هوم. جڏهن اعلان ۽ آرڊيننس جو عهد هو،
۽ ڪانگريس اڃا هڪ بي قاعدي جماعت ڏٺي، تڏهن
ٻيو ڇا ٿيڻو هو. پنهنجي طبيعت ڏسي ۽ سرڪار جي
بناوت ڏسي گرفتاريءَ کان ڇٽڻ محال هو. تنهنڪري
ڪو به ڪم ساله سنيءَ ۾ ڪري ڪين سگهيس.
اهو ني وڪر هوم ته ڪين ڪٿڙ ۾ پورو ڪري وٺان.

تڏهن به گرفتاريءَ لاءِ واجهاير نٿي ۽ گهٽي قدر
سو لٿي ڪيم جنهنڪري اڳين ٿئي. پنهنجي ۽ ٻين
پرالتن مان ڏوري لڳالڻ جا اوٽا آير، پر الڪار ڪيم،
ڇو جو ڪو به ڏورو مون لاءِ طوفاني ٿئي ها ۽ سرڪار
ترت ختم ڪري ڇڏي ها. مون لاءِ اڻ لي هڪڙي ٻهڻ
ڪونه هو، پر جڏهن ڪنهن هند ٻئي ڪنهن ڪم سان
وڃڻ ٿيندو هوم- مثلا گانڌيجي ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ
سان صلاح مشوره ڪرڻلاءِ- ته ميٽنگن لي دل ڪولي
ٽوٻوڙن ڪندو هوس. جبلپور ۾ شاهي ميٽنگ ۽
عاليشان سرڪس ٿيا، دهليءَ ۾ ايڏي ميٽنگ مون اڳ
نه ڏٺي هئي. هيڏيون شاهي ميٽنگون ڏسي جيم ته
سرڪار هٿ ٻڌي ڪين ويهندي. دهليءَ ۾ ميٽنگ
بعد سخت افواه هو ته جاڻ گرفتار ٿيس، پر الائي

کي هڪ مسلم راڄ سڏيو ويو آهي سو تاهم جي خيال
کان ۽ وجهه ملندي شرط قانون مان رد ڪيو ويندو."
پانيان ٿو ته پوءِ سڀ پڇ ائين ڪيائين. مصر، البت
خبرداريءَ سان، ساڳيو رستو وٺي، پنهنجي سياست
کي مذهب کان آزاد ڪري رهيو آهي. ساڳي طرح
سڀ عرب ملڪ، سواءِ عربستان جي، جو وڏيڪ
پٺتي پيل آهي، ڪن وينا. ايران ته پنهنجي نئين سيپنا
۾ ساهه ڦوڪڻ لاءِ اسلام کان به اڳ جا ڏينهن ساري
سنڀالي رهيو آهي. مطلب ته هرهنڌ مذهب پٺتي هٽي
۽ قوميت اڳ ۾ اڳرائيءَ جا ويس پهري رهي آهي ۽
قوميت پنيان وري اهي سلسلا جاري ٿي رهيا آهن
جي پنگتي ۽ اقتصادي پوليون بولين ٿا. پلا تڏهن هند
۾ "مسلم قوم" ۽ "مسلم تهذيب" جو ڇا ٿيندو؟
ايندڙ زماني ۾ اهي فقط اتر هندوستان ۾ ۽ انگريز
حڪومت جي سايہ هيٺ ٿي سلامت رهڻا آهن ڇا؟
جي ترقي معنيٰ اها آهي ته سياست ۾ وسيع نظر
کان ڪم ورتو وڃي، ته ضرور چوندس ته اسانجا
فرقي پرست ۽ اسانجي سرڪار جاٽي ٻجهي ۽ هر وقت
انهيءَ ابتڙ تنگ نظر کان ڪم وٺي رهيا آهن.



لڳن ٿا. مسلم تعليم يافته کي ورلي سونهاري ڏاڙهن ٿا، باقي علي ڳڙهه اچا سرخ فيز ٽوپي سان نظر ڪري ٿو، جا "ترڪيءَ ٽوپي" ترڪن پاڻ ترڪ ڪئي آهي. مسلم عورتن به سادهي اختيار ڪئي آهي ۽ آهستي آهستي پرده اندران نڪرن پيون. مونکي نه ڪي رسمون رواج آئڙن ٿي ٿا ۽ مونکي ڏاڙهون يا مڇون يا چوٽيون وڻن نٿيون، پر ٻين ٿي پنهنجا شوق خيال مڙهڻ ٺيڪ ٿو ڀانيان. پر ايترو ضرور ٻاسبندس نه جڏهن امان الله خان سونهارين جي سرسري طور صفائي ڪرڻ شروع ڪئي تڏهن ڏاڍو خوش ٿيس.

جي هندو ۽ مسلمان هر قسم منهن ورائي پئتي پيا نهارين ۽ جي شيون سندن هٿان پيون وڃن تنکي پيا جهپ وجهن، اهڙن کي ڏسي ارمان لڳندو اٿم. آءٌ ماضيءَ کي نه ٿو نندڻيان ٿو ۽ نه انڪار ڪريان ٿو. منجهس گهڻو ئي ڪم ڏاڍو سٺو سهڻو آهي. سو بلاشڪ رهندو. پر هي شخص انهي سٺي سهڻي پٺيان ناهن، پر انهي پٺيان جو ڪنهن نه ڪم جو يا نه نقصانڪار آهي.

ٿورن سالن کان وٺي هند جي مسلمانن کي هڪ پٺيان ٻيو صدمو رسيو آهي ۽ سندن دل کي عزيز کي خيال وهم ٽاش پاش ٿي ويا آهن. اسلام جي غازين ترڪن نه رڳو خلافت جو خاتمو ڪري ڇڏيو، جنهن صدقي هند ١٩٢٠ ۾ هٻڏي ڪاوڙ ڪئي، پر قدم به قدم مذهب کان دور هليا آهن. ترڪيءَ جي جوڙجڪي قانون ۾ هڪ قلم ڇوي ٿو نه ترڪي هڪ مسلم راڄ آهي، پر متان ڪا غلطفهمي ٿئي، ١٩٢٧ ۾ ڪمال پاشا چيو ته، "اهو جو جوڙجڪي قانون ۾ ترڪيءَ

مسلم قومن ۽ ملڪن جي تواريخي ڪارنامن تي
فخر ڪرڻ هڪ نهايت مضبوط اسلامي رشتو سمجهيو
وڃي ٿو. پر ڪيترين قومن جي ڪارنامن پر فخر ڪرڻ
کان مسلمانن کي ڪير روڪي ٿو ڇا؟ جيئين اهي ياد ڪندا ۽
سانڍيندا تيئين اهي يادگار وٽن تازا رهندا. در اصل
اها پراڻي تواريخ ته اسان مڙيئي جو سانجهو ورثو آهي،
سو شايد هن ڪري جو اسين سڀ پاڻ ڪي ايشياواسي
ڄاڻي يورپ جي اڳراڻيءَ خلاف آهيون. آءٌ ته پنهنجي
سر ڄاڻان ٿو ته جڏهن ڪڏهن عربن جون اسپين ۾
جنگيون ۽ پلستين ۾ صليبي جنگيون پڙهيون اٿم ته
منهنجون همدرديون عربن سان ئي رهيون آهن. پڙهڻ
مهل ڪوشش ڪري پي رهيو سچ ڇو طالبو ٿيندو آهيان ۽ ڇا
به ڪريان مگر جڏهن ايشياواسين جي ڳالهه اچي ٿي
تڏهن پاڻ کي ايشيا جي اٿو ڪان آجو ڪري نٿو سگهان.

ڏاڍي ڪوشش ڪئي اٿم ته سمجهان ته
”مسلم تهذيب“ ڪهڙي چيز آهي، پر ارمان جو
ڪامياب نه ٿيو آهيان. ڏسان ٿو ته اتر هندوستان ۾
مٿئين ۽ وچولي درجي جا هندو ۽ مسلمان فارسي
ٻولي ۽ روايات جي اثر هيٺ آيل آهن. پر عام خلق
ڏي نهاريو، انهيءَ ”مسلم تهذيب“ جون هڻي
نشانيون ڏٺيون اٿم: هڪ نموني جون سٿڻون، نه
بلڪل ڊگهيون نه لنديون، ڏاڙهي رکي مڇ ڪترڻ
جو هڪ نمونو ۽ ڪُونرو ڪٽڻ. ساڳيءَ ريت هندن
جو رواج آهي ڌوتي پهرڻ، چوٽي رکڻ ۽ لوٽو کڻڻ.
سچ پڇ ته اهي فرق به شهرن ۾ آهن ۽ ڳوٺن ۾ نٿا
رهن. مسلمان ڳوناٺا ۽ مزدور ته هُوبهُو هندن وانگر

تهذيب. جن کي "مسلم تهذيب" سانڍي رکي آهي
سي هندو تهذيب بابت ڪٿي نه ٿا ڏين. انهن کي ته مغرب
جي پاڻي پهلوانن سان جنگ جوٽڻ ڪري، مونکي ذرو به
شڪ ناهي ته جيڪي ڪوششون انهيءَ وڳهائڪ ۽
آرائڪ سڀيتا کي دسٽ لاءِ ڪيون وينديون سي اجايون
ٿينديون ۽ آڪي کي انهن جي ناڪاميابي ڏسي ڪو
ڏک ني ٿيندو. جڏهن ريلوايون ۽ سنڌس پانڊ پاتيا
هئا آيا تڏهن اسان پاٽمرادو چاڙ بنا نئون رستو ورتو.
جڏهن هند مسلمانن جي طرفان سر سيد احمد خان
علي ڳڙهه ڪاليج کولي تڏهن هن به ساڳيو فيصلو ڪيو.
پر سچ پچ ته اسانکي فقط هڪ بڏادڙ جو ني وجهڻ
هو، جو ساڻي شيءِ جهڙي ٿو جا شايد ڪيس ڇڏائي ٿي.

پر هيءَ "مسلم تهذيب" ڪهڙي چيز آهي؟ ڇا
اها عربن، ايرانين، ترڪن وغيره جي عاليشان
ڪارنامن جي ياد ڏيري آهي ڇا؟ يا سندن ٻوليءَ جي؟
يا ڪلا ۽ سنگيت جي؟ يا رسمن رواجن جي؟ مان
ٿو پاليان ڏکيهن ۾ اُح ڪالهه جي مسلم ڪلا يا سنگيت
ڏي اشارو ڪيو آهي. جن ٻن ٻولين هندوستان ۾
مسلم خيالات تي اثر وڌو آهي سي ته عربي ۽ فارسي،
۽ خاص ڪري فارسي آهن. پر فارسيءَ جي اثر ۾ ڪجھ
به مذهبي الڳ ڪونهي. فارسي ٻولي ۽ فارسي
رسمون رواج هزارها سالن جي لڳ، لاڳاپي - ۾ هت
آيا ۽ اُتر هندوستان ۾ ٻڪرڄي ويا. ايران پاڻ مشرق جو
فرانس ملڪ هو جو پنهنجي ٻولي ۽ تهذيب جي سوڪڙي
اوسي پاسي موڪليندو رهيو. اهو ورثو هندوستان ۾
سڀني لاءِ عام ۽ قيمتي آهي.

حقيقتون، خاص ڪري اقتصادي حقيقتون، نظر انداز ڪري دل جي موجن ۽ جذبن تي ترڳندا وتون. ائين برابر آهي ته دل جا جذبا علم منطق کي گوهيون ڏيندا آهن ۽ چاڪاڻ ته عقل هوش جي خلاف لڳن ٿا تنهن ڪري کين نظر انداز ڪري نٿا سگهون. پر هي خيال ته ”مسلم قوم“ هڪ جدا قوم آهي ڪن ٿورڙن شخصن جو وهم ٿي آهي ۽ جي اخبارون شهرت نه ڏين ها ته هوند ٿورا ٻڌن ها. ۽ جي ڪٿي گهٽا اعتبار به ڪن ها ته حقيقت جي چوٽ سان الوپ ٿي وڃي ها.

هندو ۽ مسلم تهذيبن جي ٻ سا ڳي ڪار آهي. زمانو هو جڏهن ”قومي تهذيبون“ هيون ۽ هاڻ ته ساري دنيا هڪ يڪي تهذيب جو دايرو بڻجي رهي آهي. ڪجهه مدت تائين قومون اجا پنهنجيون ٻوليون، رسمون رواجون، خيالن خوابن کي ڇهتي رهنديون. پر هي ڪل جو جڳ آهي ۽ سائنس تيز سفر، بي تند تارن، سنيمائن ۽ اخبارن جو سمو ايڪ سيني کي گهڙي هڪ جهڙو ڪري ڇڏيندو. تنهن دنياهه جي وهڪ کي ڪو به بند جهلي نٿو سگهي. ڪا ايڏي اٽل پٿل ٿئي جا جديد تهذيب کي پيڇي پرزا ڪري ڇڏي ته وهڪ بند ٿي سگهي ٿي. برابر هندو ۽ مسلم رهڻي ميڙيءَ ۾ ڪيترا ڀيد آهن. پر هن زماني جي وگياڪ ۽ آرٿڪ درشٽيءَ اڳيان اهي ڀيد ڄڻ نظر ئي نٿا اچن. پر انهيءَ مغربي زندگيءَ ۽ هنن ٻن جي زندگيءَ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. در اصل هن وقت هند ۾ هندو سيڀيتا ۽ مسلم تهذيب هڪ ٻئي جا مقابل ناهن، پر هڪ طرف آهي ٻئي ۽ هن طرف سائنس واري فاتح مغربي

ڪي جزوي هندو فرقي باز لندر ۽ ساڳيو سر آلاپين ٿا. فرق رڳو ايترو ته سندن ليکي هندو جهچهائي ۾ هتيا ڪري، "هندو سيتا" ليٺ سوپاري ٽبندي.

هندو ۽ مسلم "تهذيب" ۽ "اسلامي ملت"- انهن لفظن لي غور ڪندي ڪيٿن ته زمان ماضي جي تواريخ جا ورقا اکين اڳيان اچن ٿا ۽ حال ۽ مستقبل جا رنگ روپ اُڀن ٿا! هند ۾ مسلم قوم- هڪ قوم اندر بي قوم، نو جا ۾ ٽڙيل پکڙيل، ته تذليل، همه همت، هڪ هند گڏيل نه آهي. سياسي نظرڪان هي خيال واهيات، اقتصادي نظر کان کل جهڙو آهي؛ مٿس ويچار ڪرڻ، وقت وڃائڻ ليندو. پر مٿس غور ڪندي، سندس پنيان جا ذهنيت آهي سا سمجهي سگهبي. هن قسم جون ذار ذار ٻاهر نه ملڪ جهڙيون قومون هيون، پر ڏهن کان پندرهن صديءَ لائين ۽ بعد ۾. عثماني سلطانن جي اوائلي زماني واري قسطنطنيه ۾ هن قسم جون "قومون" ذار ذار رهنديون هيون ۽ قدري خود مختيار هيون. مثلاً لاتن عيسائي، آرٿوڊاڪس عيسائي، يهودي وغيره. هن ريت پنهنجي وطن کان ٻاهر بين ملڪن ۾ قوم پاين سان ناتو گڏجڻ جو سلسلو شروع ٿيو، جنهن دستور ڪيترن مشرقي ملڪن جي اج ڪالهه نند ڦٽائي آهي. سو "مسلم قوم" جي معنيٰ نه ڪا قوم ڪانهي، فقط ڪو مذهبي گڏنڍ آهي. يعني ته اج ڪالهه جي خيال موجب ڪابه قوم زور وٺي نه سگهي ۽ اسين سڀ جديد تهذيب ٿي ڪري وڃولي جڳهه ڏانهن پنيان پير ڪريون؛ يعني ته آپشاهي حڪومتون يا ذاريون حڪومتون قائم ڪريون؛ يعني ته آخر ۾ جاٽي ذ جاٽي

دائمي دوستانو سلوڪ ڳنڍيو وڃي." تنهن وقت به پڌوسين ته آغا خان ۽ لارڊ لائڊ خاص مهمان هوا. پانڇجي پيو ته جيئن هت قومي سياست ۾ سر تيج بهادر ساپرو ۽ مسٽر جيڪر بن سرين ۾ هڪ روح آهن، تيئن هُت آغا خان ۽ لارڊ لائڊ سلطنتي معاملن ۾ هڪ آهن. اهو به نوٽ ڪرڻ جهڙو آهي ته جنهن وقت هي پاڻ ۾ هيئن ڪير ڪنڊ هوا تنهن مهل لارڊ لائڊ سرڪار طرف ڪانزرويٽو ليڊرن ۽ قومي سرڪار ۾ پنيان ڪاٽ ڪهاڙا ڪڍي پيو هو، جي هنن ضعيف دل ٿي هندستان مهر ملار وسايا ٿي. *

تازو ڪن مسلم فرقي پرست ليڊرن جي تقريرن ۽ بيانن ۾ هڪ نئون خيال ڏسان ٿو. تنهنڪي ڪابه سچي اهميت ڪانهي، پر ڊپ اٿم ته متان پيا ڪيترا به ساڳيو خيال نه ڪندا هجن. تنهن مان فرقي پرستيءَ جي رنگ جي ڪل پوي ٿي ۽ تنهنڪي خوب هُلايو ۽ ڦهلايو ويو آهي. زور ڏنو پيو وڃي ته "مسلم قوم" ۽ "مسلم تهذيب" هستي رکن ٿيون ۽ هندو مسلم تهذيبون ڌار ۽ نراليون نياريون آهن. تنهن مان اهو ضروري انومان نڪري ٿو، جيئنو ٽيڪ اڳهاڙي طور لٿو چيو وڃي، ته انگريزن جو هند ۾ هجڻ هميشه ضروري آهي. بن غير "تهذيبن" وچ ۾ ٻيو ڪير انصاف جي تارازي هت ۾ جهليندو؟

---

* تازو ڪن برطانيه اميرن ۽ هند مسلمانن گڏجي هڪ ڪائونسل ٺاهي آهي، ته ٻنهي مردار ڏرين جون دليون پاڻ ۾ ڳنڍي.

جو فائدو وٺي پنهنجا مطلب پورا ڪن ٿا. پڻ فرقا ڪوشش ڪري اقتصادي سوال لتائي هٿائي ڇڏين ٿا. پر جلد اهڙو وقت ايندو جڏهن اهين ڪرڻ سولو نه ٿيندو ۽ پوءِ شايد سيني ليڊرن کي آغا خان جا ويهه سال اڳ جيل لفظ ياد اچن ۽ پنهي طرفن جا نرم هٿ هٿ ۾ ڏيئي گرم ڏرين جو مقابلو ڪن. ليڪن اهياڻ هينئر نه ڏسجن پيا. هينئر نه آهي هندو ۽ مسلم فرقي پرست ظاهري هڪ ٻئي لي ڏوڙيو وسائين ٿا، پر لڪ ڇپ ۾ پيٽ لي سرڪار جي مدد ڪري لوڙي لگهوسار ڪندڙ قانون پاس ڪن ٿا. اوٿاوا جو ناهه اهڙو هو جنهن لن پارن جي ياري ناهي.

في الحال اِها دلچسپ ڳالهه نه نوٽ ڪرڻ جهڙي آهي ته آغا خان اُچا ولايت جي ڪانزرويٽو پارٽيءَ جي مردار طرفه سان بنهه گهاٽل مائل آهي. آڪٽوبر ۱۹۳۴ ۾ برطانيه بحري ليگ جيي ڪالي لي هو خاص مهمان ڪري گهرايو ويو، ۽ وقت جو سياڻپي لارڊ لائڊ هو. ڪالي لي جبڪي لارڊ لائڊ برسٽل ڪانفرنس ۾ برطانيه بحري طاقت وڌائڻ لاءِ جبر لنهجي هن دل و جان سان تائيد ڪئي. يعني نه هڪ هندوستاني ليڊر کي جا لوڙ انگلنڊ ۽ سلطنتشاهي جي بچاو جي هئي سا مسٽر بالڊون يا "قومي حڪومت" کي نه هئي ۽ برطانيه بحري موج وڌائڻ لاءِ ڪاٿن نه وڌيڪ منتظر هو. ۽ سو سڀ صلح سلامت خاطر.

ٻئي مهني نومبر ۱۹۳۴ ۾ رپورٽ آئي ته هڪ خاص سنيما خانگي طور لنڊن ۾ ڏيکاريو ويو، جنهن جي اهائي مواد هئي ته، "اسلامي دنيا جو برطانيه تاج سان

پر وطن پرستيءَ جي مخالفت ۽ مردار دليءَ جو
اظهار، جيڪو هندو ۽ مسلم فرقيبازن گول ميز ڪانفرنس
۾ ڪيو، تنهنجو حد پار نه رهيو. برطانيه حڪومت اِت
هٽي بيٺي ته ڪٽر فرقي پرست مسلمانن ڪانسواءِ ٻين
ڪي ڪانفرنس ۾ نه موڪليندس. انهن جو ٽولو آغا خان
جي رهبريءَ هيٺ ولايت ۾ مرده دل ۽ نه رڳو هند
پر سيني فرقي پسند گروهن جي نظر ڪان نهايت
خطرناڪ حضرتن سان ڀٽ وڃي ٿيو. آغا خان ۽ سندس ٽولو
لارڊ لائڊ ۽ سندس جٿو پاڻ ۾ شير شڪر ڏسي آڱريون
ڏندين مڙيون ٿي. نه رڳو ايترو پر هن ٽولي مڙسان
مڙسي هند يوروپين انسوسيئيشن جي عيوضين ۽ اهڙن
ٻين سان انجام اقرار ڪيا. ڏسي دل اداس ٿي ٿي،
ڇو جو هندوستان ۾ سندن جهڙو ملڪ جي آزاديءَ
جو ٻيو ڪو قهري ۽ جبرو دشمن ڳوليو اٿي.

سو ڏسي هندو مهاسڀا وارا به پٺتي ڪين رهيا ۽
آزاديءَ ٿي، ۽ خاص ڪري پنجاب ۾، هر قسم جا
ضابطا گهڙڻ لڳا، جي سڀ انگريزن جي ٿي فائدي
لاءِ هوا. انگريز سرڪار جي چٽ چٽ ڪرڻ لاءِ مسلمانن
ڪان به وڌيڪ هو پنهنجي هٿ ڇوڙي ويٺا. آخر ۾ ڪ
به حاصل نه ٿين ۽ الٽو پنهنجو ڪيس ٽالان ڪري ملڪ
جي آزاديءَ کي دغا ڏنائون. مسلم عيوضين وري
ڪجهه شان مان رکيو هو. هي ته لاهي پاهي
ٿي ويٺا.

هڪ ڳالهه جا چٽي پڌري آهي سا هيءَ ته
فرقن جا ليڊر هڪ ننڍڙي مٺين تنگ دل درج
عيوضي آهن ۽ اهي سڀ عام خلق جي مذهبي

لوڪريون ڪوڙ هيون، سو بئي ڌريون چٽ پٽ لڳيون: تنهن هندو بچاو ۾ هوا، جو اڳيئي وڏيڪ جڳهيون هئن ۽ مسلمان حملي ۾، جو آڻ آڻ واري ڪار هئن. لوڪرين جي جهڳڙ جهڳڙ پٺيان ٻي هڪ ڪت قت هئي، جا فرقيوار نه، پر جنهن جو به فرقيوار سوال تي اثر هو. تلهي لسڪي پنجاب، سنڌ ۽ بنگال ۾ هندو شهري ۽ اهڪيدار هوا ۽ ساڳين پرانتن ۾ مسلمان غريب، قرضدار ۽ ڳوٺاڻا هوا. ٻنهي طرفن کان وڌيڪ اقتصادي هئي، پر تنهنڪري هميشه فرقيوار رنگ ڏنو ٿي ويو. سا ڳالهه جڏهن پرانتڪ ڪائونسلن ۾، خاص ڪري پنجاب ۾، زرعي قرض هلڪا ڪرڻ لاءِ آيا، تنهن ڪري ظاهر ٿي. هندو مها سڀا جي عيوضين اهڙن بلن جي برابر مخالفت ڪري شاهوڪارن جو پاسو کنيو آهي.

هندو مها سڀا جي جڏهن ڪڏهن مسلم فرقي پرستيءَ تي ڪاهه پوندي آهي، تڏهن پنهنجي پاڪدامن قوميت جي هام هڻندي آهي. مسلم جماعتون نسبت فرقي پرست آهن سا ڳالهه نه عالم آشڪار آهي. مهاسڀا جي فرقي پرستي اهڙي پڌري ناهي، ڇو جو قومي ٻولي جو اجهو ورلو اٿس. پر سچي ڪسوٽي تڏهن ٿي ٿئي جڏهن ڪو قومي ۽ لوڪشاهي علاج ڪندي متين درجي جي هندن کي ڪو ڌوڪ رسي ٿو. اها ڪسوٽي مها سڀا ڪڏهن به نه جهلي سگهي آهي. اهوئي سبب آهي جو گهڻائي جي مرضي خلاف ۽ ٿورائيءَ جي مانڊي لاءِ هن سنڌ جي جدائيءَ جي اڻ مخالفت ڪئي.

۽ عام مسلمانن کي گانڌيجي اسهڪار جي هل چل ۾ گهلي ويو ۽ انهن ١٩١٩-١٩٢٣ جي واقعات ۾ چڱو ڀهرو ورتو.

تنهن کانپوءِ اُلٽي گنگا وهي. هندن توڙي مسلمانن جا فرقيوار ۽ پنٿي پيل گروهه، جي هيستائين وچي گوشه نشين ٿيا ها، سي سس ڪڍڻ لڳا. آهستي آهستي ڏڙ ٻه نڪري نروار ٿيا. تڏهن هندو مهاسڀا مس مس ڪا حيثيت پاتي ۽ سو به فرقيوار سوال ڪري. پر سياست ۾ ڪانگريس جو وار به ونگو نه ڪري سگهي. هوڏانهن مسلم فرقيوار جماعتون مسلم خلق ۾ اڳيون شان مان قائم ڪرڻ ۾ وڌيڪ ڪامياب ٿيون. پوءِ به مسلم ليڊرن جو خاصو ٽولو ڪانگريس ساڻ هو. سي وقت سرڪار بهادر مسلم فرقيوار ليڊرن جي پٺڀرائي ڪندي رهي، جي سياست ۾ نسورا نادان هوا. انهن سياسي مردارن جي سوڀ ڏسي، هندو مهاسڀا کي به ريس ٿي، ته آءٌ به چو ڪين حڪومت وٽ سرخرو ٿيان. جي مهاسڀا ۾ تکا ۽ تيز شخص هوا سي ڇڏي ويا يا پٺي ويا، تان جو مهاسڀا منٿين وچولي درجي ۽ تن ۾ خاص ڪري لهڻيدارن ۽ شاهوڪارن ڏي نمندي ويئي.

ٻنهي طرفن جي فرقيوار اڳوانن ڪائونسلن ۾ فِي صدي جڳهين بابت پٺي جهيڙا ڪيا، پر هن مطلب سان ته سرڪار تي زور آڻي پنهنجن کي ڪيترن نوڪريون ورسايون. حقيقت ۾ تعليم يافتن جي هيءَ نوڪرين لاءِ پاڻ ۾ جنگ هئي. ايتريون

ڪي ڇيهو رسي، جا ڪلبو ڪلابو وفادار آهي."

پر الهيءَ باهوڻين صف بنديءَ پنهنجي ڪي ليون طاقتون ڪم ڪري رهيون هيون. مسلمانن جو پڙهيل ۽ سکيو طبقو موجوده حالتن مان اُوس ڪنو اُٿو هو ۽ قومي هل چل ڏي تائبو ويو. خود آغاخان به اهو حال ڏسو ۽ پهنجي لمولي انگريزن کي آگاه ڪيو. جنوري ١٩١٤ جي Edinburgh Review جي پرچي ۾ (يعني جنگ کان ڪي مهنا اڳ) حڪومت کي صلاح ڏنائين ته هندو-مسلم کي ويڙهائڻ جو ڪم ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته پنهي طرفن جي نرم طبقن کي ساڻ ملايو وڃي. هن لکي انهن ڪرڻ سان شين هند جا هندو-مسلم گرم طبقا روڪجي سگهبا. انهن مان ظاهر آهي ته هن شخص جي دلچسپي مسلمانن جي فرقيوار مطلب ۾ نه، پر هند جي سياسي ترقي روڪڻ ۾ ئي هئي.

پر نه آغاخان ۽ نه انگريز سرڪار مسلم تعليم يافتهن کي قوميت جي وهڪري ۾ وهي وڃڻ کان روڪي سگهي. مهاڀاري لڙائيءَ ڪري رفتار جي تيزي وڌي ۽ جيئن نوان ليڊر نڪتا ليڪن آغاخان جڳهه پنهن ڪرسي وڃي ورلي. هاڻ نه خود علي ڳڙهه ڪاليج جي روڻ اُڙ لي ۽ نون ليڊرن ۾ ڦڙهه ڦيڪا، به علي ڀائر، به علي ڳڙهه جا ئي شاگرد هوا. هاڻ ته ڊاڪٽر انصاري، مولانا ابوالڪلام آزاد ۽ ٻيا مسلمانن جي سياست ۾ وکون وڌائڻ لڳا، اهڙي طرح، پر البت هينئين سڀ ۾ مسٽر جناح. انهن سڀني ليڊرن (مسٽر جناح کانسواءِ)

اندر مسلم چڻ ڪانگريس کي ڇڏي ڏيئي ڪانگريس جي رهنمائي ڪرڻ لڳا. پر اهي ڏهه ئي سال ڳرا سال هوا. مهاڀاري لڙائي آئي ۽ پنهنجي هڪ پيڇل قتل دنيا ڇڏي ويئي.

پر ٻاهران بيشڪ ائين لڳو ٿي ته سر ويلينٽائين جي راءِ بلڪل دليلن تي ٻڌل هئي. هاڻ ته سر آغا خان مسلمانن جو ليڊر ڪري نروار ٿيو هو، جنهن مان پڌرو هو ته مسلمان اڃا پنهنجي قديم امپراٽي نظام کي چهٽيل هوا، ڇو جو آغاخان ڪو واپارين ۽ نڌين جو ليڊر نه هو. هو ته هڪ نهايت دولتمند امير، هڪ مذهبي فرقي جو پيشوا، ۽ انگريزن کي عزيز هو؛ ڇو جو انگريز حاڪم طبقي سان گهرا تعلقات هيس. اعليٰ ۽ وسيع تهذيب وارو شخص، جو اڪثري يورپ ۾، هڪ دولتمند انگريز امير وانگر شوق شڪار ۾ رهي ٿو؛ هو پاڻ نه فرقيوار ۽ مذهبي ڳالهين ۾ بنهه تنگدل ناهي. سندس ليڊريءَ جي اهائي معنيٰ هئي ته مسلم زميندار ي ڪلاس ۽ ٿورن آسودن ڪلاس صف ٻڌي سرڪار جا حامي ٿيندا. فرقيوار سوال ته ٻئي درجي جو هو ۽ ٻهرئين سوال کي زور وٺائڻ لاءِ ڪتو ڪيل هو. سر ويلينٽائين چرول لکي ٿو ته آغا خان لارڊ منٽو اڳيان هن ڳالهه تي زور ڏنو ته، ” بينگال جي ورها ڱي کانپوءِ جا سياسي حالت بڻي آهي تنهن بابت مسلم نظر ڪيءَ آهي. ائين نه ٿئي جو تهه تڪڙ ۾ هندن سان ڪي سياسي رعايتون ڪيون وڃن، جن ڪري نه رڳو هندو اڪثريت جو بخت بلند ٿئي، پر برطانيه حڪومت جي پختگيءَ ۾ رخنو پوي ۽ مسلم اقليت

جي ٻالي هو ناز سان ٽنڊ ۾ ڳاڙهي ترڪي ٽوپي پائڻ
لڳا، جا ٽوپي ترڪ ٻاڻ جلد لاهي ڦٽي ڪرڻ وارا هوا.
پاڪي جمهوريت اسلام جو ٻاڳي ٻالي جاڻي، ڇو جو
مسلمان ٻائرن سان گڏ ڪائي يا نماز پڙهي سگهيا ٿي،
هنن هند جي سياسي جمهوريت جي هئڻ نه هئڻ جي
ذري به پرواهه نه ڪئي.

سرڪاري نوڪرين جي ڳالهه ۾ تنگ نظر فقط
'علي ڳڙهه ۾ ئي هندن جي مسلم شاگردن ۾ نه هئون.
آهي نه هندو شاگردن ۾ به نظر آيون ٿي، جي به
سياوڪ طور ساهسي حڪري نه هوا. ۾ حالتن ڪيترن
ڪي رواجي جيان ڪان ڏڪي ڪٽي ٻاهر ڪيو. پڙهيل
ڏ ٻيان ڊ ٻ، ۾ نوڪريون ڪٿان اچن؟ سو پڙهيل
بي روزگارن جو طبقو نهي سو، جو انقلابي تحرڪن جو
بيشمار پناهه ٿيندو آهي.

سر سيد جي سياسي پيغام جي ڇاپا ڪان مسلم اڃا
مس ٻاهر نڪتا هوا، نه ويهين صديءَ جي اوائل ۾
ڪي اهڙا واقع ٿيا جن ڪري سرڪار سندن ۾ قومي
تحرڪ (جا هاڻ جهڙي ۾ جنگي هئي) وجهڻ وڏا ويڇا
وجهي ڏنا. سال ١٩١٠ ۾ سر ويلنٽائن چرول
Indian Unrest ڪتاب ۾ لکيو ته، "هند جي مسلم
قوم ڪڏهن به اڳ پنهنجا مقصد ۾ من مراد ون هن طرح
۾ طالب حڪومت جي پختگي ۾ قائميت لي نه بڌا آهن."
سياست ۾ اڳڪٿون ڪرڻ جوکائتو ڪم آهي. سر
ويلنٽائن لکيو لئهن ڪان فقط پنج سال پوءِ مسلم
تعليم يافته پنهنجا بند خلاص ڪري ڪانگريس سان
ٻانهون ٻڌي ٽرڻ لاءِ ڪم ڪشي رهيا هوا. ڏهن سالن

آهي. هند جا لعل تنهنجو روشن مثال آهن. ڪيئن
پيرا اسانکي ياد ڏياريندا آهن ته اڳئين ڪانگريس جي
مرادن جا پاڙ ئي وارث آهن ۽ اسين ته پوءِ دخل
جمائي گهڙي پيا آهيون. سو برابر آهي. پر ڪين به نه
وسارڻ کپي ته دنيا ڦري پيئي ۽ ڪانگريس جون
اڳيون مرادون انهن ڪافور ٿي ويون آهن جيئن پرسال
جي برف هن سال ڳري وهي ويئي آهي. ساڳي طرح
سر سيد جو پيغام تڏهن لاءِ ڪافي ۽ ضروري هو، پر
ڪنهن به ترقي پسند قوم لاءِ آخرين مقصد ٿي نٿو سگهي.
ممڪن آهي ته جي هڪ پيڙهي وڌيڪ زنده رهي ها
ته پنهنجي پيغام کي نئون رخ ڏئي ها، يا ته پيا اڳوان
سندس پيغام کي نئين معنيٰ ڏيئي نين حالتن کي منهن
ڏين ها. پر سندس شاندار ڪاميابيءَ ڪري، ۽ سندس
شخصيت لاءِ ادب هئڻ ڪري، پويان براڻو ايمان
ترڪ ڪري ڪين سگهيا. بدقسمتيءَ سان هند جي
مسلمانن ۾ ڪي اهڙيون زبردست شخصيتون پيدا نه
ٿيون آهن جي نوان گهاٽ گهڙين. علي ڳڙهه ڪاليج
خاصو ڪم ڪيو، قابل ماڻهو چڱي تعداد ۾ تيار ڪيا،
۽ مسلم تعليم يافتن جو رنگ ڍنگ ڦيرايو، پر جنهن
قالب ۾ نهي تنهن ۾ ئي قبض رهي. ممس جاگيري
اميري فضا جي ڇايا رهي ۽ رواجي شاگردن جو حوصلو
سرڪاري نوڪريءَ ۾ ئي رهيو، نه انهن لاءِ روحاني
سير سفر هوا ۽ نه سج چنڊ تارن جون کوجنائون. هي
ته ڊپٽي ڪليڪٽرين لاءِ انڌا اونڌا هوا. هي ته انهيءَ
هش ني خوش ٿي ٿيا ته اسين به اسلام جي اعليٰ
جمهوريت جو انگ آهيون. انهي اسلامي برادريءَ

قانون جاري نٿي ڪري، جيسين رعيت ۽ اخبارن جي راءِ نٿي ٻڌي. اسين جئي نٿا سگهون ته قانون، ناهڻ ۾ اسانجو حصو ڪونهي. ۽ شڪ آهي ۽ بلاشڪ آهي."

هندوستان ۾ "جمهوريت اسلام" جي هڪ ليڊر ۽ ۽ عبوضيءِ هن قسم جا ٻول ٻوليا! شايد هن طرح ٻولڻ جي جرئت خود انڊ جي لعلشدارن ۽ آگري، بهار ۽ بنگال جي وائيسن کي هن وقت به نه ٿئي. ۾ وڳو سر سيد سان اهو حال نه هو. ڪمتريون ڪانگريس ۾ نڙيون ته اج پڙهه نه صورت پيئي وني. پر اترو پڌرو آهي ته هندو- مسلم سوال جو سياسي ۽ اقتصادي رنگ هن قسم جو هو: چڙهندڙ ۽ وڌيڪ آسود وچولو (هندو) درجو، جاگيرداري ۽ زميندار ي (مسلم) درجي جي مدد سان روڪي الڪايو ويو. هندو زميندار اڪثري ڌنڌن ڪارخانن جي مالڪن سان ويجهو ڳنڍيل هوا، جهنڪري وچولي درجي جي ڳهورن باست ۽ طرفدار يا همدرد ٿي رهيا. انگريز ته هردم جاگيردارن ۽ اميرن جا ٿي حامي هوا. پهي ڌرين ليکي يانءِ ته عام خلق ۽ هيلشين وچولي درجي وارا هوا ٿي ڪوڊ.

سر سيد جي زور دار ۽ زبردست شخصيت هند جي مسلمانن تي پنهنجو سڪو جمايو ۽ سندس خواهشن ۽ مرادن جي ناهرين صورت علي گڙهه ڪالبج وجي ورلي. ڦرندڙ گهرندڙ حالتن ۾ انين ٻُبدو آهي جو ڪنهن ۽ عمدڪ تحريڪ جي ڦوت جلد ختم ٿي ويندي آهي ۽ بوءِ مرڳو ترقي جي راهه ۾ رلنڊڪ ٿي پوندي

آهن. پنجاب کان، اَوڌ کان، آيرنڊي کان، اُلهندي
کان، مدراس ۽ بمبئي کان. اهڙن کي ئي صلاح مشوره
۾ شريڪ ڪري ٿي. سرڪار هندوستاني رئيسن مان
به اُنهن کي گهرائي ڪرسيءَ تي وهاري ٿي ۽ عزت
جي نظر کان وهارڻ جا لائق سمجهي ٿي. شايد ڪن
جي دلين ۾ شڪ اُٿيا هوندا ته سرڪار عزت جي نظر
کان ڇو ٿي سڏائي؟ لياقت جي نظر کان ڇو نه ٿي سڏائي
وهاري؟ تنهن بابت حضرات، آءٌ ٻه اکر چوندس.
ڇا اسانجي ملڪ جا رئيس اهو پسند ڪندا ته ادنيٰ
قوم ۽ ادنيٰ درجي جا آدمي، پوءِ ڪري بي. اي
يا ايم. اي. پاس هجن ۽ ڪٿي لائق به هجن، سي مٿن
ويهي حڪومت ڪن؟ سندن مال جائداد ۽ عزت جا
حاڪم بڻجن؟ هرگز نه. ڪوهڪ به پسند ڪين ڪندو.
(چيرس).

سرڪار جي ڪائونسل جي ڪرسي نهايت معزز آهي.
سرڪار مجبور آهي جو سواءِ معزز جي ٻئي ڪنهن کي
به وهاري نٿي سگهي؛ نه وائسراءِ اهڙي کي "ماءِ
ڪليگ" يا "ماءِ آنربل ڪليگ" سڏي سگهي ٿو؛
نه شاهاڻن ڪانن يا شاهاڻن جلسن ۾، جتي ڊيوڪ ۽ اَرل
شامل ٿين ٿا، تن ۾ ڪوٺائي سگهي ٿو.

"هاڻي قانون ناهڻ ۾ ڪجهه نقص هجي يا نه هجي،
مگر ناهڻ جو طريقو اهڙو آهي جو ائين ڪين چئي
سگهبو ته سرڪار خود مختيار ٿي جيڪي وڻيس ٿو سو
ناهي ٿي؛ يا رعيت جي راءِ نه وٺي ٿي ۽ نه ٻڌي ٿي؛
۽ جي شخص حجتون اُٿارين ٿا تن تي غور نٿي ڪري.
بلڪ هن بيان بعد آءٌ چئي سگهان ٿو ته سرڪار ڪو به

هوا. مان ٺئو يالبان ته مسلمانن جون ساڳيون طرف اکيون هيون. شايد هي ورڪ انگلنڊ جي زميندارن اميرن ۽ "ٽوري" ڌر وارن لـي اڪن چڪن هـوا. گلئڊسٽن ته آئلو سنڌن لاءِ هڪ ڪارو ڀوت هو، ڇو جو هو هر ترڪيءَ ۽ سنڌس آرمني قلام جي ملامت ڪيائين ٿي، ۽ چاڪاڻ ته ڊزرائيلي ترڪيءَ سان وڏيڪ همدرد لڳو ٿي، تنهنڪري اُنهن مٿ ٻر مسلمانن، جن کي انهن ڳالهين ۾ دلچسپي هئي، وڌيڪ پسند هو.

سر سيد احمد جون کي ٽٽريرون هن وقت ڏاڍيون عجيب ٻيون لڳن. ڊسمبر ١٨٨٧ ۾ جيڪا لکنوءَ ۾ ٽٽرير ڪيائين تنهن ۾، جيڪي نئسنل ڪانگريس پنهنجي ساليانه اجلاس ۾ ٺڏيون ٺويون طلبون ڪيون، تنکي انديائين، سر سيد چيو ته:

* سرڪار ڪو ملڪ کٽي فتح ڪري، برما ولي، افغانستان سان لڙي، ساڻس صلح ڪري، ته هن ۾ اسان ملڪ جي باشندن جو ڪو به واسطو ناهي.

هن (وائسراءِ جي) ڪائونسل ۾ ڪي ميمبر پگهاردار آهن. تنهن ڪانسواءِ هر هڪ صوبي مان اهي آهن جـي سرڪار جي چاڻ ۾ نهايت هوشيار عملدار آهن. مثلاً ڪمشنر يا بيا جي صوبن جي حالتن مان واقف آهن؛ جن اُني عمر ڪاٽي آهي؛ جي عدالت جي ڪم، فوجداري ۽ ڪلڪٽري جي ڪم، هن ۽ هن ملڪ جي حال مان واقف آهن. سي ٻه هر صوبي مان گهرايل

* هي ٽڪر سنڌو سر سيد جي "مڪمل مجموعه لڪچرز و اسپيچز" مان ورتل آهـي ۽ نه جواهر لعل جي جيوني ءَ مان.

پوءِ چوڪين سرڪار تي نڪته چيني ڪرڻ جي رانـد
رمن؟ پر پاڻ جو مسلمانن جي تعليمي ترقي لاءِ سرڪار
تي پورو پاڙي بيٺو هو، سو اهڙا ڪيا ۽ اُبهرا قـدم
کڻڻ ڪٺي؟ سو اوائل کان وٺي هن ابهر نئشنل
ڪانگريس کان منهن ڪٺي موڙيو ۽ سرڪار کي ٻه اڳترو
اُي گهربو هو.

سر سيد جو اهو فيصلو ته سڀ ڪوششون مسلمانن
کي انگريزي تعليم ڏيڻ لاءِ ڪيون وڃن، بيشڪ نيڪ
هو. تعليم بنا نئين قوميت کي زور وٺائڻ ۾ هو ڪيچ
ٻه نه ڪري سگهن ها ۽ جي هندو ڪانئن تعليم ۾ سرس
۽ مالي حالت ۾ وڌيڪ پختا هوا تن کان هميشه هيٺا
رهن ها. هندن جهڙو سکيو آسودو طبقو مسلمانن ۾
پيدا نه ٿيو هو، جنهنڪري تواريخي يا خيالي اظر کان
هو اُنهن آسودن جي قومي تحرڪ لاءِ بنهه تيار نه هوا.
سر سيد جا ڪم ڪاريون، جي ڏسڻ ۾ تڏا نريا هوا،
سنچ پچ آخر صحيح انقلابي رستي ڏي وٺي وڃڻ وارا
هوا. مسلمان اچـا ته هڪ جاگيرداري اميري غير
جمهوريت جي فضا ۾ ترگيا تي ۽ هو ڏانهن هندن جو
وڌندڙ وچولو درجو يورپ جي آزاد خيالي ۾ ٽبيو
ماري رهيو هو. ٻئي بنهه تـڏا نريا هـوا ۽ ٻئي انگر
راج تي پاڙي وينا هـوا. سر سيد جي تڏائي زمين
ڪلاس جي تڏائي هئي، جنهن ڪلاس جا مٽ پر
مسلمان هوا. هندن جي تڏائي انهن خبردار واپار
ڏندڻن جي هئي جن کي لوان واپار ۽ دللا گهربا
اهي هندو سياستدان اکيون ڪٺي انگريزن جي
خيال گلئبسٽن، برائيٽ وغيره ڏي هٿ ٻڌي لهـ

سچائي ۾ پيتيا وڃن تا نہ انهن پيا لڳن جيئن هڪ گندو غليظ جانور هڪ قابل ۽ سهڻي انسان سان پيش وڃي. انگريز جي اسانکي هندوستان ۾ ضعيف ۽ ذليل مرون سمجهون نہ سبب اهن...... جو ڏلو انھ ۽ هر روز ڏسا ئو سو اسانجي ماڻهن جي خواب خيال نہ اچي سگهندو...... سب روحاني ۽ دليوي خاصيتون جي اسان ۾ موجود هئڻ کپن، سي سب خدا تعالى يوروب کي ۽ خاص ڪري انگلند کي عطا ڪرڻ فرمايون آهن". *

هن ڪان مٿي تعريف ڪوانسان انگلنڊ يا يوروپ جي ڪري نتو سگهي ۽ ظاهر آهي تہ سر سيد تي گهڻو اثر ٿيو هو. ممڪن آهي تہ هن قسر جا سخت الفاظ لکائين ۽ پيتون ڪيائين نہ من منهنجا ماڻهو انهي سجاڳ ٿين ۽ وک کڻن. پٽين هوس تہ اها وک مغربي تعليم جي طرف کڻي هئي. انهيءَ تعليم بنا مسلمان وڏيڪ پنتي ۽ ڪمزور ٿيندا هوا. انگريزي تعليم سان ڪين لوڪريون، عزت، سلامتي ۽ روزگار ملتا هوا. ٿنهنڪري مسلمان کي باز آڻي کيس وٺهن ٿنهن جو زور تعليم طرف لڳائٿو هو. ٿنهنجر ڊپ هوس تہ متان هو ٻئي پاسي ڏ يا ڏين يا قدم کڻن. ستل ۽ منجهيل قوم کي سجاڳ ڪرڻ کو سترو ڪم نہ هو. اها ٺين ٿوميت جا سکين آسودن هندن پالي لوائي هئي سا ڪپن شايد ٻئي پاسي ٽاڻڻ واري هئي ۽ هي ٿنهنجي برخلاف هو. هن ليکي هندو انگريزي تعليم ۾ مسلمان ڪان پنجاهہ سال اڳيرو هوا.

* هي ٿڪرو

Hans Kolm - History of Nationalism in the East. مان ورتل آهي.

۽ انگريزن جو وڏو مداح هو ۽ يورپ جي سفر جو
مٿس گهرو اثر ٿيو. اڻويهين صديءَ جي پڇاڙين اڌ ۾
يورپ يعني مغربي يورپ پنهنجي ترقيءَ جي چوٽ
تي چڙهيل هو، ٻي ڪٽڪي دنيا جو مالڪ هو، ۽ جن
خوبين جي بدولت هن اوج کي رسيو هو سو سڀ
ظاهر هو. مٿيان طبقا موروثي ملڪيتون ماڻي ۽
وڌائي رهيا هوا. ڪنهن به ڏر جي مقابلي جو ڏرو
ڊپ نه هون. آزاد خياليءَ جو زمانو هو ۽ سمجهيائون
ٿي ته قسمت جي اسان تي ڪا وڏي نوازش آهي.
سو سڀ رنگ ڏسي ڪهڙو عجب ته جي هندستاني
وٽن ويا ٿي سي موهجي پيا ٿي. شروع ۾ هندو وڏيڪ
ويا ۽ اهي يورپ انگلنڊ جا عاشق ٿي موٽيا. پر
رفته رفته هنن چمڪ دمڪ تي هري ويا ۽ حيرت
کائڻ وارو پهريون پردو سندن لاءِ پورو ٿيو. پر سرسيد تي
اها پهرئين پردي واري حيرت ۽ ڇايا پيئي سا پيئي.
سن ١٨٦٩ ۾ انگلنڊ مان گهر ڏي سفر جي اثرن
بابت خط لکيائين. هڪ خط ۾ اجهو هيئن ٿو لکي:
”مطلب هي اٿم ته جيتوڻيڪ هندستان ۾ انگريزن
جي بدفضيلت ۽ ماڻهن کي جانورن کان به نيچ ۽
حقير سمجهڻ معاف نٿو ٿي سگهي، پر پاڻيان ٿو ته
سو سڀ اسان سان واقف نه هئڻ ڪري ٿيو آهي.
قبول ڪرڻو پوي ٿو ته جي خيال اسان بابت اٿن
سي هريرو غلط نه آهن. انگريزن جي اجائي چاپلوسي
ڪرڻ بنا، آءٌ سچ ٿو چوان ته هندستاني، اونچي
يا نيچي درجي جا، واپاري يا دڪاندار، پڙهيل
اڻ پڙهيل، جڏهن انگريزن سان تعليم، فضيلت ۽

سوال بابت رخ ورتو سو نهايت وڻان آهي. دل ۾ هڪ
ئي ايمت ڏاڍي اُن ۾ ڪيئن هندو ۽ مسلم ٻاهر ماي ۾
وڃن ۽ ڪيئن هڪ جي لاهي ٻئي کي چاڙهجي. بلوچ
بعد حاڪمن جو ڏهر ٻهرين مسلمانن سان ٿيو، ۽ هندن
سان. ڪين مسلمان وڌيڪ جهڳڙالو، وڌيڪ جنگجو ۽
لنهنڪري وڌيڪ خطرناڪ لڳا. سنڌن دلين ۾
حڪومت جي يادگري به اڃا تازي هئي. ۽ انگريزي
تعليم جي وڃهو ويا ئي ۽ نه اٽريون نوڪريون هين.
لنهنڪري حاڪمن جي شڪن جا شڪار ٿيا. هندو
۽ انگريزي تعليم لاءِ آڌريا ئي ۽ منشيگيرن لاءِ ڀادمت
وڃي ٿيا. مسلمان ڪان وڌيڪ لياز مند به هوا.

زمانو آيو جڏهن مٿين درجي جي انگريزي
خواندن ۾ يعني هندن ۾ قومپت جو سلو لسربو. مسلمان
ته تعليم ۾ گهٽو ٻنتي پيل هوا. اُها قومپت اڃا پلي۽
واري مپانو ڪرڻ مس سکي هئي، پر سا به
سرڪار کي لتي وٺي. لڏهن فيصلو ٿيو ته هاڻ
مسلمانن جو وارو ورائجي ۽ ڪين قوميت جي اثر کان
باز رکجي. انگريزي تعليم جي اثاث مسلمان لاءِ هڪ
چڱي رانڊڪ هئي، ۽ وقت گذرندي اُها اهڙي ٿي
هئي. ڏاڍي جتراڻي۽ سان انگريزن پنهنجي آئيندي
لي غور ڪيو ۽ اهي ڪر ۾ سر سيد احمد خان جهڙي
ممتاز شخصيت ڏاڍي هٿيڪي ملي.

مسلمانن جي اهڙي حالت ۽ خاص ڪري تعليمي
پستي ڏسي سر سيد کي ڏاڍو افسوس ٿيو ۽ اهو
ڏسي به ارمان ٿيس ته مسلمانن جو حڪومت ۾
نه اثر ۽ هاڻدي هئي. پنهنجن همعصرن وانگر هي

ڇيڙو ٽيڪ ايڪ پر پنهنجي بابت ڏهٽوني ڪڇ هو. جن
ٿا سيا جي ليڊرن ڏاڍي ڇڙي چيڊي ٻولي ۽ پر
ٿون تي هلائون ڪيون هيون سي چين کي چنو لڳائي
وينا. مسلمانن طرفان سر محمد اقبال پي گول ميز
ڪانفرنس جي ڪن حقيقتن بابت ٿونکي صحيح ڪرڻ
جي ڪوشش ڪئي، پر ڪابه دليل بازي نه ڪئي
ڪيس جواب ڏيندي صلاح ڏنيم ته پلي ڪا جوڙجڪي
مجلس (Constituent assembly) سياسي ۽ فرقيوار سوالن
جا فيصلا ڪري. ٿورو پوءِ هن سوال تي به ليکه ٻيا ٻه
لکيم. جنهن ٿوني اهي ايڪ پسند پيا ۽ جيڪو اثر
ويچاروان پڙهندڙن تي ظاهر ٿيو سو ڏسي ڏاڍو خوش
ٿيس. اِدن هرگز اٿي سدڃڻم ته هيٺن دليابازي جي
جادوءِ سان فرقي پرستن جا جوش خروش آءٌ ڪاڏور
ڪري سگهندس. ٿنڌڃي ايڪن لکڻ جي صرف اها ئي
مراد هئي ته هي فرقن جا ليڊر دبس پرديس جي
مردار دلين سان بت هوا ۽ سچ پچ ته سياسي ۽ تيهان
وڏيڪ پنهنجي ترقيءَ جا گهاتڪ هوا. سندن طلبن جو
عام خلق جي گهرن سان ڪو تعلق ڪو نه هو. اهي
طالبون فقط ڪن مٿين گروهن جي فائدن لاءِ هيون.
منهنجو خيال هو ته هن ريت دليل ڏيئي سندن پول
کوليان، پر جيل نه ڇڏيو، هي جو طوطي وانگر هرهر
هندو - مسلم اتحاد لاءِ پڪار ڪئي وجي ٿي، سا
چڱي خاصي آهي، پر جيسين فرقن جي قوت جا سبب
نه سمجهبا تيسين بي سود آهي. ڪي نيڪ انسان
پائين ٿا ته اِتحاد اِتحاد پڪاريندي آخر اِتحاد ٿي ويندو
١٨٥٧ جي بلوي ڪانپوءِ انگريزن جيڪو فرقيو

موڪليو. جي ۾ اهمير ۾ تازو هڪ نوجوان جي منڊليءَ
پاس ڪيو آهي، ٺهراءُ بنهه اعتراض جوڳو هو ۽ مون
بنارس واري تقرير ۾ ان ڏي به اشارو ڪيو. سچ
پچ ته اهڙو ڪو ٺهراءُ ڪنهن به منڊليءَ پاس نه ڪيو
هو ۽ هي نه ڪنهن اسانکي ٻڌائڻ لاءِ تي ڪيو هو.

منهنجي بنارس جي تقرير جي مختصر رپورٽ تي
ڏاڍو رڙ واڪو ٿيو. گوڙن شورن لي آءُ هريل آهيان،
پر هندو مهاسڀا جي اڳوانن کي اهڙو جنو ڏسي
واڙو ٿيس. جلهون ڪئي شخصي ۽ جي سوال آندا
هم لن جا جواب ڏنو. پر حد کان ٻاهر ٿيون، جنهن
ڪري خوش ٿيس جو نيڪ جواب ڏيڻ جو وجهه مليو
ويو. جيترن مهنن کان، جڏهن جيل ۾ هوس تڏهن
به، هيءَ ڳالهه ساڳي چٽ تيڪس ٿي، ۽ سمجهه ۾ ٿي
لڳي ته ڪيئن ٿي ٿيا. ڪڪرن ۾ ڪلو هٺو هو. ڪڪرن
۾ هريل هوس، پر اهڙن لڪرادن ۾ ڪيو پوي جي
وچي گار گند ۾ لڪرن. مگر هاڻ ٻي ڪا واهه نه
رهي ۽ پنهنجي خيالن موجب هندو- مسلم فرقي پرستيءَ
بابت هڪ باد لبل لبڪ، لکيم، جنهنم ڏيکاريم ته
پنهي حالتن ۾ اهڙا سچي فرقي پرستي نه هئي، پر
سندس لهه ۾ سياسي ۽ سماجي مرده دلي هئي. جي
تقريرون ۽ بيان ورقيباز ليڊرن جا اخبارن ۾ شايع ٿيا
هوا، لن حا آکرا ڪجي جيل ۾ گڏ ڪوي ساڻ رکيا
هئم سو مال اپترو حام هوم جو هڪ لبڪ اندر ڏيڻا
ڏکيو ٿي پيو.

هندستاني اخبارن الهي ليکم کي چڱي شهرت ڏني،
پر حيرت ڪهڙي جو ڪنهن به ڏر جواب نه ڏنو.

سياپتي خود پنڊت مدن موهن مالوي، ڪلنايڪ هو.
تقرير ڏيندي گهڻوئي ڪجهه فرقي پرستيءَ بابت چيم
۽ سخت ننديز ۽ خاص ڪري هندو مها سڀا جي
ڪارروائين جي ملامت ڪيم. هن جلهه لاءِ دل ۾ اڳوات
سنهيري نه ويو هوس، پر گهڻي وقت کان هر قسم ۽
رنگ، جي فرقي پرستين جي مردار ڪارنامن تي
دل خسته ٿي رهي هئي. جيئن ڳالهائڻ ۾ پهچي ويس
ليئن دل جا خار ڪجهه پڌرا ٿي پيا. جاڻي ٻجهي هندو
فرقي پرستين جا چوڏا لاٿم. ڇو جو هندو ميڙ اڳيان
مسلمانن تي ڪاهه ڪرڻ بي معنيٰ ٿئي ها. اوڏيءَ
مهل خيال ۾ ڪو نه آيم ته جنهن ميڙ جو مالوي جي
سيا پتي هو ۽ جو پاڻ مهاسڀا جو هڪ پيلپايو هو، تنهن
ميڙ اڳيان مها سڀا جي ڏکري لاهڻ هرو ڀرو سهڻو
ڪين هو. سو خيال نه آيم، ڇو جو تازو مها سڀا سان
گهڻو تعلق نه هوس ۽ انهن ئي پنهي لڳو چڙ ته نون
اڳوانن اڳرائي ڪري ڪيس ڏکي ٻاهر ڪيو هو.
جيسين پاڻ مهاسڀا جو هڪ روشن ستارو هو، تيسين اها سڀا
فرقي پرست هوندي به سياست ۾ مردار دل نه ٿي
هئي. پر تازو اهو ڦيرو ظاهر ٿي پيو هو ۽ خاطري
هيم ته نه مالوي جي جو واسطوئي هوندو نه ڪيس
پسند هوندو. پر جيئن پوءِ سمجهيم، اهو نيڪ
هو ته سندس نوتي جو وجهه وٺي آءٌ اهڙا ٻول ٻوليا
جنهن ڪري هو مونجهاري ۾ پوي. تنهن لاءِ ارما
ٿيم.

بي هڪ پل جو به شڪار بڻيس، جنهن لاءِ ارم
اٿم. ڪنهن شخص ٽپال رستي هڪ نهراڻ جو

## ٥٦ — ڌرتي پرستي ۽ مردانگي.

منهنجي پٽ جي شاديءَ وقت يورپ مان وٺل ڀائي پٽيل جي ديهانت جي خبر آئي. جنهن وقت کان ناچاڪ هو ۽ اُن ڪري ئي هندوستان جي جيل کان آزاد ڪيو ويو هو. سندس مرڻ اسان لاءِ ڏکدائڪ هو ۽ اهو ڏسي ته هڪ هڪ ڪري اسان جا سورهيه اسانکي ڇڏي وڃي ڇڏي، مرڪلائي ٿي ويا، دل ۾ ڏاڍي مايوسي آئي ٿي. ڪيترن شخصن سان سندس ساڳيون ڪمزوريون، پر انهن جو خاص زور انهيءَ تي هو ته اسيمبلي ۾ سندس مت ڪوڙ هو ۽ پريزيڊنٽن ۾ مٽي جو مورڙو هو. سو سڀ سچ هو، پر ساڳي ڳالهه ورڪ ورڪ ٻڌندي چڙ ٿي آيو. ڀلا اسان جي ملڪ ۾ قابل اسيمبلي ميمبرن جو ڏڪر هو ڇا، جي اسپيڪر جي ڪرسيءَ ۾ شان سان نه ويهي سگهن ها؟ اهو ڪم ڀلو ڪرڻ ته اسانجي وڪالت جي سگها جو مرڪ ٿي هو. وٺل ڀائي جو پد قابل وڪيل جي پد کان گهٽ اوچو هو. هو ته جنگ آزادي جو جهرو جهونجهار هو.

نومبر مهني ۾ جڏهن بنارس ويس تڏهن هندو وشو ودياليه جي ودياٿين کي وياکيان ڏيڻ لاءِ مون کي نوتو ڏنو ويو. سو نوتو خوشيءَ سان قبول ڪيم ۽ هڪ شاهي منڊ اڳيان تقرير ڪيم، جنهن جو

جنهن ۾ عام خلق ۽ سندس مرادن مقصدن جو ڪجهه
ڪين هو. ڪم جو هيڏو ۽ ههڙو ڪيترو ڏسي ڏايو ارمان
ٿيو ته ڇو هيتري محنت برباد پيئي ٿئي.
هندي ساهتيہ جو عمدو خاندان آهي، پر ڪو بہ سدا
پنهنجي خاندان تي ڪڏي رهي نٿو سگهي. خاطري
اٿم ته روشن آئيندو اتس ۽ هندي اخبارون ڪنهن
ڏينهن هڪ وڏي طاقت ڏاريندون. پر ساهتيہ توڙي
اخبارون جيسين انگہ ويس ڇڏي وسيع ميدان ۾ گهڙي
باهمت عام خلق سان منهان منهن نہ ٿيندا تيسين گهڻو
وڏي نہ سگهندا.

—++++++—

ڏس ۾ ڪجهہ وڌيڪ واڌارو ڪيو هو ۽ بنگالي ۾
نہ هنديءَ ڪان وڌيڪ پنهنجا نوان ڪتاب لکندا هوا.
بس الهيءَ ريت ٻاهر دوستاڻي لمولي خيالن جي
ڏي وٺ ٿينديون ۽ آءٌ پوءِ موٽي ويس. مولڪي
اهڙي ڪا خبر ڪانہ هئي تہ منهنجي گفتگو اخبارن
ڏي موڪلي ويندي، نہ ڪنهن هن قسم جي رپورٽ
هندي اخبارن ڏي موڪلي.
پوءِ تہ هندي اخبارن مولڪي مٿان لي اچي ڪمنو
۽ مون لي ڦتڪار وڌي جو مون گستاخي ڪري هنديءَ
جي بنگالي، گجراتي ۽ مرهٽيءَ اڳيان لاهڻي لائي هئي.
جي: هن جهت کي (انهن ۾ برابر حق ني هوس) هن
ڳالهہ جي ڪهڙي خبر؟ مطلب تہ سخت ڪلامي
ڪري مولڪي ڌڪ ۽ پنجو ڏيڻ جي ڪوشش ڪيائون.
مولڪي نہ هن واد وواد لاءِ فرصت ڪانہ هئي ۽ نہ م
نہ اهو تڪرار ڪي مهنا ٻئي سمجهو، حسين ڪي آءٌ
وري وچ حيل اندر سکي ٿيس.

هن واقعي منهنجون اکيون کوليون. ڏٺم تہ هندي
ليکڪ ۽ اخبارنويس ڪهڙا نہ زود رنج هوا ۽ ڪيئن نہ
هڪ خيرخواهہ جي نوري سچي لکا ڪان ونءَ ويا ٿي.
من اندر ٻاڻ کي گهٽ چاڙهي ني چين هوا. جهالي ٻاڻي
ٻاڻ ڏسڻ يا سچي سمالوچنا جو قدر ڪرڻ هو. هڪ
ليکڪ ۽ سندس سمالوچڪ هڪ ٻئي لي جاهون ڪن
۽ هڪ ٻئي کي بدايت سڏين، سو بہ ٿيندو ڪندو هو.
مطلب تہ سندين ذهنيت محدود، تنگ، مڪاني ۽ سڪڻ
آسودن واري هئي. ليڪن ۽ اخبارنويسن ڇڻ هڪ
ٻئي لاءِ ۽ هڪ اندڙي داري لاءِ اڪرو ڇڏيو ٿي،

پنهنجي ٻولي تڏهن سٺي سٺاي ٿيندي جڏهن ٻين ٻولين مان لفظ ۽ خيال وٺي ڪاٿي هضم ڪري سگهندي.

* * * *

پيرڻ جي وهاڻ ڪاڻپوءِ هڪ جهوني دوست ۽ رفيق، شو پرساد گپتا سان گڏ جڻ لاءِ بنارس ۾ ويٺو هيس، جنهن هڪ سال کن ڪان بيمار پيل هو. لکنوءَ جيل ۾ هو تڏهن کيس اوڏانگ جي بيماري ٿي ۽ آهستي آهستي پاڻ ڪٽي رهيو هو. بنارس ۾ هڪ ناياڻي هندي ساهتيه سڀا موڪلي ماڻهن ڏنو. سڀا جي ميمبرن سان هڪ دلچسپ دوستاڻي گفتگو ٿيم. جيئن ته جن ڳالهين جي پوري خبر هيم تن بابت ماهرن کي نصيحت ڏيڻ مون لاءِ ڏکيو هو، پر تنهن هوندي به ڪي خيال سندن اڳيان پيش ڪيم. هندي ليکن ۾ جا ڏکي ۽ النڪارن واري ٻولي ڪم ٿي آئي، تنهن تي ٽيڪا ڪيم ۽ چيم ته اها ٻولي ڏکين سنسڪرت شبدن سان ڀريل، بلڪ پيچيدي ۽ جهوني ڍنگ جي هئي. صلاح ڏنم ته اها درباري طرز جا ڪن چونڊ شوقينن لاءِ هئي، سا ڇڏي هندي ليکڪن کي عام خلق لاءِ عام جي ٻوليءَ ۾ لکڻ گهرجي. عام سان لڳ لاڳاپا، ٻوليءَ ۾ نئين زندگي ۽ سرلتا پيدا ڪندا ۽ رفته رفته خود ليکڪ به عام جي جذبن ۾ رنگ رچي نهايت عمدو لکندا. آئين به چيم ته جي هندي ليکڪ مغربي خيالات ۽ ساهتيه کي وڌيڪ ڌيان ڏيندا ته گهڻو لاڀ پرائيندا. ڏاڍو خاص ٿيندو جي يورپي ٻولين مان نه رڳو پراچين ڪال جا عمدا ڪتاب پر تازن خيالن وارا نوان ڪتاب به ترجما ڪيا ويندا. چيم ته هن وقت جي بنگالي، گجراتي ۽ مرهٽي شايد هنديءَ کان هن

۽ ٻين ڪان لڪڙي بازي ڪئي رهي آهي. جي آمريڪن أها چئجهه ته والازي ته انگريزي ئي روز بروز انتر راشٽري ڪمن ڪارين ۽ چوڌس ڦهلاو جي وڏيڪ زبان لبندي ويندي. ڇهڙڪري انگريزيءَجو علم وڌائڻ تي ڪبي. ئي سگهوي ته أها ٺيڪ طرح سکڻ ڪبي، ٻوهاڻي جيئن ڪبترا ڪن ٿا ٺيٺ ٻوليءَ جا ورو ڪڙ، نزاڪتون، لطف سوجهڻ لاءِ رس سمي وقت گهارو وجي ٿو سو اجايو آهي. سو ته ڪي جزوي شخص ڀلي ڪن، ٻو گهڻن اڳيان أها موهڻي موروس وکڻ-سندن لاءِ مايا جي جار لبندو، جنهڪري أهي وري ٻين رستن تي وڌي نه سگهندا.

تازو مهنجي دل "بنيادي انگريزي" (Basic English) ڏي گهڻو ڇڪجي ويئي آهي ۽ سمجهان ٿو ته انهيءَ سولي ٻوليءَ جو آئيندو أميدن ڀريو آهي. ڪي انگريزيءَ کان چڱو ليندو ته اسين أها بنيادي انگريزي چڱي ڀمالي تي سيکاريون. ڀلي ٻوءِ ڪي خاص شاگرد يا زبان جا ماهر ڪي ادبي انگريزيءَ جو وجي ڪو ابياس ڪن.

شخصي طور آءٌ چاهيان ٿو ته هندوستاني ٻولي انگريزي ۽ ٻين ڌارين ٻولين مان ڪيترن لفظ-ڪثي گهڙي پاڻ ۾ جذب ڪري.

انهن تسي لون ضروري لفظن جي اٿاه لاهي سگهجي. ٻيو ته سنسڪرت، يا فارسي يا عربي مان ڏکيا اٽالنگا لفظ ڦولي ڪلينڊ بدران هڪيا لڪيا چالو سچالو لفظ وڏيڪ ڪارگر لبندا. زاهد شخص ڌارين لفظن جي و ڇهو ڪين ويندا، ٻو سي ته ٻليل تي آهن.

نظر اچي ٿو. البت انگريزي ڪن مٿ ۾ مٿين درجي
جي تعليم يافتن ۾ هلي سگهي ٿي. پر هن زبان جو عام
تعليم ۽ تهذيب جي مسئلي سان ڪو به تعلق ڪو نهي.
جيتن قدري هينئر آهي، تيئن ممڪن آهي ته انگريزي
خاص ڪري هنري، واپاري، علمي ۽ خاص ڪري
بين القومي ڪمن ڪارين ۾ وڌيڪ چالو ٿئي. اسان
مان ڪيترن لاءِ ڌارين ٻولين جو علم هن لاءِ ضروري
آهي ته اسين دنيا جي خيالات ۽ حالات کان واقف
رهون. آءٌ ته جيڪر ائين چاهيان ته اسانجا وديارٿي
انگريزيءَ کانسواءِ فرينچ، جرمن، روسي، اسپيني ۽
اطالي ٻوليون سيکارڻ جي پنيرائي ڪن. تنهنجي
معنيٰ اها ناهي ته انگريزيءَ کي ”نه پڄڻي“، پر جي
اسانکي دنيا جو ديدار سنئين اکئين ڪرڻو آهي ته رڳو
انگريزي کوپا اکين مٿان نه چاڙهيون. ائين ڪندي
اسين اڳيئي هڪ طرف ۽ هڪ خيالات ڏي خوب
جهڪي ويا آهيون ۽ ذهنيت ۾ ڏيڍ اکيا ٿي پيا آهيون.
ڪنهن ۾ ڪنهن قوم پرست به محسوس نٿا ڪن ته اها
انگريز نڪته نظر ڪيتري قدر ڪين سوڙهو بڻي قابو
۾ رکي ٿي.

پيون ڌاريون ٻوليون اسين ڪيترو به ڪٺي همٿايون،
مگر ٻاهرئين دنيا سان اسانجو لاڳاپو خاص ڪري انگريزي
معرفت ٿي ٿيندو ۽ ٿيڻ به ائين ٿي گهرجي. ڪن پڙهين
کان سکندا اچون ٿا، تانجو چڱي خاصي اچي ٿي. سو
سبب ميساري ورڃي نئين سر پيو ڪجھ سکڻ ۽ سکيل
ٻوليءَ جو پورو فائدو نه وٺڻ چريائي ٿيندي. هن
وقت دنيا ۾ انگريزي سيني ٻولين کان وڌيڪ ڦهليل

منهنجي دل ۾ ذرو به شڪ ناهي ته هند جي قومي
ٻولي هندوستاني ئي ٿيڻي آهي. سچ پچ ته هينئر به
واجبي وهنوار ۾ اها چالو آهي. پر ناگري يا فارسي
لپيءَ بابت اجهائو جهڳڙن ڪري ۽ ٻنهي ڌرين جي
ٻوليءَ ۾ اجايا سنسڪرت يا فارسي لفظ ٺونسڻ ڪري
ٻوليءَ وڌيڪ زور ته ورتو آهي. لپيءَ بابت ڳالهه
ڪيئندي ئي هڪدم گرمي ۽ گوڙ ٿئي ٿو. تنهنڪري
سرڪاري طور يا رواج ۾ ٻنهي لپين جي استعمال
بنا ٻي ڪا واهه ڪانه رهي آهي. پر اها ڪوشش ڪرڻ
گهرجي ته وهلور وچڙ ادران ڪو وچون رستو وٺي اها
ٻولي هلائجي جا عام طور ڳالهائي وڃي ٿي. السع عام
تعليم سان اُين ٿيڻي آهي. في الحال ته وچولي
درجي وارا ننڍڙا گروهه، جي هن وقت ساهتيہ جي رس
۽ روپ جا جج ٿي ويٺا آهن، سي پنهنجي لمولي ٻبجد
تنگ خيال ۽ ڪٽر ٿيا آهن. سي ته جهولس ٻراٽين عبارتن
کي جنڙي ٻيا آهن، جن ۾ سست ساهه ڪونهي ۽ جن
جو عام سان يا دنيا جي ساهتيہ سان تعلق ڪونهي.

هندوستان جي واڌ ۽ سڌارو هند جي ٻين ٻولين —
بنگالي، گجراتي، مرهٽي، اُريا ۽ دراوڙ ٻولين — جي
واهي ۽ واڌاري جي آڏو ته اچڻ کپي ۽ نه ايندو.
منجهائن ڪي ته هندوستانيءَ کان وڌيڪ سڄاڳ ۽
سچيت آهن ۽ پنهنجن پٽن ۾ تعليمي ۽ ٻين ڪمن لاءِ
اهي ئي سرڪاري ٻوليون رهنديون. انهن جي ئي
ذريعي عام ۾ تعليم ۽ تهذيب تيز ڦهلائي سگهبي.

ڪي ماڻهو ڀانئين ٿا ته انگريزي هند جي قومي
ٻولي ٿيڻي آهي، سو خيال مونکي بلڪل ڪل جهڙو

هندوستاني هڪ ڌاري ٻولي ٿيڻ لڳي. پر اُتي جا ماڻهو سکڻ جا خوب سعيا ڪيا ڪن. ڀ سال ٿيا ته ١٩٣٢ ۾ هندوستاني پرچارڻي سڀا جا انگ اکر ڏنا. سڀا جي رپورٽ موجب چوڏهن سالن اندر فقط مدراس علائقي ۾ ساڍن ڀنجن لکن سندس سڀاري هيٺ هندي سکي هئي. هڪ خانگي سڀا لاءِ ڪنهن به سرڪاري مدد بنا، هيءَ هڪ وڏي ڪوشش چئبي. هندي سکيل وري ڀنهنجي منهن سر پرچارڪ بڻجي پيا ٿين. *

* جي هندوستانيءَ جي فائدي ۾ آهن تن هيٺيان انگ اکر ڏنا آهن. جئي لتو سگهان ته اهي ١٩٣١ يا ١٩٢١ جي آدمشماريءَ تان ورتل آهن. پاڻيان ٿو ته ١٩٢١ جا آهن ۽ جي پوءِ جا هجن ها ته هر هڪ اسم هيٺ وڏيرو انگ ڏنل هجي ها.

| | |
|---|---|
| هندوستاني (جنهنير اولهه واري هندي، پنجابي ۽ راجستاني آهن. | ١٢٫٩٣ ڪروڙ |
| بينگالي | ٤٫٩٣ |
| تيليگو | ٢٫٣٦ |
| مرهٽي | ١٫٨٨ |
| تامل | ١٫٨٨ |
| ڪنري | ١٫٠٣ |
| اُريا | ١٫٠١ |
| گجراتي | ٫٩٦ |
| جملہ | ٢٨٫٩٨ ڪروڙ |

ڪي ٻوليون، مثلا پشتو، آسامي ۽ برمي يادداشت ۾ نہ ڏنل آهن، جو اهي زباني ۽ مڪاني لکتہ نظر کان ٻنهہ نراليون آهن.

مڪاني نمونا سايس جي نظر کان ڌار ٻولين ڪري ڏيکاريندا آهن . يورپ ۾ اوڀر ايراضي وانگي نہ سندس ٻيت ۾ اسانجو ملڪ ٻولين ۾ وڏيڪ ڳنڍيل لڳندو، پر انهاءِ جهالت ڪري ٻولين جا ڀڪا ۽ عام نمونا نہ لڀبا آهن ۽ ڪئين مڪاني زبانون نہ هلن چلن ٿيون. تونا ڇڏي هند جون مکيہ ٻوليون هي آهن ـ هندوستاني (هن قسمن جي يعني هندي ۽ اُردو)، بنگالي، گجراتي، مرهٽي، تامل، تيلنگو، ملايم ۽ ڪنڙي، جي آسامي، اُڙيا، سنڌي، پشتو ۽ پنجابي ۽ ڳنڍيون وڃن تہ چئبو تہ ٻهاڙ ۽ ٻيلا ڇڏي سڀ ٻوليون اچي وڃن. انهن مان ٻہ اندو-آرين ٻولين جي اُلر، وچ ۽ اُلهندي هند ۾ هلن ٿيون، سي هڪ ٻئي کي نهايت ويجهيون آهن ۽ ڏکڻ جون ڊراوڊ ٻوليون، نراليون آهن، پر مٿن سنسڪرت جو گهڻو اثر پيل آهي ۽ منجهن ڪئين سنسڪرت شبد آهن.

انهن ان ٿي منهي جاٿايل ٻولين کي ٻراچين ۽ اُلر ساهتيہ آهن. هرهڪ ٻولي هڪ خاص ۽ وڏي پَٽ ۾ مروج آهي. ٻولينڊڙن جي تعداد ۾ نظر سان ڏسبو تہ اهي ٻوليون دنيا جي مکيہ ٻولين ۾ ليکبيون وينديون. پنج ڪروڙ ماڻهو بنگالي ڳالهائين ٿا. هندوستاني ٻوليان ٿو تہ اٽڪل چوڏهن ڪروڙ ڳالهائين ٿا ۽ ٻيا ڪئين سمجهن ٿا. اهڙي ٻولي ڪهڙي ٻہ اوڙح کي ٻهچي سگهي ٿي. اها ٻولي سنسڪرت جي ڀڪي اساد تي ٻيل آهي ۽ فارسيءَ سان ڳنڍيل آهي. يعني تہ ٻهچي حزائن مان ڪٺي سگهي ٿي ۽ هاڻي تہ انگريزي کي ٻہ نہ ڇڏيو آئس. ڏکڻ هندوستان ۾ دراوڊ ملڪ ۾ رٿي

هندوستان بابت اسانجي انگريز حاڪمن هڪ هيءَ به ڏند چرچا دنيا ۾ هلائي آهي ته هن ملڪ ۾ سوين بوليون مروج آهن. جي آدمشماريءَ جون رپورٽون پڙهي ڪٿي ڏسو، پر انهن سوين بولين مان عجب جو ڪن ٿورڙن انگريزن کي هڪ بولي به موچاري اچي ٿي، پوءِ ڪٿي ساري عمر هٿ ڪاٿين. سيني بولين کي گڏي سڏي "ورنيڪيولر" يعني غلام بولي سڏين ٿا ۽ اسان مان ڪيترن سندن اوت وٺي ڪٿي اهو نالو قبوليو آهي. ڏسي حيرت لڳيم ٿي ته هي انگريز هٿ عمر ڪاٿيندي بولي سکڻ لاءِ ذري به تڪليف نٿا وٺن. پنهنجن خانسامانن ۽ آيائن جي مدد سان هڪ گهرو پڇر ڪام چلائو هندوستاني جوڙي اٿن، جا سندن ليکي هڪ بولي آهي. پر جيئن هند جي جيون بابت پنهنجن زيردستن ۽ چاپلوسن تي ٻاڙين ٿا، ساڳي طرح هندوستاني بوليءَ جي لياقت بابت نوڪرن چاڪرن تي ٻاڙين ٿا، جي صاحب لوڪن سان اها ٽوٽي ڦوٽي واپرائين ٿا، جا به هو مس سمجهن ٿا. اهڙن کي ڪهڙي پيت ته نه رڳو هندستاني پر ٻين هند جي بولين کي چڱا خاصا ۽ عمدا ساهتيه پڻ آهن.

پر جي هند جي رپورٽ ۾ ڪا ٻه يا ٽي سؤ بوليون ڄاڻايل آهن، ته اهڙين رپورٽن ۾ ائين پڻ آهي ته جرمنيءَ ۾ پنجاه ست بوليون ٿينديون، پر مان نٿو ڀانيان ته اُن ڪري ڪنهن به اشارو ڪيو آهي ته جرمنيءَ ۾ ڦوٽ يا جدائي آهي. دراصل اهي آدمشماريءَ جون رپورٽون ڪن خسيس بوليون به نوٽ ڪنديون آهن جي ڪي سؤ يا هزار ڳالهائين ٿا. اڪثري هڪ ئي بوليءَ جا ڪيئين

خوش ڪرڻ لاءِ ڪوڙي طرح هندو (يا لاچيتو) ڌرم
سويڪار ڪرڻو پوي ٿو. آءٌ ته انتر جاتي ۽ ڌرم وواھ
چاهيان ٿو، پر چاهجن يا نه چاهجن اهڙو ضروري آهي
ته هڪ عام قانون پاس ڪجي، جو سڀني ڌرمن سان
لاڳو هجي ۽ جو ڌرمن کي ڌرم ڇڏڻ يا ٻيو ڌرم وٺڻ
بنا شاديءَ جي اجازت ڏئي.

شادي نهايت سادي نموني ڪنهن ڌوم ڌام بنا
ٿي. هونئن به مونکي هندوستاني شادين جي هنبوڇيڇي
کان وڻندي آهي. ماتاجي جي بيماري ڪري،
ڪيترن سالن جي جيلن ۾ هڻڻ ڪري ۽ هلچل هلندي
ڪو به ڏيکاءُ آڏنبر اصل ڪين سونهي ها. ڪي ٿورا
عزيز دوست گهرايا ويا. پتاجيءَ جا جهونا دوست انجايو
ڏمريا جو هنن ليکي مون سندن نرادر ڪيو هو.

شادي لاءِ نوتو مون هندوستاني ٻولي ۽ لئٽن لپي
۾ موڪليو، سا هڪ نئين ڳالهه هئي، جو اهڙا نوتا
هميشه ناگري يا فارسي لپيءَ ۾ ڪڍيا هـوا ۽ هيئن
هندوستاني لئٽن لپيءَ ۾ لکڻ فقط فوجي ۽ مشنري
دائرن ۾ چالو آهي. مون ته هڪ تجربو ڪري ٿي ڏٺو
ته ٻين تي ڪهڙو اثر ٿو ٿئي. سو گڏيل سڏيل ٿيو ۽
لئٽن پٽي موافق نه هو. نوتو ٿورن ڏيو ويو هو. گهڻن
ڏي وڃي ها ته اثر تيهان ناگوار ٿئي ها. گانڌيجيءَ کي
ته ناگوار ئي لڳو.

لئٽن لپي هن ڪري ڪم آندي جو پسند
هير، جيتوڻيڪ ڪڏهانڪر ڇڪيو هوائيم. ترڪي ۽
۽ وچ ايشيا ۾ سندس فتح ڏسي اثر ٿيم ۽ سندس
فائدي ۾ دليل سمجهيم پئي. پر پوءِ سندس حامي نه

الله آباد ۾ ولي وچڻ جو فيصلو ڪيو. هڪ سبب اهو ۾ هو جو منهنجي پيءُ ڪرشنا منگني هئي. آءٌ وري اوچتو جيل ڏي ڪجهي وڃان، لنهن کان اڳ لهه لڪڙ ۾ ڪيس پوڻانڻو هوم. افرماڻي جي ڪاچل اڃا ڪانگريس جو اعلان هو ۽ ڪانگريس ۽ ڪئين ٻيون جماعتون بي قاعدي هيون، سو ڪم جوي لہ ڪيترو وقت آءٌ ٻاهر آزاد ڇڏيو ويندس.

آڪٽوبر جي ٽئين هفتي ۾ اها شادي الله آباد ۾ "سول مئرج انڪٽ"، موجب ٿيڻي هئي. سا ڳالهه پسند هم، جيتوڻيڪ ٻي ڪا واهه ڪانہ رهي. شادي ٻن جالين، براهمڻ ۽ غير براهمڻ وچم هئي ۽ چالو قانون موجب اهڙي شادي ڌرمي وڌ موجب روا نہ هئي. شڪر جو هڪ تازو پاس ڪيل "سول مئرج انڪٽ" ڪارگر ٿيو. اهڙا ۾ قانون هوا. ٻيو قانون جنهن هيئڻ منهنجي پيءُ جو وواه ٿيو سو هندن ۽ لاڳيتن ڌرم وارن ٻڌن، جينن ۽ سکن سان لاڳو هو. ٻہ جي گهوٽ يـا ڪنوار، ڪو بہ انهن ڌرمن جو نہ آهي لہ ٻيو لہ، ٻہ ٻهريون قانون لاڳو ٿئي ٿو. انهي ٻهرئين قانون موجب ٻنهي ڌرين کي سڀ جالي مشهور ڌرم ترڪ ڪرڻا پون ٿا يا بيان ڏيڻو پوي ٿو لہ اسين انهن ڌرمن جا ناهيون. انهن هرويرو ترڪ ڪرڻ وڏي گهڻي آهي. ڪيترا شخص، جي هرويرو ڌرمي خيالن جا ناهن، سي بہ هيئن ترڪ ڪرڻ نٿا چاهين ۽ نہ قانون جو فائدو وٺي سگهن ٿا. سيني ڌرمن جا ڪٽر ماڻهو ٻن جالين ۽ ڌرمن وچم شاديون نٿا چاهين. لاچار ڌرين کي يا نہ ڪليہ ڪلا ۾ سيني ڌرمن جو ترڪ ڪرڻو پوي ٿو يا نہ قاعدي کي

## ٥٥- — هڪ قانوني شاديءَ لاءِ جو سوال.

پوليءَ بمبئيءَ ۾ هفتو کن رهي آءٌ سيپٽمبر ۱۹۳۳ جي وچ ڌاري لکنوءَ مو ٽيس. ماتاجي اڃا اسپتال ۾ داخل هئي ۽ آهستي آهستي پاڻ پئي کنيائين. ڪملا سالس هئي ۽ پاڻ چاڪ نه هوندي به سندس ٽهل ٽڪور ڪيائين ٿي. منهنجون ڀينرون آرتوار آرتوار تي الله آباد مان ايندي ون هيون. لکنوءَ ۾ به ٽي هفتا هوس. الله آباد کان هت وڌيڪ فرصت جو وجهه هوم، جو ڏينهن ۾ به دفعه اسپتال ۾ وڃڻ جوئي خاص ڪم هو. باقي وقت اخبارن لاءِ ڪي ليک لکڻ ۾ صرف ڪيم، جي ساري ملڪ ۾ شايع ٿي ويا. هڪ ليکن جي سلسلي "Whither India" جنهن ۾ هندوستان جي حالت خيال ۾ رکي دنيا مٿان نظر ڦيري هيم، چڱو ڌيان ڇڪيو. پوءِ ٻڌم ته اهي طهران ۽ ڪابل ۾ فارسيءَ ٻوليءَ ۾ به ڇپيا ويا. جي شخص تازين تبديلين ۽ نئين مغربي خيالات کان واقف هوا، تن لاءِ ته ليکن ۾ ڪجهه به نئون يا نرالو ڪين هو. پر هندوستان اندر اسانجا ماڻهو گهڻو گهڻين ۾ اهڙي قدر غلطان ٿي ويا هوا، جو ٻاهر کي گهٽو ڌيان ڏيئي ڪين سگهيا. منهنجي ليکن کي جو مانُ مليو ۽ ڀين نشانين مان، سمجهيم ته سندن اکنِ نظر وڌيڪ وسيع ٿي رهي هئي.

ماتاجي اسپتال ۾ رهي ڪ تي ۽ اسان ڪيس

۽ سياڻا سو ضرور جاڻندا هوندا.

انگريز حڪومت هندوستان ۾ ڇا ڪيو ڪري ويو آهي؟ اسين ڪير جي ويٺي سندس عيب جوئي ڪريون، جڏهن اهي اسانجي ڪمزوريءَ جائي ننڍا آهن؟ جي، اسين درياهه جي وهه مان اڪري وڃي هڪ ٻيلا ۾ ٻولداسين ۽ ٻوهه پاڻيءِ ٻورا ئي پاڻ سان خوش ٿي، شتر مرغ وانگر وارڪ ۾ ڪنڌ لڪائي جبڪي ٿئي ٻيولنهن ئي اکه ٻوت ڪنداسين، ته اسانکي ئي خطرو آهي. هي انگريز ســـ حق دليا ۾ ٿنهن لهر جي جوئيءَ سير جڙهي اچي هت وسيا ۽ زبردست آوارهئي طاقتن جا عبوضي ٿيچي ٻيا، جنهن جي ڪين ٻه گر ڪالهه هئي. جو طوفان اسانکي پاڙن کان پٽي ڪٽي اچلي ئو يا جوئندو واءُ اسانکي سبٽائي ڏني ئو، ئنهن جي شڪايت ڪرڻ مان ٻه ڪي وري ئو؟ گذري سا گذري، ئنهنجا سياپا جڏي آئيندي کي منهن ڏيون. انگريزن جي هڪ شڪر ادائي ڪريون، جــو سندن ذريعي سائنس ۽ سندس اولاد جي عمدي سوغات اسان وٽ آئي. ٻر اها ڳالهه اسان کان وسري ئي ٿي ۽ ڏسي صبر ئئو رهي ته ڪٿن نه انگريز سرڪار هن ملڪ ۾ نٺائي، ئو ٿيباز مطلبي، ڪٽر، ۽ قديمي انگن کي جاڳائي ليڏائي رهي آهي. ڪبر جاڻي، اها ڪسوٽي ۽ للڪار ٻه اسان لاءِ ضرور هجي ۽ ٿنين زندگي ملڻ لاءِ هندوستان کي اِنهي ٻاهه مان لنگهڻو ٻوندو جا اسانکي ساڙي ڪَٽُ ڪيئي، نهي ناهيندي.



اسانکي ٻڌايو ويو ته اسانجي فوج ۾ به هندوستاني افسر وڌايا ويا پيا ۽ ٽيهارو ڪن سالن بعد شايد هڪ هندوستاني جرنيل تيار ڪري ڏيکاريو وڃي. انهي حساب سان هڪ صديءَ ۾ افسرن جو موچارو ٿي تعداد وڌندو. پر غور ڪندي تعجب ٿو لڳي ته سوڙهي وقت ڪيئن خود انگلنڊ سال ڏيڍ اندر لکن جي شاهي فوج تيار ڪئي. جي انگلنڊ ۾ ساڳيا داناءُ موجود هجن ها ته انگلنڊ به وڪ وڪ سنيالي سمجهي وڌائي ها. پوءِ شايد اڃين به ٿئي ها جو جنگ پوري ٿي وڃي ها ۽ سالها پوءِ اها فوج سنيري نڪري ها. اسانکي ته روسي سوويٽ فوجون به ياد ٿيون پون جي جنگ ڪين مان سکي ٿي پيون ۽ چوطرف دشمن جو مقابلو ڪري فتح پاتائون. اڄ بہ اهي فوجون دنيا جي زبردست جنگي فوجن ۾ ليکيون وڃن ٿيون. پر انهن کي شايد ”جنگ ۾ پايل ۽ جنگي آزمودي“ وارا جرنيل صلاحي نه هوا.

اسان لاءِ هاڻ ڏهاڙن ۾ هڪ فوجي اسڪول کوليو ويو آهي جتي چڱن گهرن جي ڇوڪرن کي افسرن جي سکيا ڏني وڃي ٿي. ٻڌائين ٿا ته قواعد وغيره ۾ ڦڙت آهن ۽ خاصا عملدار ٿيندا. پر ڪڏهن عجب کائيندو آهيان ته هاڻوکن تازن جنگي هٿيارن جي استعمال بنا سندن سکيا ڪهڙي ڪم جي ٿيندي. پيادا ۽ سوار هن وقت اهڙا بيڪار آهن جهڙيون روسي لشڪري صف بنديون ۽ هوائي بمبازن، گئس جي بمن، ٽنڪن ۽ وڏين توفن جي زماني ۾ بندوق اهڙي ڪارگر ٿيندي جهڙو تير ۽ ڪمان. اسڪول جا استاد

جو عمل سندس ڪاڌيءَ ۾ آهي."

۾ مسٽر لائڊ جارج جو مکيه مارو ته انگريزي فوج جي وڏي ڪمانڊر، فيلڊ-مارشل هيگ لي آهي. ڏيکاري ٿو ته لارڊ هيگ جي وڏي ۾ واءُ ڪري ۾ بزرگ سياستدان ۾ ٻن کي اڻ ٻڌو ڪرڻ ڪري، هن ڪي اهم حقيقتون برٽش وزارت کان لڪائي ڇڏيون ۽ انگريز فوج کي سخت ۾ سخت نقصان پهچايو. جڏهن شڪست سر مٿان هيس تڏهن به لوڙ تائين هوڏ ٻڌي ڪي مهنا پاشنڊيل ۽ ڪئمبري جي گپ چڪن ۾ پنهنجي فوج کي ڌوڪيندو ويو، تان جو سترهن هزار عملدار مئل يا اڌ مئل ٿيا ۽ چار لک سولجر قتل ٿي ويا. شڪر آهي جو موت بعد "گمنام سپاهي" کي هر سال عزت ڏني وڃي ٿي ۽ جيتري نه سندس خون پاڻيءَ وانگر ٿي وهيو ۽ ڪنهنکي به سندس پرواهه ڪانه هئي.

سياستدان، ٻين انسان وانگر، خطا کائين ٿا، پر لوڪشاهيءَ ۾ ڪين ماڻهن ۽ موقعن کي منهن ڏيڻو ۽ لحاظ رکڻو پوي ٿو. اڄ نه سياڻ پڻ ڏسي درست ڪن ٿا. پر سولجر نه ئي فضا ۾ پلجي ٿو، جنهن جون جڙا پاهي ۽ رڳو حڪم بجاوري جاري آهي. صلاح کان ونءَ وڃي ٿو ۽ پڻ نه ڪمر ڪسي پڻ ڪري ۽ ڪندو وڃي ٿو. سولجر پنهنجو عقل ڪوڙيءَ ۾ لس پر ڏاڍي ڪاڏيءَ ۾ سمجهي ٿو. هندوستان ۾ نه اسان هڪ جنس جا گهڻا سولجر ۽ پيدا ڪيا آهن- حڪومت ۾ اختياريءَ وارا ۽ جي نه هڪ قسم جي لمر فوجي فضا ۾ ٽڙجن ۽ ۽ پاڻ ۾ پورا رهن ٿا. پوءِ نه منجهن به سولجر کي ڪاڌيءَ ۽ پيون خصلتون اچي ويون آهن.

عمل ۾ ايڪتا نه آئي. ڇي، ”هن جنگ اسانجو
سانجن سورمن ۾ ايمان هٽي زبون ڪري ڇڏيو آهي ۽ اسانجو
و خيال ته وڏا ماڻهو ۽ عام ماڻهو ٻيءَ مٽيءَ مان جڙيل
هن. اڳوان اچا به ضروري، بلڪ وڌيڪ ضروري
هن، پر هاڻ ڇڱو جو اسين ڪين به ساڳي مٽيءَ جو
هيل ڇاڻي، نه منجهن اڃايون اميدون ۽ نه منجهن
جايو ايمان رکون ٿا.“
سياستدانن جي سرتاج مسٽر لائڊ جارج پنهنجي
ڪتاب War Memories ۾ انهن جرنيلن ۽ امير البحرن
جي، ڀُلن خطائن جي هڪ هيبتناڪ تصوير ڪئي آهي،
خطائون جن ڪري لکن جون جانيون ڇٽ ٿي ويون.
انگلنڊ ۽ اتحادين برابر جنگ کٽي، پر ڇڻ ”خون ۾
ٽبيون ڏينديءَ لشي ۾ ٿاپا کائيندي فتح حاصل ٿي.“
انهن وڏن افسرن ماڻهن ۽ موقعن جو اهڙو نادان ۽
الغرضو استعمال ڪيو جو انگلنڊ ۾ ذري گهٽ تباهيءَ
جي نوبت آئي هئي. گهڻي قدر اتحادي هن
ڪري بچي پيا جو دشمن تيهان وڌيڪ بيهوديون
بيوقوفيون ڪيون.“ سو سپ انگلنڊ جو جنگ وقت
وزير اعظم ٻولي ٿو ۽ ڇاڻائي ٿو ته لارڊ جيليڪو
(امير البحر) جي کوپريءَ ۾ نوان خيال نونسڻ لاءِ،
خاص ڪري بورائو جهاز موڪلڻ لاءِ، مونکي مٿس
ڇڻ جراحي عمل ڪرڻو پيو. فرينچ مارشل جافري
بابت چوي ٿو ته سندس مکيه خوبي اها هئي جو
سندس منهن ڏسڻيءَ ۾ ڏاڍو لڳندو هو ۽ تنهنڪري
ٻين ۾ به همت ايندي هئي. ”پريشانيءَ وقت مصيبت
جا ماريل اهڙائي سهارا ڳولين ٿا. پوءِ پائين ٿا ته ماڻهوءَ

ملڪ عقل هوش وڃائي ويهندي؟ پر به گهڻوئي ڪجهه
دلچسپ ٻوليائين ۽ مٿان انهن کي سمجهي ته وقت
جي جوش ۾ ڪجهه وهايو هوائين. اسانکي ڄاڻايو ويو
ته ڪمانڊر صاحب اها تقرير ڪاغذ تي لکي آيو هو،
جا ڪائونسل ۾ اٿي پڙهيائين.

هڪ غير فوجي شخص فوجي معاملن بابت فوج جي
وڏي ڪمانڊر سان دليل ڏوڙائي انهيءَ گستاخي آهي،
پر شايد هڪ گهر ويٺي ليکا ڪندڙ به، اگر جوڙ جي
اجازت وٺي سگهي تو، انهن تي سگهي ٿو ته جي تلوار
سان سلطنت سنڀالين ٿا ۽ جن جي سرن مٿان اها
لٽڪي ٿي ته جو ساڳي شيءِ ۾ پاو لسو هجي. انهن
ممڪن آهي ته ساڳي فوج هندستان جي خبر يا
سلطنت جي خبر لاءِ ڪم آڻيندي وڃي ۽ ٻئي نمونا هڪ
ٻئي کان نرالا يا هڪ ٻئي جي خلاف هجن. هڪ
سياستدان يا نڪته چين گذريل لڙائيءَ جي آزمودن
بعد جيڪو عجب کائي ته چوڻي ناماري جرنيل صاحب
اڃا ابتڙون پيا ٿا هٺن ته کو اسانجن ڪمن ۾ دخل
نه ڏئي. جنگ وقت گوءِ ۽ ميدان هون ۽ وطن سو
ڪيائون، پوءِ سيني کي خبر آهي ته انهن هر هنڌ هر فوج
۾ - انگريز، فرينچ، جرمن، آسٽرين، اطالين، روسي
سڀ ڪجهه گڙٻڙ ڪري ڇڏيو. ڪئپٽن لڊل
هارٽ، مشهور انگريز فوجي لوازم ليس ۽ جنگي
ماهر پنهنجي ڪتاب History of the world war ۾
لکي ٿو ته جنگ هلندي ڪو وقت اهڙو هو جڏهن
انگريز سولجر دشمن سان ۽ انگريز جرنيل پاڻ ۾
جنگيون ڪائي رهيا هوا. توڙ مٿان خطري هوندي به خيال

فقط انگريز فوج ۾ سروسن جوهتي وڃڻ، پر حڪما
ڪڏهن جو روح تڙي ڪيڻ ۾ انهن سروسن جي
پڳهارن ۾ حقن ۾ ڪتر وڃڻ. اڄ ڪالهه جوڙجڪي
تبديلون ڪندي ”حفاظتن“ بابت ڏاڍيون ڳالهيون هان
ٿيون. جي اهي ”حفاظتون“ هندوستان جي پلي لاءِ
ٽيٽيون آهن ته پين شرطن سان گڏو گڏ ائين به صاف
چاٽائڻ گهرجي ته هن وقت واري آءِ. سي. ايس ۽ پيون
سروسون، هن وقت جي اختيارين ۾ حقن سودو،
نيست و نابود ڪيون وڃن ۽ نئين نظام سان سندن
ڪو به واسطو نه رهي.

انهن سروسن ڪان به فوجي سروسون تيهان جبريون
۽ گهڻو واريون آهن، جي بچاو واريون سڏجن
ٿيون، ڪير جو سندن نڪته چيني ڪري، يا سندن
باري ۾ به اکر بولي. ڇي توهانکي انهن ڳالهين جي
کهڙي خبر؟ توهين بوٽ پڌي، هٿ ڪيسن ۾ وجهي،
ناٽا اوتيندا رهو. سپٽمبر ١٩٣٤ ۾ سر فلپ چيٽووڊ،
هند جي مڪيه سپهه سالار، سملي ۾ ڪائونسل آف
اسٽيٽ ۾ تقرير ڪندي هندوستاني سياستدانن کي
پنهنجي فوجي مرچائي بوليءَ ۾ سڏو پڌايو ته يارو!
توهين وڃي پنهنجن ڪمن ڪارين کي لڳو ۽ منهنجن
۾ دخل نه ڏيو. هڪ تجويز جي درستي پيش ڪندڙ
ڏي اشارو ڪندي چيائين ته، ”تون ۽ تنهنجا رفيق
ائين سمجهو ٿا ڇا ته جنهن انگريز قوم جنگ ۾ پلجي،
جنگ جو آزمودو ورتي، تلوار سان سلطنت ورتي تلوار
سان سلامت رکي آهي، سا قوم اڄ گهر ويٺي ڳالهيون
ڪندڙن جي چوڻ تي اِهو جنگ جي آزمودي مان

سگهبدو. اهنو روح حڪما حڪمن؛ هوئي آهي ؛ سلطنشاهيءَ جو پيڇي آهي. اهو آزاديءَ سان گڏوگڏ رهي لئو سگهي، يا ته آزاديءَ کي ناس ڪندو يا ته پاڙ-پٽ ڪي ويندو. هڪ ئي قسم جي راڄ ۾ اهو روح مزي سان واسو ڪري سگهي ٿو- جو راڄ فاشسٽ آهي. لنهنڪري مولکي لکي ٿو ته تمن اظام جي بيڙهه پڏ کان اگ ضروري آهي ته آء. سي. ايس ۾ پين سروسن هون بنهه پاڙون پٽي ڪڍجن. منجهائن ڪي چولد مبمر، جي راضي هجن، تمن ڪم لاءِ لائق هجن ۽ لون شوطن ئي اچن، ته پلي اچن. سوناشدلي آهي ته اجوڪا اجايا ٻڳرا پگهار ۽ يلا پتا بوء به ملندن. تمن هندوستان کي آلساهي، قابل ڪم ڪندڙ گهريا، جن ۾ صدق هولدو ۽ جي ڪمر ڪشي ڪاميابي آٿبداءُ جي پگهارن جي لالچن وارا نه، پر ڪم جي موج ۽ مهما ڪا ڪوڏيا هوندا. ناٿي جو لويب بنهه گهٽ کپي، برابر ڏارين جي ڇگي خاصي مدد گهربي، پر مان پاناں ٿو ته هنري علم بنا عملدارن جي گهڻي پر گهمت مدد گهربي. اهڙا ته هت نه ڪٿبن ملندا.

آءُ مٿي جني ڇڪو آهيان ته هندوستان جي اوبر ڏر ۽ ببس اهڙن گروهن ملڪ جي حڪومت بابت انگريزي خيالات سوئيڪار ڪيا آهن. سو به خاص ڪري انهن شاهي سروسن بابت. انهن گروهن جي اعائي پڪار آهي ته سروسن ۾ وڌيڪ هندوستاني ورنا وجن ۽ ته نه ئون راڄ ناهبو وجي ۽ سروسن ۾ ئون روح ٿوڪيو وجي. پر هيءَ هڪ بنيادي ڳالهه آهي جنهن لان هٽڻ ڏکيو آهي. هند جي آزادي معنيٰ ته

لهڻو، ساري دنيا ۾ هن وقت ڪاڏي يا بين ضروري شين جي اڻاٺ جو سوال اٿي، ۽ ڪاٺ وارن جي اڻاٺ يا ٻي نظر کان گهڻو لاءِ گهرج وارن ۾ ناٺي جي اڻاٺ. خود هندوستان ۾، ٻيون ڳالهيون ڇڏيو، ڪاڏي جي ڪمي ڪانهي. جي آدم وڌيو آهي ته ڪاڏو به وڌيو آهي، بلڪ آدم کان تڪو وڌائي سگهي ٿو. ڪي هن ڪي زور ڏين ٿا ته هندوستان ۾ واڌ جي رفتار تکي آهي، ۽ تازا ڏهاڪو سال ڇڏي، اها رفتار مغربي ملڪن کان گهٽ ٿي آهي. ممڪن آهي ته هن ڪاپوءِ واڌ جو فرق وڌيڪ نظر اچي، ڇو جو ڪيترن سببن ڪري مغربي ملڪن ۾ جم بالڪل گهٽ يا بند ٿي رهيا آهن. سا ڳين سببن ڪري هندوستان ۾ به واڌ جي رفتار گهٽ ٿيڻي آهي.

جڏهن هندوستان آزاد ٿيندو ۽ مرضيءَ موجب نئون جيون اختيار ڪندو، تڏهن ضرور پنهنجي عمدي ۾ عمدي سنتان جي سهائتا گهرندو. عمدن انسانن جي هميشه اڻاٺ ٿي ٿيندي آهي ۽ هن ملڪ ۾ جتي انگريز راڄ اسانکي ڪي به وجهه نه ڏنا آهن، اها اڻاٺ وڌيڪ سخت آهي. عام جي ڪيترن ڪمن ۾ اسانکي ڪيترن ڏارين جي ضرورت ٿيندي، خاص ڪري جتي هنري ۽ وگياني واقفيت گهربي. جن آءِ. سي. ايس ۽ بين شاهي سروسن ۾ نوڪريون ڪمايون آهن؛ تن ۾ به ڪيترا انگريز ۽ هندوستاني ليندا جن جي نئين راڄ ۾ گهرج ٿيندي. پر هڪ ڳالهه جي خاطري اٿم ته جيسين آءِ. سي. ايس جو روح اسانجي حڪومت ۽ پبلڪ سروسن ۾ واسو ڪندو، تيسين ڪو به نئون راڄ يا نظام ٿي ڪين

آهن. ياد آلر ڪ هڪ پيري ڪنهن نوجوان هندوستاني ميمبر سان گڏيس، جنهنکي ٻاٽ بابت ڏاڍو وڏو خيال هو، پر افسوس جو انهي خيال ۾ آءٌ ساڻس شامل نه ٿي سگهيس. پنهنجي سروس جي ڪٽن جو ورلن ڪندي ايٽ بوطانيه سلطنت جي حق ۾ هي قطعي دليل ڏنائين - پلا هيءَ سلطنت رومن سلطنت ۽ چنگيز تيمور جي سلطنت کان بهتر نه آهي؟

هن سوال سروس جي دل ۾ هڪ خاطري آهي ته اسين پنهنجو ڪم قابليت سان اڪلايون ٿا. انهيءَ خاطري ڪري هو پنهنجا حق واسطا جڪن ٿا ۽ ٻوءِ انهن جو نه انت پار ڪولهي. جي هندوستان غريب آهي ته سندن ليکي اهو اسانجي ڪرسمن سود خور واڻين ۽ انهه آدم شماريءَ جو ئي قصور آهي. واڻين جو واڻيو، يعني انگريز سرڪار سو وساريو ڇڏين. ۽ هيڏي آدم جو ڪهڙو بلو ڪندا سا ڪين خبر، جو جو ڏکون، مرض ۽ جهجهن مولن جيتوڻيڪ سندن ڪم ذرا سوايو ڪيو آهي، نه به آدم آپار آهي. ڪي جهر ني روڪ ڏسين ٿا ۽ آءٌ نه روڪ جا طريقا جاڻائي جي بنهه فائدي ۾ آهيان. پر سندن استعمال ڪڏهن ڪي سگهندو جڏهن عام جي وهنّي گهڻو وڌيڪ سڌرندي، ڪين عام سکيا ملندي ۽ ساري ملڪ ۾ اڪيچار جمر روڪ جون اسپتالون کلنديون. هنن حالتن هيٺ اهي طريقا عام خلق جي عمل کان بنهه ٻاهر آهن. البته وچولي درجي وارا منجهائن فائدو وٺي سگهن ٿا ۽ پاليا نئون نه قدري وٺن ٿي وينا.

پر وڌيل آدمشماريءَ جي دليل ۾ اسانجو ويچار

بدليون سدليون ٿيون تن جي ڇهڙي ٿهڙي خبر هين.
گپ ۾ ائين گتل هوا جو نون رستن جي اوت وني تي
سگهيا. ائين اصل تي محسوس ڪيائون تہ جنهن
سرشتي کي اسين چنبڙي پيا آهيون سو انهن حالتن ۾ بيڪار
آهي ۽ هڪ جماعت جي نظر سان سندن جنس اها
بڻبي تي ويئي جنهن جو ذڪر ٽي. ايس. ايليٽ
"Hollow Men" ۾ ڪيو آهي.
برطانيہ سلطنت
هي سرشتو تيستين ٽڪندو جيستين
سالم رهندي. اُها اڃا زبردست آهي ۽ سندس ليڊر
قابل ۽ چالاڪ ماڻهو آهن. هندوستان ۾ انگريز حڪومت
هڪ ڪاڌل ڏکيل ڏات وانگر آهي، جنهنجون پاڙون
پڪيون آهن. ڏات ڏايو ڪُرائي ٿي، پر ڪيڏانهن سولي
ناهي. سور هلندو، شايد وڌندو، جيستين ڏات ڪڍي
وڃي يا سڙي ڪِري پوي.
هن پبلڪ اسڪول ۾ پاڙهيل جنس جا خود انگلنڊ ۾
بہ ڏينهن اڃي ڪتا آهن ۽ جينٽوٽيڪ عام جي ڪمن
ڪارين ۾ اُجا هلندي اٿس، پر اڳي وارو مان مرتبو
نہ اٿس. هن ملڪ ۾ تہ باقي بي تال آهي ۽ نہ ايرنڊز
قوميت کي هٿ هٿ ۾ ڏيئي سگهندي ۽ نہ اُنهن
کي سهي سگهندي جي پنگتي تبديلون چاهين ٿا.
آء. سي. ايس ۾ ڪيئين، انگريز توڙي هندوستاني،
خاصا ماڻهو آهن، پر جيستين هي سرشتو قائم آهي
تيستين سندن چڱائي اسان لاء نہ پر بين لاء ڪارگر
ٿيندي. ڪي هندوستاني ميمبر تہ وري پبلڪ اسڪول
اِسپرٽ جا اهڙا ڪوڙيا آهن جو ڏاڍي هٽي ڏهہ ت
توڙو هٽي تيرهن. اهي بادشاہ کان وڌيڪ بادشاهي

تڪرارن ۾ استعمال جي مرض وارن جون سڀئي ڳالهيون هيون. نازڪ وقت اوڻ اين تي سيني جا ٻول پورا ڪري وجهن ٿا. ناٿو مالي جي حل حل ۾ اهڙي ئي ٻرڪ هئي ۽ ڪي ٽوڙتا - ڪانگريس ٽوڙي سرڪار جي طرف - انهيءَ ڪسوٽيءَ مان صحيح سالم نڪتا. مسٽر لائڊ جارج جو چوڻ آهي ته نازڪ موقعن مهل بهه اعليٰ درجي جا ماڻهو ٽورا ملندا آهن ۽ باقي ٻيا ته ڪهڙي؟ تنيڙيون چيون جيئي مانيٺي سمنڊ ۾ ٽڪريون ٻمبون لڳن سي وڏي اٿل ۾ پاڻيءَ هيٺ غرق ٿيو وڃن. يوءَ فقط اوچيون چوٽيون پاڻيءَ مٿان سس ڪنديون رهن."

هيءَ سروس دلي يا دماغي طور هن طوفان لاءِ تيار نه هئي. ڪيترن ممبرن جي تعلم عمدي پر پراڻين هئي، هنهنڪري منجهن هڪ قسم جي تهذيب ۽ دانائي هو. دنيا ڏي سندن رخ بس جهونو پراڻو هو، جو وڪٽوريا راڻيءَ جي جڳ موافق هو، پر هنهنجو بمر هن جڳ ۾ اصل ئي ڪين. سندن دنيا پنهنجي لڳ ۽ سوڙهي انگلو- انڊين دنيا هئي - جا نه هئي انگلنڊ ۽ نه هئي انڊيا. جي طاقتون شڪتيون سندن وقت آزاد هيون تن جو ڪيس قياس قدر نه هو. اها اجائي هام هڻندي نه اسين عام جا "ما ٻاپ" آهيون، ڪين عام جي ڏکا ٽوري ڪل هئي ۽ تن ۽ وڏهو وجولي طئي جي تنهان گهٽ ٿيبت هس. پنهنجي جوگرد جاڪر ۽ جاپلوس ڏسي هنن هندوستان کي اهڙوئي سمجهو ۽ باقي ٻيا سندن لاءِ لڄ ۽ شور مچائيندڙ هوا. لڙائي بعد دنيا ۾، ۽ خاص ڪري اقتصادت ۾، جي

تيار نہ ڪيو هو. هيترو وقت اختياري هلائيندي هو ڪرجي بگڙجي پيا هوا. هڪ گروهہ جي حيثيت ۾ هو خود مختيار ٿي هوا ۽ نالي ماتر پارليمينٽ جي هٿ هيٺ هوا. لارڊ ائڪٽن چيو آهي تہ، ”اختياري انسان کي بگاڙي ٿي ۽ پورن اختياري ڪيس پوري طرح بگاڙي ٿي.“

پنهنجي نموني پنهنجي حد اندر اعتبار جوڳا عملدار هوا، جي ڪنهن بہ تيج تجلي بنا روز مرهہ جو ڪم نيڪ طرح اُڪلائيندا رهيا. پر سندن سڪيا اهڙي نہ هئي جو اوچتين حالتن سان پهچي سگهن، جيتوڻيڪ پاڪ ايمان، باترتيب ڪم جي نيڪال ۽ نوڪريءَ جي پڌيءَ ڪري نيٺ لنگهي پار پوندا هوا. عراق ۾ گڙٻڙ هندسرڪار جا پول پڌرا ڪڍي ڪيا ۽ ظاهر ٿيو تہ ڪهڙي نہ جڏي ۽ بيڪار سرڪار هئي. پر هميشهہ سندس پول پڌرا لڪا ٿين. جنهن نموني نافرمانيءَ جي تحرڪ کي منهن ڏنائين سو بہ جڏوئي هو لٺ بندوق هلائي پي ترڪي في الحال پڇائي سگهجي ٿو، پر انين سوال جو نبيرو تہ نٿو ٿئي ۽ الٽو جنهن وڏيپ قائم رکڻ جي خيال سان اهي طريقا ورتا وڃن ٿا تنهن بين کي شڪ پئجو وڃي ۽ تہ هنن هڪ زور ونڌڙ ۽ اڳہ اڳرائي ڪندڙ قومي تحرڪ سان زور زبر ڪيو تنهن کو بہ عجب ڪولهي. سو تہ ٿيڻوئي هو. سلطنتشاهيون آخر تنهن تي ٿي ٻڌل آهن ۽ ڪين پيو ڪو طريقو سجهيو بہ نٿي. پر بي حد ۽ غير واجبي زبردستيون ڪرڻ مان سمجهو ويو تہ حالتن مٿان سندن ضابطو هليو ويو ۽ روز مرهہ وارو تڏو سيتو نہ رهيو. اڪثري ڀاڱ جهلي نہ سگهندا هوا ۽ سندين

ڊلگ اکين اڳيان رکبا هن، پر جي شخص جنس جي مقرر ڪيل ڊلگ وانگر لٽي هلبا سي ناپسند هوا. هوڏانهن ڪن خاص هوشيارن جي هوشياري روزمره جي دفترن جي دس هيٺ دٻجي ٿي ويئي يا ته بس جي جوڙجوء جي پَـوَ ڪان لڪائي نـي ويئي. ڪبترا اُساهي مڙس آيا، جن پر خدمت جو الگ هو، پر اها خدمت ۽ اهو اُساهه اول سلطنت لاء هو ۽ باقي لاچار هندوستان لاء رهبو. ولايت پر سکيا بعد ۽ هندوستان جي حالتن هيٺ بي منجهائن امبد رکڻ اجائي هئي. پاڻيز ٿورا ۽ چارو طرف ڏاريـا ڏسي، جي اکثري سندن ڪر خواهه نه هوا، پاڻير بڌي کباٿون. ۽ نوڪريء جو هڪ رنگر ڊلگ مقرر کباٿون. سندن قوم جو اِيمان ۽ نوڪريء جو شان به لنهن پر ٿي هو. جوابداريء بنا اختياريون ماڻڻ ڪري ڪابه لڪنه جهڙي سهي نٽي سکيبا، بلڪ اِها هڪ وڏو گناهه سمجهاٿون ٿي. انهن نه ڪي سهندا هوا ۽ اسڪول ماسترن وانگر پاڻکي سدا صحيح سمجهندا هوا. مطلب نه منجهن غير جوابدار حاڪمن جا عيب اچي پيدا ٿيا. پاڻ سان خوش، پاڻ پر پورا، ننگ خيال، دنيا جي وهڪ پر ببنل پاڻي وانگر ۽ سڌاري واڌاري لاء بنهه ناقابل. جڏهن ڪانئن وڏيڪ قابل ۽ قوت دماغن هندوستان جا مسئلا هٿ پر کنا تڏهن جڙ لڳن ۽ کين گهڻ وڏ ڳالهاياٿون، دٻاٿون ۽ هرقسم جون اٽڪون وڌاٿون. مهاڀاري لڙائي بعد جڏهن حالتن پلٽو کاڌو تڏهن عقل چڪر کائڻ لڳن ۽ ابت حالتن سان نهڪي ڪين سگهيا. سندن محدود ۽ ڪيڏنگي تعليم اهڙين ئين ۽ ڏکين حالتن کي منهن ڏيڻ لاء ڪين

زور شور سان رد ڪري ڇڏيو ويو آهي ۽ ڪجهه سال ٿيا ته
خود مسٽر گوکلي انهيءَ آءِ. سي. ايس. کي به ڪيئي
سڌو بڌائي ڪنن مان ڪپه ڪڍي. رواجي هندوستاني -
ڪانگريسي يا غير ڪانگريسي - ميجر گراهام پول سان
هن ڳالهه تي ضرور چوٽ ڪائيندو. پوءِ ممڪن آهي ته
ٻئي طرف قدري صحيح هجن ۽ ٻنهي جي من ۾ ڳالهيون
ٿي ٻيون هجن، آءِ. سي. ايس. ۾ لياقت قابليت
آهي - پر ڇا لاءِ؟ جي اها لياقت قابليت هندوستان
۾ برطانيه سلطنت جون پاڙون پڪيون ڪرڻ لاءِ ۽
ملڪ کي ڌهڻ لاءِ ڏيکاري اٿن، پوءِ قبول ڪبو ته
خاصوئي ڪيو اٿن ۽ ڪيرون لهڻيائون. پر جي اي ڪسوٽي
ونبي ته عام جي ڪهڙي خير خواهي ڪئي اٿن، ته
چئبو ته تي داڻيون وڌيون اٿن ۽ ناڪامياب ٿيا آهن.
اها ناڪاميابي تيهان تڪي نظر ايندي جڏهن ڏسبو ته
ڪيڏانهن سندن ڪمايون ۽ رهڻي ۽ ڪيڏانهن عام جو
مسڪين حال، جن جي بازن جي پورهين مان ڪمايون
اچوئين ٿا ۽ جن جي خدمت لاءِ رکيل آهن.

. صحيح آهي ته سول سروس لئي پٽي نوڪري جو
موچارو رنگ ڍنگ رکيو آهي، پر اهوي نگ رواجي
قابليت جو آهي. وقتي ڪي غير رواجي قابليت جا
ملازم به نڪتا آهن. اهڙي سروس مان تنهن ڪان وڌيڪ
اميد رکي به نٿي سگهي. حقيقت ۾ سروس جو روح
انگريز پبلڪ *اسڪولن جوئي روح هو ۽ منجهس ه
انهن جا گڻ اوگڻ هوا. (هاڻي ته سروس ۾ ڪيترا ابلڪ
اسڪولن ۾ پڙهيل ڪونهن.) نوڪريءَ جو موچار

* جن اسڪولن ۾ سکين گهرن جا ٻار پڙهن ٿا.

آهي ۽ هيڏي تعريف ۽ واه واه ۽ شاباس جا مستحق وسائي وڃي ٿي. سا هوند ڪنهن به شخص يا گروه جو متو ڦيري ڇڏي. هن نوڪرشاهيءَ جو آءِ نه قدر ڪريان ٿو، پر لاچار باسڻو پوي ٿو ته اها سروس ۽ سندس ملازم انهي مرض جا خاص شڪار بڻجن ٿا جو اڳي به هو ۽ هاڻي به آهي يعني پنهنجي وڏائيءَ جي ماليخوليا.

ڪنهنکي مجال آهي جو آءِ-سي-ايس-جي خوبين جو انڪاري ٿئي؟ ڀلا اهي وسارڻ جو اسانکي ڪو وجهه به ڏنو وڃي ٿو ڇا؟ پر هن سروس بابت ايتري واهيات ڳالهيون ڪئي وئي آهي، جو ڪڏهن پائيندو آهيان ته ذرا هن جا ڀت پڌرا ڪريان. ويلن ٿاليءَ هڪ آمريڪا جو ارٿشاستري هوند هلندي وارن طبقن کي "سانديل ڀلبل طبقا" سڏي ٿو. منهنجي نظر ۾ انڊين ۽ بيون امپريل سروسون به "سانديل ڀليل سروسون" آهن. اسان لاءِ نهايت مهانگيون غنيمتون آهي.

ميجر گراهام پول، جو اڳ پارليمينٽ ۾ پورهيت ڌر جو ميمبر هو ۽ جنهنجي هندوستان جي سوالن ۾ چڱي دلچسپي آهي، تنهن هڪ پيري "ماڊرن ريويو" مخزن ۾ لکيو ته، "ڪنهن به هن ڳالهه کي رد نه ڏنو آهي ته آءِ. سي. ايس. نهايت قابل ۽ لياقت واري سروس آهي." اهڙا رايا اڪثري انگلنڊ ۾ ڏنا ۽ قبول ڪيا ويندا آهن، جنهنڪري سندن لباس ضروري آهي. اهڙن قطعي ۽ شدمد جي دعوائن کي سوالئي سان رد ڪيو ڏيئي سگهجي ٿو ۽ ميجر پول به ڀليل آهي جي سمجهي ٿو ته هن دعوي جو انڪار نه ٿيو آهي. ڪنهن ڀرا

مانداٽو غلط طرح منڊيل آهي. نڪي ڪي هن وقت جا زبردست عمدا انسان آهن يا ڪڏهن ڪا جوابداري کنئي اٿن. پر مولڪي خاطري آهي تہ هندوستان ۾ قابليت ۽ لياقت جي ڪمي ڪانهي ۽ جي سعيو ڪيو وڃي تہ ٿوري ئي مدت اندر اهي نوڪرين ۾ ميسر ٿي سگهن ٿا. تنهنجي معنيٰ تہ اسانجي سرڪاري ۽ سماجڪ نڪتہ نظر ۾ وڏو ڦيرو اچي. يعنيٰ تہ هڪ نئون راڄ نهي.

پر هينئر تہ اسانکي ڇيو وڃي ٿو تہ جوڙجڪ جي سرشتو ڪٽي ڪيترو بہ بدل سدل ڪجي مگر انهن نوڪر شاهين جا رڪ جا شڪنجا اسانجي هميشہ وانگر حفاظت ڪندا رهندا. هي وڏا عملدار بہ ٻوٽا مهنت آهن جي اُسي حڪومت جا منتر تنتر جاڻن. اهي ئي مندر ۾ پرويش جي ادڪارين کي اجازت ڏيندا ۽ باقي چوٽين ذاتين کي پنهي اندر بہ پاڇو وجهڻ نہ ڏيندا، جڏهن جپ تپ اشنان ڪري اسين پاڪي شد ڪنداسين تڏهن پهرئين گوپورام (دروازي) تائين، پوءِ ايوان تائين، پوءِ منڊپ تائين ۽ جڳن ڪالپوءِ انترال (ديو استان) ۾ نيئي ساڪيات ديوتا جو درسن ڪرائيندا.

انهن سيني نوڪرشاهين ۾ انڊين سول سروس پرڌان پد رکي ٿي ۽ هن حڪومت جي ڪاروبار جي گلا ساڪ گهڻي ڀاڱي سندس ئي آهي. ڪئين ڀيرا هن سروس جا گڻ ڳائي وڄائي پڌايا ويا آهن. تان جو هن شاهي منڊيل مانداٽي پر هن جي عظمت ۽ حشمت هڪ آڪاٽي ٿي ويٺي آهي. هندوستان ۾ سندس هيڏي اختياري، جا ذري گهٽ ڪنهن بہ روڪ ٽوڪ بنا

ڪري اهوئي اولو رهين ٿو ته ڪيئن پنهنجون نوڪريون سوگهيون رکون ۽ مٿن مانئن کي ورسايون. جت جاسوس ۽ دليل چغلخور پيا لامارا ڏين اُت عام ڪهڙيون خاصيون خوبيون اڀري اوسار لهنديون؟

تازن واقعن بعد دلسوز ۽ عام سان همدردي رکندڙن لاءِ سرڪاري نوڪري لهڻ ڏکي ٿي پئي آهي. ته سرڪار کي اهڙن جي تانگهه آهي ۽ نه ڪن ٿي سرڪار آڏي ٿي، جيسين ڪي مالي حالتون کين مجبور ڪن.

پر، جيئن عالم آشڪار آهي، هن وقت گورو ۽ ته پوڙو سلطنتشاهيءَ جو ڀار پاڻ تي کڻندو وڃي ٿو. اهو سلطنتي بار ڪيتريون نوڪرشاهيون خوشي سان نرسر ڪن ٿيون، جن نوڪرشاهين جا خاص حق، جي هندوستان جي پلي لاءِ خاص طرح محفوظ رکيا ويا آهن. ڏسي آڳيون ڏلدين مڙن ٿيون ته ڪيئن شاهي نوڪرن جا ظاهران ظهور فائدا هندوستان جي پلي لاءِ آهن؟ جڏهن ڪڏهن انڊين سول سروس جو ڪو خاص حق يا خاص جڳهه ڪتر ڪيا وڃن ٿا ته هڪدم داهن نڪريو وڃي ته هي ڇا! هاڻي بدانتظامي ۽ بي ايماني وڌندي. جي انڊين ميڊيڪل سروس لاءِ مقرر جڳهيون گهٽايون وڃن ٿيون ته شور ٿو مچي ته "لنهنڪري ملڪ جي صحت کي خطرو ٿيندو." ۽ بچڻ بنا پڌرو آهي ته جي نوح. پر انگريزن کي ڏرو ڇهجي ٿو ته الائي ڪهڙا بڙ پڙ اسان لي ڪٽي بچين ٿا.

لنهن پر ڪجهه سچ آهي ته جي بالا افسر سپاهي هليا وڃن ۽ سڀ ڪاما زبردستن کي سپرد ڪيا وڃن ته ڪم جي ليڪاڻ پر فرق پوندو، پر سو هن ڪري جو سارو

سنڌين جريت سڀ نيست نابود ٿي ڪندي، انهن جي بدران منجهن چغلخوري، بزدلي ۽ هان ۾ هان ملائڻ ۽ عملدارن جي خوشامد ڪرڻ پيدا ڪندي. اهڙي حڪومت وٽ سچي خدمت جو قدر ڪونهي، نه اصولن لاءِ محبت رهي ٿي. اها ته اهيئي ڳولي ڏولي ڪڍي ٿي جن کي عام جو قياس قدر ڪونهي، پر جن کي پنهنجو ٿي طمع تڪو آهي. جن کي سرڪار پاڻ وٽ ميڙي ٿي سي اسين اکئين وينا ڏسون. منجهن کي تيز فهم برابر آهن ۽ چڱو چوکو ڪم ڪري ڄاڻن. پيا وجهه واهون نه ڏسي اهڙا سرڪاري يا نيم سرڪاري نوڪريءَ ڏي گهلجي وڃن ٿا ۽ پوءِ رفته رفته گسي پيسي هن شاهي ڪَل جا پرزا بڻجو ٿا پون. سنڌن من بـ روزمره جي دفترن جي چڪر ۾ وڪوڙجي ٿا وڃن. تان جو نوڪرشاهيءَ جون خاصيتون منجهن اچن ٿيون، يعني ته ”ڪلارڪي ڪمائڻ جي رمز ۽ نوڪريءَ ۾ چڙهڻ جي چالاڪي.“ اهڙن جي سرڪاري نوڪري دل من لڳائي ڪئي ته ڪيچ ٿيو. باقي نوڪريءَ ۾ آمنگ اُتساهه ڪتان آيا ۽ ڪاڏي ڪيا؟ تن جو ۽ ڪو ڏاري سرڪار وٽ ملهه مانُ آهي؟

پر اهي جزوي ماڻهو ڇڏي باقي عام جام سرڪاري نوڪر سڌورا انسان ڪين ليکبا. پرهنز سکيا آهن- بالا افسرن جي سائين سائين ۽ زبردستن کي ڏمڪيون ۽ ڏمالون، تنهن ۾ ۽ سندن کهڙو قصور؟ هي سرشتو ئي کين اهڙي سکيا ڏئي ٿو. پوءِ جي خوشامد يا رشوتخوري زور پيا ته کهڙو عجب؟ نوڪري وارن ۾ ڪي ۽ آدرش ڪونهن ۽ پٺي پاسي بيروزگاري ۽ بک جي پئو

”حال هاريءَ جو، ڪجهه ٿيا بيان،
ٿيو صدين جي بار کان مثل ڪمان،
هيءَ ۽ ڪوڙن لئي، سندس آڌار آهه،
اڪ سندس پوک ۽ زمين حقدار آهه،
ڇهرو ڇا! سال هي سختائي لهار،
جو سندس پُٺ تي جهان جو آهه بار،
هي ڀيانڪ آ شڪل جنهن جي معرفت،
تا جڳن جا سُور ڏک روئين رت،
آ زماني جو هي قصو دردناڪ،
هاري جي ڪُب سُور ۽ ڏک کان هلاڪ،
هي ڀيانڪ آ شڪل جنهن جي معرفت،
ذات انسان سان ٿئي غداري هلت،
ان سڀ لئجي وٺي انسان ذات،
پنهنجو ورثو ڪيو رَئي انسان ذات،
ذات انسان جي شڪايت زور آهه،
جنهن جهان جوڙيو انهيءَ تي شور آهه،
هي شڪايت جو نمونو آ مگر،
ٿي رکي پنهنجي گوئي جو اثر.“
— اي مارڪهم

ٻر پنهنجن مصيبتن جو سارو بار لاهي انگريزن تي هڻڻ سو نه اجايو ٿيندو. پنهنجي جوابداريءَ کان پاڻ ڪڍائڻ ٺيڪ ناهي. پنهنجن ڪمزورين جي نتيجن لاءِ اسين ئي ڏوهي آهيون. هڪ آبشاهه حڪومت، سا ٻه ڌاريءَ، ضرور ماڻهن جا من ڀوڙي خيال مرڙيندي ۽ سيني ۾ ٻيچو لهڻ جو مادو وجهندي. جا نوجوانن جي سونهن سو پيا آهي- سندن ساهس، همت، زنده خيالي،

سخت جفاڪشون ڪري، هڪ پنيان ٻــي قابل رپورٽ، شاهي دستاويزن وانگر شايع ڪري، انهنجي تعريف ڪري، آخر ڪنهن ميز جــي خاني ۾ لڪائي رکن ٿا، تڏهن ته اسين ته عجب ڪائون ٿا. پائنجي پيو ته اڳتي وڌون ٿا، پر اڪيون ڪوليون ته اِتي جو اِتي. اسانجي آبرو رهجو اچي پر هوند وارن جو وار به ونگو نٿو ڪيو وڃي. ٻين ملڪن ۾ اهائي لوڙ ته ڪيئن وڪه وڌائجي؛ هت اهائي لوڙ ته ڪيئن ڪڏون، ڪوپا، اوڙها اٽانگا آڏ ڏجن جيئن تنگ پئجي.

١٩٣٤ واري گڏيل پارلمينٽري ڪاميٽي هي ٻول ٻولي ٿي ته ”مغل بادشاهه جــو شان شوڪت رعيت جي مفلسيءَ جــي ئي نشاني هو.“ بلڪل صحيح، پر سو اڄ صحيح ناهي ڇا؟ نئين دهليءَ ۾ وڏي لاٽ جي ناٽ ديدبي جو ڇا، ۽ پرڳڻن ۾ ننڍن لاٽن جي طومان جو ڇا؟ سو به جڏهن چارو طرف از حد مفلسي پيئي واڪا ڪري. هي ۽ هوُ ڏسي دل دڪي ٿي ۽ اعتبار نٿو اچي ته احساس وارا اهو ڪيئن سهي ٿا سگهن. سلطنت جي الهن عاليشان دهلي دروازن جي پردي پنيان غريب ۽ ويران ملڪ نظر ۾ اچي ٿــو. منهن اڳيان به ڳليون ڇنيون هٽي، ٽوپا ٽڙا ڏيئي ڪچ آڏاويس ٻڌائي رکيو ويو آهــي، پر پنيان بدبخت وچولي درجي وارا ويٺا آهن، جن کي هاڻوڪين حالتن قسائي ڇــڏيو آهي. تن پنيان مزدورن جون آهون آهن جــي به پيڙائن پيڙيل آهن، سيئي پنيان ڪسان، هندوستان جــي جنسي مورت، جن جي قسمت ۾ اها برهما جي- رات لکيل آهي جا صبح نه ڄاڻي.

وقت ڪانهن ٿا؟ بوء چوڪين اسين بن ملڪن جو حسد ڪنداسين جن تعليم، صحت، طبابت، ڏن جي پيدايش ۽ بين سڌارن ۾ اڳتي وڪون وڌايون آهن، جڏهن اسين اڃا جو اتي يا نه جڙيءَ وانگر پيا ٿا سُرون؟ هڪ ڏهن سالن اندر هيڏي شاهي ملڪ اندر روس جڻ جادوءَ جو کيل ڪري جهاليت ذري گهٽ ڪڍي آهي ۽ تعليم جو هڪ نئون سرشتو جاري ڪيو آهي جنهنجو عام جي زندگيءَ سان مبل جهول آهي.

مصطفا ڪمال پاشا جي رهبريءَ هيٺ گذريل ترڪي ۾ تعليم عام ڪرڻ لاءِ ڏوڙون پائيون آهن. فاشست اٽلي ۾ اوائل کان وٺي جهاليت تي وڏيون جلهيون ڪيون. تعليم جي وزير جينٽائيل بلند آواز تي چيو ته، ”جهاليت تي مٿهن وارو ڏک هڪڙو آهي. اهو ناسور جو مرض جو اسانجي ملڪ جو سرير ٽُڪي رهيو آهي تنهن مرض کي آماڙين جا ڏليب ڏيئي ساڙڻ گهرجي.“ لکا لنظ آهن، جي معتبر سنگت ۾ ڪبن جڳائين، ۾ ظاهر آهي ته چوندڙ ۾ ڪيڏو نه جوش ۽ صدق هو. اسين هن ملڪ ۾ وڏيڪ شائستگيءَ ۽ سنجيدگي سان ڳالهايون ٿا ۽ وڏيڪ گول مول بوليون ٿا ڪريون. اسين نه سوچي سوچي قدم کڻڻ چاهيون ٿا ۽ سرڪاري ڪميشنون ۽ ڪاميٽيون رهاري پاڻ ڏناريون ٿا.

بيا اسانکي ڏوهه ڏيندا آهن نه توهين ڳالهيو آهيو ڪم ڪري ڪين ڄاڻو. سر ڏوهه اسانکي پلي ڏين. ۾ جڏهن انگريز ڪاميٽيون ۽ ڪميشنون رهاري،

۾ پاڙو ڪائي اڻون ٿي پيو آهي؛ روس جو شاهي ملڪ، جنهنکي ڪالهه زار گهڻڪو ڏيئي وڌڻ کان روڪيو ٿي، سو هاڻ سرسبز ٿي پيو آهي؛ منجهس هڪ نئين دنيا اسانجي اکين اڳيان پيئي ٺهي. هندوستان ۾ به وڏيون ڦير ڦاريون ٿيون آهن؛ ارڙهين صدي کان هاڻ بنهه نرالو آهي - ريلوايون، نهرون، ڪارخانا، اسڪول ڪاليجون، شاهي سرڪاري آفيسون وغيره آهن.

پر انهن ڦير ڦارين هوندي به هن وقت هندوستان جو ڪهڙو حال آهي؟ هڪ غلام ملڪ، زنجيرن ۾ جڪڙيل، جنهن لاءِ ساهه کڻڻ به ڏکيو، ۽ جنهن مٿان ڌاريا پري کان حڪم هلائين ٿا؛ رعيت حد مفلس، ٿور عمري، مرض ۽ مصيبتن جو شڪار؛ بي علمي جو ڪاٿو ناهي، وڏا پٽ جن ۾ نه صحت جو انتظام، نه ڊاڪٽرن جو بندوبست، بي روزگاري بي حد، عام ۾ توڙي وچن درجن ۾؛ پوءِ به اسانکي چيو وڃي ٿو ته آزادي، لوڪشاهي، سامپواد، سماج واد سڀ هوائي ماڻهن، خفتائين ۽ حرڪتين جا سر آلاپ آهن. پر ڪنهن به راڄ جي پرک فقط عام جو خير ۽ ڀلو ٿي سگهي ٿو. اها پرک ضروري پرک آهي؛ انهيءَ ڪسوٽيءَ سان ڏسبو ته هندوستان جي ته دردشا آهي. پڙهون ٿا ته ٻين ملڪن ۾ بي روزگارن جي روزگار لاءِ ۽ ڏکين جا ڏک مٽائڻ لاءِ وڏيون رٿون رٿيون ويون آهن. پر اسانجي ڪروڙها بي روزگارن ۽ دائمي ڏکين جي به ڪو پڇڻ وارو آهي؟ پڙهون ٿا ته ٻين هنڌ جڳهون ڪروڙن لاءِ به ناراهڻ لاءِ خزانا لٽيا ويا آهن؛ پر ٿن ڪروڙن لاءِ ڪڏهن جڳهون جڙنديون جي پڌرتي يا جهڳڻ ۾

آهي. پر اها ايڪتا هجي پڻ نه هجي ها، وقت سر
قوميت زور وٺي انهيءَ جي ضرور ڳير ڪري ها. هن
وقت عرب قوم ٽُڪرن ڪيترن ننڍڙن ۽ پاسن ۾ ورهائجي
ويئي آهي- جي آزاد، يا بچاءُ هيٺ، يا ليگ جي مايه
قيٺ وغيره آهن. پر سيني ۾ عرب ايڪتا لاءِ ڪشش
آهي. ذرو به شڪ ناهي ته مغربي سلطنتشاهي طاقتون
آڙو نه اچن ته عرب قوميت گهڻي قدر اها ايڪتا آڻڻ
۾ ڪامياب ٿئي. پر جيئن هندوستان ۾ ليڪن باهر اهي
طاقتون ملڪن ۾ قوميت جا پيچ جٽي ٽوراني وارن جا
مسئلا پيدا ڪري قوميت جي جذبي کي دٻين ۽
ضعيف ڪن ٿيون. پوءِ ڏرين جي امانت ڪرڻ لاءِ
ملڪن ۾ ڏبرو دماني رهڻ هو ڪين پهانو ماي ٿو.

درحقيقت سلطنت وڌائيندي سياسي اتحاد ۾ رونگر
۾ ملي ويو، پوءِ جڏهن اهو اتحاد قوميت سان شامل
ٿي ڏارئي راح جو مخالف ٿيو لڏهن ته ملڪ ۾ قوت،
ڏرقير ۽ فرقيپرستي همت وٺي وڌايا ويا، جيئن ترقيءَ
جا رستا بند ٿي وڃن.

انگريزن کي هن ملڪ ۾ پير پائي ڪيترو وقت ٿيو
۽ پوڻن ٻن سون سالن کان حاڪم ٿيا آهن. سعدن همت
چٽل هوا، جيئن ٻي جوابدار حاڪمن جا ٿيندا ٿي آهن.
جاهين ها ليڪن هندوستان کي ناهي اڏي سگهن ها.
ساڳئي عرصي ۾ دنيا جو نقشو به ڦري ويو آهي-
انگلينڊ، يورپ، آمريڪا، جهان ڪٿي ڏسو. اوڙهين
صدي ۾ اٽلانٽڪ ڪناري تي جن آمريڪن بينڪن
جي ڪاڌ حيثيت ڪاله هئي سي اڄ نهايت دولتمند
۽ زبردست ۽ ترقي ڪيل قوم آهن ۽ جهان ٿوري مدت

ڪو به ڏو ڪليل نٿا ڏسن ؛ پر جو صلح هڪ ڊارُ جنگ
کٽي زوري قائم ڪري ٿو سو صاحب اُها وٿ ناهي جا
سک آرام بخشي. جنگ هڪ پيارڪ چيز آهي جنهنکان
پاسو ڪرڻ کپي، پر جنگ ڪري به ڪي گڻ انسان
۾ زور وٺن ٿا. من وديا جي شاستري وليم جيمس موجب
اهي گڻ هي آهن: وفاداري، بڌي، اورچائي، بهادري،
خوداختياري، سکيا، تازه خيالي، ڪفايت، بدني صحت
۽ قوت. انهيءَ ڪري ٿي جيمس وليمس جنگ جو پيو ڪو
اخلاقي نمونو ڳوليو ٿي، جنهنڪري جنگ جا اهي گڻ
عام ۾ وڌن پر جنگ جي خونخواري هلي وڃي. جي
ستياگره ۽ اهنسڪ نافرماني بابت بڌي ها ته سندس
دل شايد سرهي ٿي ها، جو ستياگره جنگ جو هڪ
اخلاقي صلح پسند نمونو آهي.

تواريخ جي اتفاقن تي ويچار ڪرڻ ۽ چوڻ ته هيئن
يا هوئن ٿئي ها ته ڪيئن، بي سُود آهي. مونکي
يقين آهي ته سائنس ۽ ڪان واري مغرب سان تعلق
رکڻ ۾ هندوستان جو پلو آهي. سائنس اسان وٽ نه
هئي ۽ مغرب وٽان اها اسانکي قيمتي سوغات ملي آهي،
جنهن بنا اسين زبون ٿي وڃون ها. جنهن نموني اسانجا
تعلقات ٿيا سو اڻانگو هو، پر ڪير ڄاڻي شايد سخت
ڏڪ بنا اسين ڪنيڪرڻ جي ننڊ مان ڪين
اٿون ها. انهي خيال سان ڇڱو جو پراٽيسٽنٽ، خود پسند
۽ خود پڌڻي اينگلو سيڪسن قوم سان پلؤ الڪيوسين.
مغربي قومن ۾ اهيئي اسان ڪان اهڙا نرالا آهن جو ايذا
ڏڪا ڏيئي ڏونداڙي سگهن.

انگريزن اسانکي سياسي ايڪتا ڏني جا چڱي چيز

هن انگريزي حڪومت جي مکيه خاصيت اهائي آهي جو جي ڳالهين حڪومت جو ملڪ مٿان سياسي ۽ اقتصادي ضابطو وڌائين ٿيون تن تي خوب زور ڏنو ويو آهي. جي هڪ زبردست مرڪزي سرڪار ۽ چالاڪ پوليس داخل ڪيائون ته پلي لئين لاءِ پنهنجون پنبون نبريون، پر تهڙاءِ هندوستاني پاڙي کهڙيون ڪرڻ ڏنيون؟ اِهي ڪتا هڪ عمدي چيز آهي، پر غلاميءَ واري اِيڪتا به ڪا فخر جو باعث ٿي سگهي ٿي؟ ظالم سرڪار جي طاقت مظلومن لاءِ مصيبت ٿيو پوي. جا پوليس هوڪر لاءِ حاضر ۽ رعيت جي حفاظت لاءِ آهي، ساڳي پوليس اُلٽو سندس دشمن ٿي سگهي ٿي ۽ ٿي آهي. جديد تهذيب کي پراڻي يوناني تهذيب سان ڀيٽيندي برٽرانڊ رسيل لکي ٿو ته: ”اسان جي پڙهت پر جي يوناني سڀيتا سج پچ ڪنهن ڳالهه ۾ ڪسر هئي ته هن ۾ جو سندس پوليس بد انتظام هئي، جنهنڪري پلن شخص جو موچارو تعداد اهيءَ جي جنبي بچي نه رهيو.“

انگريزن جي فتح هن ملڪ ۾ صلح آندو ۽ مغل سلطنت جي ڪرڻ بعد جي مصيبتون اسان تي نازل ٿيون تن کان ملڪ کي امن امان جي بيشڪ گهرج هئي. صلح سانت هڪ املهه چيز آهي، جنهن بنا ڪو به واڌارو ٿي نه سگهي ۽ جڏهن آئي تڏهن پلي آئي. پر صلح به ملهه مهانگو ٿي سگهي ٿو ۽ انسان کي قبرن ۾ دمن گهٽ وارو صلح يا پيري اندر قيدخاني وارو پورن صلح ملي سگهي ٿو. يا صلح دردوندن جي نااميديءَ جو نتيجو ٿي سگهي ٿو، جي جو لڪاري جو

مراد ون پر ثواب ٿيون. آءِ تہ ڪان ڪارخانن جي بنهہ فائدي ۾ آهيان ۽ تڪي آمدرفت جا طريقا خوب وڌندا اٿم، پر وقتي جڏهن ملڪ ۾ ستون پائيندو هوس تڏهن ساڳيون ريلوايون، جي هوند ملڪ کي زندگي بخشين، سي اوهہ جي ڏاڍن پيڙهن وانگر لڳيون اٿم، جن اساڻا هڏ سوگها ڪٽي ڪيا آهن.

جنهن حڪومت جي صورت انگريزن پنهنجي من اندر ڌاري آهي سا هڪ پوليس حڪومت جي صورت آهي. حڪومت جي حفاظت ڪرڻ سوئي ڪم سرڪار پاڻ تي هموار ڪري پيا ڪم بين تي ڪٽي ڇڏيا اٿس. سرڪاري خرچ ڏسبو تہ گهڻي ڀاڱي فوج، پوليس، سرڪاري عملي، قرض تي وياج وغيره تي آهي. ملڪ جي ماڻهن جي گهرجن بابت سرڪار لاغرض آهي، بلڪ انگريزن جي طمع اڳيان اهي گهوريون وڃن ٿيون. ڪن نورڙن کي ڇڏي باقي جي سکيا، سنڌاري ۽ سپيتا جي ذري بہ پرٺواري سرڪار ڪانہ ٿي آهي. بين ملڪن ۾ بين خيالن ڪري سرڪار جا خرچ مفت ۽ عام تعليم، عام جي صحت سنڌار، سنڀال، بيماري بدايپي ۽ جڏن ۽ سڄن جي وقت گذر پنيان ڪيا ويا آهن. سي سڀ بي روزگاري سرڪار جي خواب خيال نہ آهن. انهن خرچن جو هن سرڪار جي بہ تني سگهي، ڇو جو هت پلن جو سرشتو بوجو ڪٽي بہ تني سگهي، ڇو جو هت پلن جو سرشتو الٽو آهي يعني تہ نوري ڪمائي وارن کان گهٽو، گهڻي ڪمائي وارن کان گهٽ حصو ونڻ جو آهي. پيو تہ بچاو ڪاتو ۽ سرڪاري عملو آمدني جو گهڻو حصو گيهي ٿا وڃن.

ملڪ آهي جنهن اندر گذريل صديءَ ۾ تعليم ۽ مالي
ترقي خوب ٿي آهي ۽ ٻيو جپان اُهو ملڪ
لاءِ ۾ ابتدائي جي سگهجي ٿو، "اهڙي ترقي اڄ ڪڏهن
ڪنهن به عرصي ۾، پنهنجي نسبت ۽ لاهن چاڙهن واري
تواريخ ۾ نه ڪئي آهي." ٻيءَ ڪري انهيءَ ملڪ جي
تواريخ اسانجي ٻيٽ ۾ ڪالهوڪي هجي. هاڻي جي
اسين انهن ڪٺي ٿئون ته انگريز راڄ ڇا ڇا برهن جگهه ۾
ڪنهن نه ڪري اسين ڪالهه ڪا ترقي ضرور ڪريون
ها، ته هر ڪو ٻر هوڏي يا ڦڏي تباهين ڇا؟ ٻر هوڏانهن
هي پاڻڪي ٻين ڪيترن ملڪن سان ڀيٽيون ٿا ته لڳي
پيو ته اسانجي ترقي ٻيءَ صورت ۾ وڏيڪ ٿئي ها،
ڇو جو هاڻي ته خود انگريز انهيءَ ترقيءَ کي الٽو
نگهوسار وڃنا ڪن. ريلوايون، تارون، ٽيليفون، ٻي ٽند
تارون وغيره انگريزي راڄ جي چڱائي يا ڀلائي جون
نشانيون مشڪل ڄڻجن. اهي آيون ته ڀلي آيون،
ضروري هيون ۽ انگريزن ٻهرئين آنديون ٿنهنلاءِ
شڪر. ٻر جي نشانيون اڪثري ڪارخانن ۽ ٺاڻن
جون خوشخبريون ڏينديون آهن، سي هت سا الٽو
انگريز راڄ جي پختگيءَ جو پيغام ڪٺي آيون آهن.
درحقيقت انهن تبض ڪان قوم جي رت جو ڏور
هو اڳ ڇپيو حلي ها، سندس واپار، سندس مال جي
آمدرفت وڌائي ڪروڙن کي سکيو ڪري منجهن
نئون ساهه وجهي ها. شايد ڪجهه وقت نسرندي انهن ۾
اڄي ٻڌي ها، ٻر اهي داخل ڪرڻ جي نيت في الحال
ٻيڙي هئي. ملڪ مٿان دخل جمائڻ ۽ انگريزي مال
جي خريد فروخت وڌائڻ جي نيت هئي. ۽ انهي

پاڻي ها ۽ اسانجا ڪئين مسئلا حل ڪري ها، پر جن انگريزن ڪوشش ڪري هٿ آندي سي ئي بند ڏيئي ڪيس روڪڻ لڳا. هنري ترقيءَ جي آڏو اچي سياسي ترقيءَ جي به آڏو آيا ۽ اُتلو ملڪ جي جاگيرداري راڄائي ۽ پين بي جان انگن ۾ نئين سر ساهه وجهڻ وينا. سو به نهيو پر جي رسمون رواج قديمن کان ڦوندا سڙندا رهيا هوا تن کي بنهجو ڏيئي قالب ۾ سوگهو ڪٽي ڪيائون، تان جو اسانجي سرير تي زنجير ٿي پيا. ته واپارن ۽ ڪارخانن ڪري هڪ آسودو طبقو هٿ پيدا ٿيو تنهنجو ڪا سندن سورهيائي ڪانه هئي. ريلواين، واپارن ۽ ڪارخانن کلڻ بعد چڪر کي صفا بيهاري ڪين سگهيا ۽ چڪر جي رفتار پري ڪري سگهيا تي ۽ سا ڪري پنهنجا نفعا خوب ماريندا رهيا.

”انهي پڪي بنياد تي صدر سرڪار جي عاليشان عمارت اڏيل آهي. يقين سان چئي سگهجي ٿو ته ١٨٥٨ کان وٺي گذريل عرصي اندر، جڏهانڪر ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جا سڀ صوبا بادشاهه جي حڪم هيٺ آيا، هندوستان جهڙي تعليمي ۽ مالي ترقي هٿ ڪئي آهي اهڙي اڳ ڪڏهن ڪنهن به عرصي ۾، پنهنجي لنبي ۽ لاهن چاڙهن واري تواريخ ۾ نه ڪئي اٿس.“*

سو بيان هر ويرو خاطريءَ جهڙو ناهي ۽ ڪيترا پيرا ڏيکاريو ويو آهي ته انگريز راڄ داخل ٿيڻ بعد ملڪ ۾ تعليم التو گهٽي آهي. پر جي اهو بيان بنهه سچو به ڪٽي هجي، ته به چئبو ته چالو ٿيون جُڳهه پراڻن جڳن سان پيئبو وڃي ٿو. سائنس ۽ ڪارخانن پوڻ ڪري ڪهڙو

* گڏيل پارليمينٽ ڪاميٽيءَ جي رپورٽ (١٩٣٤)

۽ شخصي آزادي غائب ٿي چڪا آهن.
هوڏانهن هندوستان جي نظر نگاهه کان نقصان- وهنواري يا اخلاقي- ڏي اشارو ڪري ٿي، جي انگريزن ڪري ملڪ تي نازل ٿيا آهن. در اصل ٻنهي جو اکثر نگاهه اهڙو مختلف آهي جو جنهن ڳالهه جي انگريز تعريف ڪن ٿا تنهن ئي ڳالهه جي هندوستاني ننندا ڪن ٿا. جيئن ڊاڪٽر آنند ڪمار سوامي لکي ٿو: "انگريز راڄ جي اها هڪ عجيب خصوصيت آهي جو ڏسڻ ۾ ننڍيون نعمتون، سچ پچ هندوستان سان وڏا غضب ثابت آهن."

درحقيقت جيڪي تبديليون پوئين صدي اندر ملڪ ۾ ٿيون آهن سي عالمگير آهن ۽ جي مشرق ۽ مغرب جي ملڪن ۾ پکڙيل آهن. مثلاً ڪارخانن جو واڌارو ۽ ٻهرين يورپ ۾ ٿيو ۽ پوءِ دنيا ۾ ڦهليو ويو. سندس پٺيان ۾ قوميت ۽ زبردست مرڪزي راڄ برپا ٿيا. انگريز ٻاڦڪي اها شاباس پلي ڏين ته اسان پهرئين دري کولي هندوستان کي يورپ جو ناتڪ ڏيکاريو ۽ هڪ نمونو جو سائنس ۽ ڪارخانا جاري ڪيا. پر ايترو ڪوي ترقيءَ جا پيا قدم ڪنهن نه ڏنائون، تان جو حالتن ڪين رفته رفته مجبور ڪيئي ڪمو. هندوستان ۾ اڳي ئي ٻه تهذيبون ڳاٽ ملڻيون هيون- اوله کان اسلام جي ايشيائي تهذيب ۽ ايرندي واري پهنجي سينا جا دور يورپ تائين وڃي رسي. هاڻ مغرب کان هڪ ٽين ۽ وڌيڪ زبردست لهر آئي، جنهنڪري هندوستان لون ۽ پراڻن خيالن لاءِ هڪ مها ڪرڪيتر بڻجي پيو. ذرو نه شڪ ناهي ته اها پوئين لهر فتح

## ٨٤ - انگريز راڄ جا ڪارناما.

هندوستان ۾ انگريز حڪومت جا ڪهڙا ڪارناما ٿيا آهن؟ مان نه پاڻ ۽ نه ڪو ٻيو هندوستاني يا انگريز لکي، تواريخ جو ٿڌي سيني سان بي ريا احوال ڏيئي سگهي ٿو. جي ڏيئي ويندو ته ٻه پاسا ڏيکاريندو، هن جي وڏين سان تعلق آهي، جي سوڪيم آهن، تڪ تور ڏکي ڪري سگهندو. جيئن وچي ٿو ته هن انگريز حڪومت ”هندوستان کي هڪ اهڙي چيز بخشي آهي جا وٽس ڪڏهن ڪانه هئي، يعني اها حڪومت جنهنجو حڪم هن اپکنڊ جي کنڊ ڪڙڇ ۾ چون چرا بنا هاي چلي ٿو.“ * هن حڪومت ملڪ ۾ قانون جو راڄ شروع ڪيو آهي ۽ اهڙو نظام قائم ڪيو آهي جو ڪارگر ۽ انصاف موجب آهي؛ هندوستان ۾ جوابداري راڄ ۽ شخصي آزادي ۽ بابت ويچار داخل ڪيا اٿس؛ ۽ ”هندوستان کي يڪو سياسي راڄ بڻائي هندوستانين جي دلين ۾ سياسي ايڪتا جو ماد و پيدا ڪيو اٿس؛“ انهي ريت اوائل ۾ قوميت جو ٻج ڇٽيائين. * انگريزن جي هن دعوي ۾ گهڻوئي وجود آهي، جيتوڻيڪ ڪن سالن کان قانون جو راڄ

---

* اهي لفظ هند جوڙجڪي سڌارن تي پارليمنٽ جي گڏيل ڪاميٽيءَ جي رپورٽ ۾ ڏنل آهن، (١٩٣٤).

ڏهڙ جو ڙ پاڪ ۾ ساڻ آندو آهي - ساميواد جا سڏالت ، سهڪاري سياڻون ، عام جي ڀلي لاءِ عام خدمتون . اهي سڏالت ٻ ، براهمڻن جي شيوا آدرش کان ننهه ايارا ناهن ، ٻو انهن جي معنيٰ آهي ته سيني درجن ۽ طبقن جا فرق ڪڍي ، سيني ۾ براهمڻ ڀاءُ (ڏ ڀيڻ) ڀرجي . ممڪن آهي ته جڏهن هندوستان پنهنجو ٻراڻو چنل قائل ويس بدلائي نئون وڳو ٻڪبندو لڏهن وڳي جو رنگ ٻ ڍنگ اهو ڪندو جو هاڻوڪين گهرجن ۽ اڳين ويچارن جي منهن لي ٻوي . لوان ويچار ٻ لڏهن زور ولندا جڏهن سندس هوا پاڻيءَ جو رس سواد ڏ ڀندا .



۽ هستيءَ ۾ آهي. لنهنجو ۾ چڱوئي اثر ٿئي ٿو ۽ ملڪ ۾ ڪا جاندار ۽ زنده چيز موجود هئي، جنهن نه رڳو ٻاهرين اثرن جو خوب مقابلو ڪيو، پر جي وروڌي طاقتون اندر پرگهٽ ٿيون تنڪي پڻ جذب ڪري ڇڏيو. پر اها زنده چيز اهڙي طاقتور هوندي ۾ ملڪ جي سياسي آزاديءَ جي رکپال نه ٿي سگهي ۽ نه ملڪ جو سياسي اتحاد آڻي سگهي. لڳي پيو ته ملڪ کي سياسي آزادي يا ملڪي ايڪتا جو ڪو اولو ڪونه هو، مورکتا ڪري ٻنهي جو اڌار ڪيو ويو ۽ تنهن اڌار جو ڪيترو وينا ٿا اوڙيون. اتهاس ڏسبو ته ڪڏهن اسانجي پراچين آدرش سياسي ۽ فوجي سوڀن کي نه ساراهيو آهي، ٻاڪ ناٽي ۽ ناٽيدارن جو اڌار ئي ڪيو اٿس. ڌن ۽ مان سانو سات ملي نئي رهيا ۽ مان، پيو نه ته ويچار موجب، انهنجو حق حاصل هو جن ناٽي جي لالچ بنا سماج جي شيوا ڪئي ٿي.

اسانجي پراچين سڀيتا ڪيترن سخت، طوفان مان لنگهي پار پيئي آهي، ۽ ٻاهريون نمونو ڪٿي سالم رهيو اٿس پر اندرين حقيقت بدلجي ويئي آهي. هاڻ ته مغرب جي واڪي سڀيتا کي منهن ڏيڻو اٿس. مٿي مات ۾ جڻ آسرا پلي هن نئين ۽ جبري دشمن سان جنگ جوٽي رهي آهي. ڪانئس هار ئي ڪائيندي، ڇو جو مغرب پاڻ سان سائنس يعنيٰ وگيان ڪٿي آيو آهي ۽ اها پدارٿ وديا بڪين جي بڪ لاهڻ واري آهي. نه رڳو ايترو پر مغرب هن رهزن تهذيب جي

انسان جو سڀاءُ آهي جو ملڪ کي ٻه انسانيءَ روپ
ڏني، عادتن ۽ اڳين سنسڪارن جو اهڙو نئون اثر پيو
تہ هندستان اسان لاءِ "ڀارت ماتا" ٿيو پيو - هڪ
سندر استري، ڏاڍي پياري پر ڏسڻ ۾ سدا سهڻي، اکين
۾ غم، دل ۾ درد، ڏارين دشمنن جي ستايل آزار يل
پنهنجن ٻچن ڏي ٻاڪاريو ٻانهون کڻي ٿي. هن قسم
جي تصوير هزارن لکن جوان دليون آتاري ڪانئن
ڪرڻ ڪو قربانيءَ جو ڪم ڪرائي ٿي. پر غور ڪري
ڏسبو تہ هندستان گهڻي قدر ڪسان ۽ مزدور
هندستان آهي، جو ڏسڻيءَ نهڪٺو ڦهڪٺو ناهي،
۽ جو غريبي ڏسڻيءَ سهڻي ناهي. ڪير چوندو تہ
اسانجي ڪلپنا ڪيل سندر ڀارت ماتا کيتن ۽ ڪارخانن
۾ انگريز اگهاڙن پيٽ بکين ڪسان مزدورن جهڙي
آهي؟ يا ڪير چوندو تہ انهن مٺ ڀر مالڪن واڻگر
آهي جن جڳن ڪان جنتا کي ڦڙي سندن رت چوسيو
آهي، مٿن نرڏئي رسمون ٺٽيون آهن ۽ ڪروڙن کي
اڇوت بڻايو آهي؟ انسان جو سڀاو آهي جو من حون
ڪلپنائون ڪري سچ پوڪي هن دنيا مان ڀڄي خوابن
جي دنيا ۾ وڃي وسي ٿو.

پر انهن ٽرالن ’طمش ۽ سندن پاڙ ڪشمڪش هو لدي
ٻه ڪواهڙ و گند ميل هو جنهن انهن سيني جو هندوستان
۾ مبلاب ڪرايو ٿي ۽ ڏسي عجب ٿو وٺي تہ اهو ڪهڙو
تہ مضبوط ۽ پائدار رهيو آهي. انهيءَ مضبوطيءَ جو
ڪهڙو سبب هو؟ ڇو اٿين ڪٻن هو تہ اها مضبوطي
هڪ جڙ ۽ بي جان هئي، جنهنجو ٻيڙهيءَ ٻه ٻيڙهي.
ٻو پاڙ وڌندو رهيو، جنتوٽيڪ جا چيز جيوني آهي

ڪرڻ ۾ دنيوي طاقت همٿ ڪرڻ جي نه ڪئي.
سچ پچ ته هندوستان جي سيينا ايتري قدر ملڪ ۾
پکڙيل هئي، جو ڪو به اُڪر تنهن سيينا جو مکيه
مرڪز چئي ڪين سگهيو. ڪنيا ڪماريءَ کان وني
امرناٿ ۽ بدريناٿ، دوارڪا کان پُريءَ تائين ساڳيا
خيال دوڙيا ٿي ۽ جي ڪري ڪٿي انهن خيالن ٻاهير
ٽڪر کاڌو ٿي ته انهي ٽڪاءَ جو پڙلاءُ ترت ساري ملڪ
۾ پهتو ٿي.

جهڙيطرح اٽلي ڏرمر ۾ سيينا جو ڏان الهندي يورپ
کي ڏنو، اهڙيطرح هندوستان ايرندي ايشيا کي ڏنو،
پوءِ ڪري چين ملڪ هندوستان جهڙوئي براچين ۽
پوچ هو. ۽ جڏهن سياسي نظر کان اٽلي پيپٽ پر هو
تڏهن به سندس ساهه پساهه يورپ کي زنده رکيو ٿي.
آسٽريا جي وزير *ميٽرنچ، اٽلي کي ”هڪ جاگرافي
اصطلاح“ ڪري سڏيو هو ۽ ڪيترن هوونهار ميٽرنچن
هندوستان سان به ساڳيو لقب لڳايو آهي. عجب
وري ڪهڙو ته ٻئي ملڪ ٻنهي ڪندن ۾ ڏکڻ طرف
اُپيپٽ آهن. پر انگلنڊ کي آسٽريا سان پيٽبو ته تيهان
مزيدار لڳندو. ويهين صديءَ جي انگلنڊ به اڻويهين
صديءَ جي آسٽريا وانگر سمجهو - هنيلو، مغرور،
ذاتي رعب ۽ دبدبي سان؛ پر درخت جون ٻاڙون،
جي اڳيان سايون هيون سي سڙيل ۽ سارو درخت
رفته رفته ڪاچندو پُرندو وڃي ٿو.

*آسٽريا جو ملڪي مدبر جنهن جو ١٨١٥ - ١٨٣٨
تائين يورپ جي سياست تي وڏو اثر هو.

جهلڪ ڏيندڙ رهيو آهي. *جنهن سان براهمڻ ملڪن
۾ ليڪن هت به ڇڱو ڀيڙو گڏيل سڏيل ڳڙڳڙ ڏاڍي
ٿيل آهن، پر ڇڱو لڪل آهي جو گوليءَ ڪاٺو بوءِ
تو ۽ ڀيڙي جي ڏب ڪيس پوءِ ڪان پڌرو ڪري ٿي.
لڪي ڪي اسانجو لکو سچ گنديڪڙ وارو ٿي آهي.

هندوستان ۽ اٽليءَ وچ ڪجھ مشابهت آهي. ٻئي
ڇهو نا ۽ ٻنهي جي براهمڻ سيمنا آهي، جيتوڻيڪ
هندوستان اڳيان اٽليءَ ڪالهوڻو آهي ۽ هندوستان
ڪانس گهڻو وڏو آهي. ٻئي سياسي خيال سان ٽڪر
ٽڪر ٿيل آهن، پر ڪڏهن به "اٽليءَ" جو، جنهن
"هندوستان" جو خيال ڇڏي نه ڏنو ۽ هميشه سندن
اتحاد ۾ ايڪتا ظاهر هئي. اٽليءَ ۾ اها ايڪتا روم
ڪري ٿي هئي ۽ اهو شهر ساري ملڪ جو مالڪ ٿي
ايڪتا جو بڻ بنياد پيو. هندوستان ۾ ڪو اهڙو هڪ
شهر يا مرڪز نه هو، جيتوڻيڪ بنارس نه رڳو هندوستان
لاءِ پر ساري پورٻي ايشيا لاءِ موکر ڏام سڏي سگهجي
ٿو. پر روم وانگر بنارس ڪڏهن به پنهنجي حڪومت

---

*"هندوستان ۾ جا وڏي وڏي اختلاف نظر اچي
ٿي سا شيءِ نه هئي ته ايڪتا پيان هڪ وڏي
ايڪتا آهي، جا اماڻڪ ڏسڻ ۾ نه ايندي، ڇو جو
تواريخ ۾ اها ايڪتا ملڪ کي ڪڏهن سياسي طور هڪ
نه ڪري سگهي، پر تڏهن به اها ايڪتا هڪ اهڙي
زبردست حقيقت آهي جو خود مسلمانن کي به قبول
ڪرڻو پيو ته هندوستان ۾ اچي انهيءَ جو متن
ڪيو ۽ ٿيو اثر ٿيو آهي."
سر فريڊرڪ وهائيٽ The Future of East & West

اٿس. پرمن جي پرين ۽ اُنيتيءَ جي رسمن رواجن ۾
قاسجي اُتي ناٿري آهي، تر ٻه ڪڏهن اها زنده دلي
نه پَلي آهي جا سندس رشين منين، اتهاس جي برپات
ڪال ۾ سندس لاءِ اُپنشدن ۾ اوتي وڌي هئي.
سندن سوڪم بُڌي، هر وقت سچ جي کوج ۾ جتن
ڪيو ئي ۽ ڪڏهن ٻه شاسترن جي اکرن ۾ اٽڪي نٿي.
پيٺي يا جپ، پوڄا ۽ ڪرمڪانڊ جي ڏيکه بيکه ۾
نٿي ڦاٿي. انهن رشين کي دنيا جي دک کان ڇوٽڪاري
يا سرڳپوريءَ ۾ آستان جو اونو ڪونه هو، ٻر جوت جو
۽ گيان جو اولو هو. سندن اهائي پرارٿنا هئي تہ هي
ايشور! ”اسانکي اَست کان ست ڏي نيٺي وڄ-
اونده کان جوت ڏي نيٺي وڄ.
موت کان اَمرتا ڏي نيٺي وڄ.“*
جو گايتري منتر ڪروڙها ماڻهو اڄ پڻ پير سان روز
پرارٿنا سمي اُچارين ٿا تنهن ۾ ٻه اِهائي گيان لاءِ، جوت
لاءِ، واجهه آهي.
جيتوڻيڪ راڄن حڪومت ڪري ٽڪرا ٽڪرا ٿي
رهي آهي ٻر سندس آتما هڪ ئي پيدار پنهنجي سنتان
لاءِ سانڍي رکيو آهي ۽ سندس انيڪتا ۾ ايڪتا جو رنگ

* “असतो मा सद्गमय, तमसो मा ज्योतिर्गमय, मृत्योर्मा ऽमृतगमय.”
(ورهد آرڻيڪ اُپنشد ۱ ۽ ۳۰ ۲۷)

جو قبضو هو. نه ملڪ کي سمجهائون ٿي ۽ نه سمجهڻ
جي ڪوشش ٿي ڪيائون. ڪڏهن هڪ ٻئي ڏي
اکيون کڻي نه نهاريائون. سندن اکيون اسانکان موڙيل
هيون ۽ اسانجون لڄ ۽ ذلت وچان لڙيل هيون. صدين
جي غلاميءَ بعد اڄا منهان منهن ڪٽا آهن، پر سو ڌارين
وانگر جي هڪ ٻئي کي وڻن نٿا.

پر هيڏي غريبي ۽ پائمالي هوندي به هندوستان ۾
اڃا ڪائي اوچائي ۽ مهما رهي آهي. جيتوڻيڪ
سندس سو ڪي پراڻي روايات ۽ اڄوڪين آفتن جو ڳرو
بار ٻڌل آهي ۽ سندس اکين ۾ آلس آهي پر سندس
اندرين سونهن سويا ڪجهه منهن مان ڀڪي ٿي ۽ سندس
ادبي ويچار، من موجي ڪلپنائون، ۽ آدرش منوڀاونائون
سندس جهوري، کي روشن ڪن ٿيون. سندس ڀيڳل
ڏٺل بدن منجهان به سندس آتما جي مهما جهلڪ ڏئي
ٿي. صدين جو سفر ڪندي گيان جا ڀنڊار ڀرپور ڪيا
اٿس، ڌارين سان ٽڪر وجهه ڪندي ڪن پنهنجي
راجائي ڪُل ۾ ملايو اٿس، جي زواليت جا لاها نه
ڪماليت جا چاڙها به چکيا اٿس ۽ جي دک درد ۽
۽ ذلت جا ڀُر پيالا پيتا اٿس، نه ڪئين حيرت جا
رنگ امنگ ڏٺا اٿس، پر اڃا لمبي سفر ۾ هوءَ
پنهنجي پراچين سيتا جي گود ۾ گرم رهي آهي،
منجهانئس سمه ٻل ورتو اٿس، جوٽي ٻن سان وڌي
ورڌايو اٿس. گهڙيال جي لٽڪڻي وانگر هيٺ مٿي
لوڏا پڻ کاڌا اٿس، جي ويچار جي چوٽي ۾ چڙهي
آڪاس جا شبل شغل ڪيا اٿس ۽ سندن منجهه پالو
اٿس، ته دوزخ جي پاتال اونهائي ۾ به غوطا ماريا

لکان نہ ذرا ڦڙليءَ سان ۽ سنڀالي ڪم ڪري پر
ڪنهنکي لکان؟ ڪاٽ ڪوٽ وارو ڪو ظاهر عملدار
ڪو نہ هو. شايد ڪو مخفي پوليس ـ عملدار هو، جو
اکي ڪم ڪندو هو. رفيع احمد کي هڪ ڪنڊ سجهي
آئي. ڪاٽ ڪوٽ واري ڏي خط لکي، لفافي تي
پنهنجو سرنامو ڪٽي لکيائين. اهو خط ڪنهن شخص کي
وڃي رسيو ۽ پوءِ انبت خط پٽ جو ليڪال سڌريو.

موٽي جيل وڃڻ تي دل نہ هئي. ڪافي پوڙهي
چڙهيو هوس. پر سمجهي ٿي نہ موجوده حالتن
هيٺ ڪيئن ڪنڊ ڪڍائي سگهندس، سواءِ هن شرط
تي نہ سياسي ميدان مان بنهہ پير ڪڍي وڃان. اهڙو
ڪو من پر خيال نہ هوم، سو سمجهيم نہ اڄ نہ سڀان
سرڪار سان لڪر ڪاٺوئي پوندو. ڪنهن بہ وقت
شايد ڪو حڪم مون تي تعميل ٿئي، تہ هي ڪو ۽
هيئن نہ ڪيم. منهنجو جيءَ ڪم نہ زوريءَ ڪم ڪرڻ
کان بغاوت مچائيندو آهي. ڪوشش هلي رهي هئي تہ
ملڪ جي ماڻهن کي دٻائي هيسائي جهڙي. آءٌ بيوس
هوس ۽ ڪم بہ وڏي بيماني تي ڪرڻ کان لاچار
هوس. پر هيو نہ ٻيو نہ آءٌ پاڻ دٻجڻ ۽ هيسجڻ
کان انڪار ڪندس.

جيل موٽڻ کان اڳ ڪي ڪم پورا ڪرڻا هئم.
ماناهيءَ جي بيماري منهنجي پهرئين خدمت ليکي.
آهستي آهستي هوءَ چاڪ ٿي، پر سوچڻ جوڻ ۽ وانگر.
سڄو سال ستري داخل رهي. پوءِ ڳالڊيچيءَ سان
ملڻ جي اڪير هيم ۽ هو پوني پر پونئين اپواس جي
اثر کان چڙهي رهيو هو. ساڻس ڳڏني ٻن سالن کان

منجهن هڪ چٽي تبديل جاچي آهي، جا روز بروز وڌيڪ چٽي ٿيندي وڃي ٿي. اُهي عملدار وڌيڪ ڌمڪائڻ ۽ فرمان ڪرڻ لڳا آهن، جيئن سارجنٽ ميجر فوج کي اعلان ڪن. جيڪا تقرير نومبر کي ڊسيمبر ١٩٣٣ ۾ شايد مدناپور جي ڪمشنر ڪئي سا هڪ شاهد تقرير آهي. سندس تقريرن ۾ هڪ ئي سُر آلاپيل آهي - هارائيندڙن جي سنيا ناس ٿيندي. غير سرڪاري يورپي، خاص ڪري بينگال ۾، اُنهن سرڪاري عملدارن کي به گوءِ ڏيئي ٿا وڃن ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ، هلت چلت ۾ ڪٽر فاشسٽ مزاج جا آهن.

انهيءَ وحشانيت جو هڪ چٽو مثال سنڌ ۾ مليو، جتي ڪي گنهگار عام اڳيان ڦاهي چاڙهيا ويا. گناه سنڌ ۾ وڌندڙ هو ۽ ٻين کي هيسائڻ لاءِ عملدارن حڪم ڪيو ته گنهگار ڪليءَ ريت لٽڪايا وڃن. عام کي هي ڀيانڪ نظارو ڏسڻ لاءِ نوتو ڏنو ويو ۽ پڌر ته هزارين وڃي مڙيا.

سو جيل مان ڇٽڻ بعد ملڪ جي سياسي ۽ آرٿڪ حالتن مٿان نظر ورايم ۽ دل ڏڪي ٿي. ڪيترا ساٿي جيلن ۾ هوا، نيون گرفتاريون هلي رهيون پئي، سڀ آرڊيننس جيئرا هوا، ڪانگريس ڪٽيي ڪارروايون پريس کي ڄڻ گهٽ کان جهليو هو ۽ اسانجون لکپڙهون اُلٽ پلٽ ڪري ڇڏيون هيون. هڪ ساٿي، رفيع احمد قدوائي، ڪانگريس واري جون گستاخيون برداشت ڪري ڪين سگهيو. سندس خط ٻيا گم ٿيا ڊبر سان پهچن، جنهنڪري سندس ڪم ڪاريون هيٺ مٿي ٿي ويون. جيائين ته ڪانگريس صاحب کي

۽ ڪ انگريز ليکڪ لکي ٿو ته "دنيا جي ڪنهن به
قوم اهڙو اڌمتائي، خوفناڪ ۽ وحشي ظلم تاريخ ۾ نه
ڪيو هوندو." سال ۱۸۵۷ ۽ ۱۸۵۸ ۾ باغي بعد جيڪي ٿيو
سو هندستان اڃا نه وساريو آهي. مطلب ته جڏهن
ڪڏهن اسان جا مطلب خطري ۾ اچن ٿا تڏهن اسان کان
اشرافت ۽ تهذيب وسري وڃي. پوءِ ڪوڙ کي "پرچار"
۽ ظلم کي "سائنس جو حق ڏنو" يا "امن امان"
جو بچاءُ سڏيو وڃي ٿو.

تنهن ۾ ڪو ماڻهن يا قومن جو ڏوهه ڪونهي.
ٿورو ڪي گهڻو هر ڪو ساڳين حالتن هيٺ ساڳي طرح
هليو. هندستان ۾ جيئن ٻين غلام ملڪن ۾ حڪومت
کي ماڻهو، ڪڏهن گهٽ ڪڏهن وڌ ٿلڪاريندا رهن
ٿا. تنهن دائمي ٿلڪار ڪري حاڪمن ۾ فوجي
خاصيتون ۽ خرابيون پيدا ٿيو وڃن. ٻين سالن ۾
انهن خاصيتن ۽ خرابين جي اسان خوب چکا چوکي
ڪئي آهي، سبب جو اسان ته شدمد سان ٿلڪاريو
اٿس. ٻر قدرتي هميشه اسان کي انهيءَ فوجي ذهنيت
کي منهن ڏيڻو پوي ٿو. سلطنتشاهيءَ جو اهو هڪ
نتيجو آهي، جو ٻنهي ڌرين کي بڇڙو ڪري ٿو.
هندوستانين جي ذلت ظاهر آهي، ٻيءَ ڌر جي ذلت
ڪجھ گهٽ آهي، جا نازڪ وقتن تي ظاهر ٿي پوي
ٿي. ٻر ٽين ڌر ۾ آهي جنهن اندر ٻنهي قسمن جون
ذلتون موجود آهن.

جيل ۾ وڏن عملدارن جون تقريرون، اسيمبلي ۽
ڪائونسلن ۾ سندن جواب ۽ سرڪاري بيان پڙهڻ
لاءِ جهجهي فرصت ملي اٿم. ٻين ٽن سالن ۾ مون

جهلي ڏني ڇڏيون هئون ۽ رکي رکي گرفتاريون ٿيون
ٿي، پر هن سانت اندر وڏي معني هئي. شوخ پکر
پوسات بعد ٽڪ ڪري اها لڳري سانت آئي هئي ۽
انهيءَ سانت کي پنهنجي چٽي ٻولي هئي، جا ٻولي
ظالم سرڪاريون ئي سمجهن. هندوستان ۾ تنهن
زماني هڪ نئي پوليس راڄ هو ۽ سيني سرڪاري
ڪالن جي پوليسي ڏهيب هئي، ظاهري طور هر قسم
جي ٿاڻن ٿوڻن زوريءَ ٿورڙي ويئي ۽ سڄي ملڪ ۾
جاسوسن ۽ لڪل جاڙن جي جنسي جار پکڙيل هئي.
ملڪ جي همت هارجي ويئي ۽ چارو طرف ڊپ ۽
هراس ڇانيل هوا. ڪا سياسي حرڪت، خاص ڪري
ٿهراڻين ۾ اماڻڪ نگهوسار ڪئي ٿي ويئي ۽ سڀ
پرانڪ سرڪاريون ڪانگريس جو ميونسپالٽين، لوڪل
بورڊن مان تڏو ڪٽائڻ لاءِ سڌرو ٻڌي بيٺيون.
سرڪار لکي جو شخص هڪ وار ستيا گرهي ٿي جيل
يانرا ڪري آيو هو سو شخص ڪنهن به ميونسپل
اسڪول ۾ پاڙهڻ يا ميونسپالٽيءَ ۾ ڪو به ڪم ڪرڻ
لاءِ نالائق هو. تنهن لاءِ ميونسپالٽين مٿان سرڪار جڻ
ٻاهه ٻاري ڏني ۽ گرانٽون بند ڪرڻ جا خوب دڙڪا
ڏنا. هن ارهزوراوري جو هڪ مثال ڪلڪتي
ڪارپوريشن ۾ نمايان ٿيو. آخرڪار پاليان تو ته بنگال
سرڪار هڪ قانون پاس ڪيو، جنهن ڪري سياسي
سزائن کاڌلن کي ڪارپوريشن ۾ نوڪري ڏيڻ کان
منع ڪئي ويئي.

جرمني ۾ نازين جي زيادتين جو انگريزي عملدارن
۽ اخبارن تي هڪ عجيب اثر ٿيو. پنهنجن سيني

جو سخت مٿي سور جي جڻ خبر ڪانه اٿم ۽ نه ٻڌ قتڻ ڪڍهن هلاڪ نه ڪيو اٿم. اڄ ڪالهه جي انهن عام بيمارين ۽ خراب نظر کان به ڇٽي ويو آهيان، جينوٽيڪ اکين کان، جيل جي خراب روشنيءَ ۾ خوب لکڻ پڙهڻ جو ڪم ورتو اٿم. گذريل سال هڪ اکين جي ماهر منهنجي عمدي نظر ڏسي عجب ڏيکاريو. اٺ سال اڳ اڳڪٿي ڪئي هوائين ته سال ٻن اندر عينڪ پائيندين. ڏاڍي ڀل ڪيائين. آءٌ ته اڃا ڪوڙن بنا پيو گهمان. سي سڀ ڳالهيون ٻڌي ماڻهو شايد مونکي سالم صحت ۽ هوش لاءِ سرٽيفڪيٽ ڏين. پر ايترو چوڻ کان رهي نٿو سگهان ته جي شخص ڇا به ٿئي پر دائمي سالم ۽ باهوش رهن ٿا تن کان به خوب پڙ ڪائيندو آهيان.

آءٌ اڃا ڇٽڻ ۾ اکيون پايو ويٺو هوس ته ٻاهر شخصي نافرماني شروع ٿي. پهرين پاڻ قدم کڻڻ لاءِ سرڪار کي پورو اطلاع ڏيئي، آگسٽ ١، گجرات ڪاتيدارن ۾ ستيا گره جو پرچار ڪرڻ لاءِ گانڌيجي ٻاهر نڪتو. هڪدم گرفتار ڪيو ويو ۽ سال جي سزا ڏيئي موٽي يرودا جيل ڏي اماڻيو ويو. آءٌ ڪيس جيل اندر ڏسي خوش ٿيس. پر اتي ئي هڪ نئون مونجهارو شروع ٿيو. گانڌيجيءَ هن ڀيري به اڳي وانگر هريجن ڪم هلائڻ لاءِ جيل اندر سهوليتون گهريون، جي سرڪار نه ڏنيون. اوچتو خبر آئي ته هن سوال تي ورتي اپواس وارپائين. هيڏي هلڪي سوال تي هيڏو ڳرو قدم! آءٌ ته سندس فيصلو سمجهي ئي نٿي سگهيس، پوءِ ڪٿي سرڪار سان دليل بازيءَ ۾ ٻنهه صحيح هجي.

پوءِ مون اڳيان ڪٽوڙ ٿي پينو، جنهن البت ڏيکاريو ته مان ننڍو پاليان ته موت جو موليءَ ڪو خاص پڙ آهي. پر آهستي آهستي پڙٿو پوڻ ۽ ڏن من پر ڪبڻ ڏبڻ بي گالهه آهي. پر شڪر جو منهنجا وهم اجايا ثابت ٿيا ۽ آءٌ چاڪ ٿي وري بدن ڪي وس آڻي سگهيس. سياري پر وڏا لڏبا سورج سنان وٺي انگ انگ سڄيون ڪيم. جڏهن منهنجا سائي ڪوٽ شالون وڙهي سيءَ پر ڏڪندا هوا لڏهن آءٌ انگ اگهاڙو سج ڪي خوب پاڪو وجهي پاٽڪي گرم ڪندو هوس. سو آلر هندستان جي سياري پر ٿي سگهي ٿو. بس هند ته سورج ڏ پوتا نهايت لڪو ٿئي ٿو.

ڪسرتن پر هڪ ٻسر جو خاص شوق هوندو هومر- شبرش آسن، يعني آگرپون.آگرپن پر ملائي، مٽي ڪي سندن ٽيڪ ڏيئي، ٽولنيون زمين ٿي ڪپائي، مٽي اٿو ۽ سڌو ٿي بيهڻ. سو پر لاءِ هي آسن شايد اڪنو آهي؛ پر منهنجي من تي ٿيهان عمدو اثر هوس. هيٺ مٿي ٿي اوڏو بيهي پاڻ ٿي ڏرا ڪل ايندي هيم ۽ پوءِ دنيا حون آڏيون اُبتيون پر سولائي سان برداشت ڪري ويندو هوس.

تندرستي ۽ خوش خوريءَ ڪري جيل اندر جا مايوسي ٿيندي آهي تنهن تي ڏ حلد غالب پئجي ويندو هوس. انهن ڪري جيل اندر لوڙي ٻاهر، ڦر لڏڙ گهرلڏڙ حالتن تي ڏ سولائي سان ٺهڪي ويندو آهيان. ڪئين صدما ملبا اٿر ۽ اوڏي مهل پانءِ ويس، پر عجب ته هيتري پر وري پاڻ ڪٽي ورلو اٿر. شايد منهنجي سالم صحت ۽ هوش جو هڪ اِهو ثبوت آهي

۽ گهٽي ٿي ٿي. (سا ڳالهه ٽن سان لاڳو آهي جي اجايو خرچ ڪري سگهن ٿا.) ڏاڏلي ماءُ ٻارن کي خوب مڃايون ۽ پيون عمديون شيون ٺوڪي ڪرائي عمر ڀر لاءِ سندن بدهاضمي جو سامان تيار ڪري ٿي. ٻار جهڄهن ڪپڙن ۾ پڻ سٽيا وڃن ٿا. هندستان ۾ انگريز به شايد گهٽو گهڻو ٽا، جيتوڻيڪ سندن ڪاڌو گهٽ ڳرو ٿئي ٿو. ممڪن آهي ته اڳئين پيڙهيءَ کان ڪجهه وڌيڪ سنڀال سان رهن ٿا. اڳيان ته گرم ۽ تکا کانا ڳرڪائي ويندا هئا.

مون خوراڪ بابت خفقان ڪونه پڇايا آهن، ٻر گهٽي ۽ ڳري کائڻ کان پاڻ سنڀاليو اٿم. ڪشميري براهمڻن وانگر اسانجي ڪٽنب ۾ به گوشت جو واهپو هو ۽ ٻالڪپڻ کان وٺي مون به کاڌو آهي، جيتوڻيڪ گهٽو چاهه ڪونه اٿم. سال ١٩٣٠ جي اسهڪار شروع ٿيندي آءٌ به گوشت کائڻ ڇڏي ياجي خور ٿيس. سو ٽيهين جيهين ڇهن سالن بعد يورپ ويس، جتي وري کائڻ شروع ڪيم. هندوستان ۾ موٽي وري ياجي خور ٿيس ۽ تڏهانڪر ڇڄجي ڪٽي ته ياجي خور ئي رهيو آهيان. گوشت مونکي نيڪ ياءِ پوي ٿو، پر گوشت لاءِ هڪ بچان ٿيندي ويئي اٿم ۽ کائڻ گندو لگيم ٿو.

جيل ۾ ١٩٣٢ ۾ ڪي مهنا روز ٿورو تپ چڙهندو هوم، ۽ بيماريءَ ڏاڍو خفي ڪيم، ڇو جو چڱي تندرستيءَ جي داڙ هڻڻ ڏکي ٿي. تڏهن عمر ۾ پهريون پيرو، هميشه وانگر پنهنجو سرير رشت پشت تازو توانو سمجهڻ بدران آهستي آهستي ڳرڻ ۽ سڙڻ جنو

رفتار روڪڻ ڏکي هئي. ڪلڪتي ۾ اوئين ڪريا ڪرم
ويل عام ماڻهن هڪ عاليشان مظاهرو ڪري سندس
نمسڪار ڪئي ۽ انهن ئي لڳو ڄڻ ڪلڪتا ڪار دکي
بنگال پنهنجي دکي دل ٺارڻ لاءِ آخرهي رستو ڳولي لڌو.

سو سڀن ڳيتا پنهنجو رستو ورتو. سڀاش بوس،
جو هڪ شاهي قيدي، جنهنجي نه صحت سالن جي
بندن ۽ قيدن بعد ٽٽي پئي هئي ۽ هاڻ سرڪار کيس
يورپ ۾ علاج لاءِ وڃڻ جي اجازت ڏني. ور ويٺل
ڀائي پٽيل به يورپ ۾ بيمار گذاري ٿي. انهن ڪانگريس
جا ڪيترا هوا جي جيل ۾ اندر سختيون ۽ ٻاهر سخت
ڪم ڪرڻ ڪري بيمار ٿيا يا موڪلائي ويا. سا ڪيترا
جي ٻاهران سا ڳيا ۾ جيلن ۾ غير رواجي ۽ ڏيل ڪري
رهڻ ڪري سندن من ۾ گنڍيون مونجهارا ۽ خرابيون
پيدا ٿيون هيون.

سڀن ڳيتا جو موت ڏسي سمجهيم ته ڪيئن نه
سارو ملڪ سخت ڪشمڪش مان ۾ سهي رهيو هو. دل
مايوس ۽ اداس ٿيم. سو سڀ ڇا لاءِ؟ ڇا لاءِ؟

خوش قسمتيءَ سان منهنجي صحت نيڪ هئي ۽
ڪانگريس جي ڪمن ۾ هڻ بچاءُ ڪندي ۽ نم بنا
رهندي به جنجي ڪٺي نه سالم رهي هئي. سو قدري
ورثي ۾ چڱي صحت ملي هيم ۽ قدرتي ...ي جي سار
سنڀال ورتي هيم. بيماري، ضعيف صحت ۽ ٿولهه مونکي
خراب لڳندا هوا ۽ ڪسرت، کولي تازي هوا ۽ سادي
خوراڪ ورتي پاڻکي انهن کان رکي ورتم. آزمودي
مان سمجهيان ٿو ته وچولي درجي وارن ۾ گهڻي بيماريون
غلط خوراڪ ڪري ٿيون ٿيون؛ سندن خوراڪ ڳري

## ٤٩ — لمبي سزا ختم.

منهنجي آزاديءَ جو ڏينهن ويجهو اچي رهيو هو. ”چڱي چال“ جون معافيون ملڻ ڪري، جنهن ڪري ٻن سالن جي سزا مان سا ڍا ٽي مهنا ڪاٽجي ويا. جنهن جي اميد ڪري من جي سانت ڇڏيو يا جيل ۾ رهڻ ڪري من جي موڳائي هلي ويئي. جيئن ته ٻاهر وڃي ڇا ڪندس؟ سوال جو جواب سولو نه هو؛ پورو جواب نه ملڻ ڪري قدري ٻاهر وڃڻ جي خوشي گهٽجي ٿي. پر سو ڪن جو وهم هو، ڇو جو مدت کان ڏ پيل قوت وري رڳن ۾ اچڻ لڳي ۽ آءٌ ٻاهر نڪرڻ لاءِ آتو هوس.

١٩٣٣ جولاءِ جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ ڏکدائڪ خبر آئي. جي. ايم. سين گپتا جو اوچتو موت. اسين ٻئي ڄڻا ڪن سالن کان نه رڳو ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۾ گڏ سا ٿي هئاسين، پر هو مونکي ننڍپڻ ڪيمبرج جي يادگيري ڏيار يندو هو. ٻئي ڄڻا ٻن آئي گڏياسين. آءٌ ننڍو هوس جڏهن هن ڊگري ورتي.

سين گپتا جو ڏيهانت نظر بند هوندي ٿيو. يورپ کان ١٩٣٢ ۾ موٽي بمبئي ۾ جهاز پهچندي هو شاهي قيدي طور گرفتار ڪيو ويو. ٿڌا ڪري قيدي يا نظر بند رهندي، سندس صحت خراب ٿيڻ لڳي. سرڪار ڪيس ڪئين سهوليتون ڏنيون، پر مرض جي

جا بہ ٿئي مقابلو ڪريون. ڪو بہ انسان جيل نوڪر يا ٽيليفون سهڻ لئي جاهي، پر ڪنهن بيرا بئي رستي کان جيل جو رستو بهتر ٿئي ٿو.

برنارڊ شا لکيو آهي تہ، ”زندگيءَ جي هڪ ئي سچي مصيبت آهي- جڏهن مطلبي ماڻهو اسانکان اُهي ڪم ڪرائين ٿا جي اسان ليکي ليح ۽ ڪوڙا آهن. بيو سڀ قسمت جي بازي ۽ موت جي ليلا آهي؛ فقط اها هڪ سچي مصيبت، غلامي ۽ دنيا پر دوزخ آهي.“



حڪومت جي آڏ ميڙ کان ناٻري وارين تا تن سان
پڙ انڪائڻ حڪومت لاءِ ٻي ڪهڙي ڳالهہ وڌيڪ
خفي ڪندو ۽ نقصانڪار ٿي سگهي ٿي؟ تنهنڪري
ڏباءَ جي قانون جو جيڏو پاڏو پنگہ بہ ڪارگر هو،
انهيڪري عام جي طاقت وڌي ٿي ۽ حڪومت جي
دل اندر ڏڪيو ڏنو ٿي.

نيتيءَ جي نظر تنهن کان وڌيڪ ڳوڙهي هئي. هڪ
مشهور ليکڪ بہ ”ٿورو“ (آمريڪن ليکڪ) چوي
ٿو تہ، ”جڏهن استريون پوش ڪنياءَ ڪري قيد ڪيا
وڃن تا تڏهن نياءَ پسند استرين پرشن لاءِ جائز جڳهہ
قيدخانا آهن.“ هيءَ صلاح لبرل ڏر وارن ۽ ٻين کي
شايد نہ آئڙي، پر ڪيترن کي لڳندو آهي تہ موجوده
حالتن هيٺ نيتيءَ موجب رهڻ ڪنن آهي، جڏهن
نافرماني هل چل نہ هوندي بہ، اسانجا ڪئين سائي
هميشہ جيلن اندر سڙن پيا ۽ سرڪاري سرشتو
هردم اسانکي ذليل ڪري ٿو ۽ عام کي پيڙيندو
وتي ٿو؛ جڏهن پنهنجي وطن بہ اسين شڪ ڪري
پوليس جي ڇاپا هيٺ هلون چلون ٿا، جڏهن اسانجو
چيو لکيو هر وقت بغاوت جي قانون جي تيز نظر
سان تپاسيو وڃي ٿو؛ اسانجي لکپڙهہ کولي وڃي ٿي
۽ اسانجي سر مٿان سدائين ڪنهن سرڪاري بندش
يا گرفتاريءَ جو خوف سوار رهي ٿو؛ پوءِ اسان اڳيان
فقط ٻہ رستا کليل آهن: يا تہ حڪومت جي طاقت
اڳيان نيچو نوائي، اندر بہ سچ کي نگهوسار ڪري،
آتما کي پرشٽ ڪري، نيتيءَ جو مارگ ڇڏي پاڻکي
بدڪارين ۽ ٻچڙاين جو هٿيار بڻايون - يا تہ سينو سهائي

اي ڪينه ۽ عداوت! لوئي لعنت
حياتي منهنجي تو ڪئي زهر ذلت
مان جانس جا لئي مان جا ببت آهيان
حو قدرت جي نگهڙي کي مان ناهيان.

نافرماني هل چل جي بوين ڏيهن ۾ "سرولت آف انڊيا" هڪ هفتيوار لبرل اخبار ڪانگريسن کي دهڙو ڏئو ۽ لوهين جبلن ۾ وجهڻ لاءِ به اڪڙيو ۽ وڃي ورڪي لڪرڻ لاءِ به لکڙيو. اخبار ذرا خفي ٿي چيو ته ڪانگريس جي مقط اهائي لبتي آهي. شايد لبرل ڏر کي بيو رستو پسند پيو يعني الگلنڊ ۾ سٿارت موڪلي انگريز وزارت جا در ڳوليو يا ته گهر ويٺي دعا پنڻ ته شل بي ڪا وزارت لهي.

ائين برابر هو ته ڪانگريس جي لنهن وقت پاليسي آرڊيننس ۽ بين قانون جي انحرافي ڪري جيل ڳولڻ هو، ائين پڻ ٿيو جو ڪانگريس ۽ قوم هيڏي لنبي چنايبتيءَ ڪا ٻوءِ تڪا لنا ۽ حڪومت منان کو زور جمائي نه سگهيا. ٻر هن مقابلي کي هڪ عملي ۽ اخلاقي نظر کان پڻ لباسڻ گهرجي.

تلوار ۽ بندوق جو لنگو راڄ، جو ملڪ منان هون سو حاڪمن کي نه گرو معاملو لڳي ٿو. اهڙو راڄ سندن لاءِ به هڪ حمراني پريشانيءَ جي آزمايش ٿيو پوي ۽ سمجهن ٿا ته هنڪري ليب اساليا بنياد ڪچا ڪمزور ٿي ويندا. آزاريل خلق ۽ دنيا جي عالم اڳيان به سندن حڪم جو سچو رنگ لنگو نظر اچي ٿو. لنهنڪان ته ڏاڍو چاهين ٿا ته سندن رڪ جي مک مخمل جي دستاني اندر لڪل رهي. جي شخص جا به ٿئي ٻر

نٿو سمجهي، سواءِ انجي تہ لبرل ليڊرن پارٽيءَ پنهنجي همو طنين تو ڙي ٽئين خيالات کان ٻنهي الڳ ڪٽي ڪيو آهي. جهونا سينوارپٽ پسند واچيندي ملڪ جا ماٺهو وسري ويا اٿن ۽ چڱي پارٽ ۾ پورا موڙها آهن. هوڏانهن اسين برابر جيلن ۾ وياسين ۽ اسانجا بت اندارين ۾ بند ٿيا، پر اسانجا من آزاد رهيا ۽ اسانجون دليون هپاٽجي نہ ويون، پر هنن پنهنجن هٿن سان پنهنجا بند گهريا، جنهن بند اندر پٽڪندي پٽڪندي هوءَ آزاد ٿي نٿي سگهيا هي بہ هڪ ايشور جا پوڄاري ڏسجن ٿا- جنهن ايشور موجودہ حالتون خلقيون آهن: جڏهن حالتون بدلجن ٿيون، جيئن هن فاني دنيا ۾ بدلٽيون ٿي آهن، تڏهن سندن ڪشتيءَ ۾ نہ رهيو سُڪان نہ قطب نما؛ نہ من ۾ مٽيا نہ تن ۾ ست؛ نہ رهيا آدرش نہ نيتيءَ جا نيم. دنيا ۾ هر ڪنهنکي ٻن مان هڪ چيز اختيار ڪرڻي پوي ٿي- اڳتي وڌڻ يا ڏڪجي پٺتي پوڻ؛ هن ٻچاولي سوشتيءَ ۾ ڪو بہ هڪ هنڌ ٿو ڪائي نٿو سگهي. پر دنيا جي حرڪت ۽ بدل سدل ڏسي اهي لبرل چوطرف جي طوفان ير پڙڪيا ٿي. ست نہ هون جو بازون هٽي اڳتي لڪوي وڃن. تنهنڪري لهرن وچہ لوڏا کائي ڪک ڪانا جهليانون ٿي. هندستان جي سياست جا ”هشمليت“ بڻجي پيا. ”جي طرح طرح جا خيال خفا ڪندي گوندا سڙندا ٿي ويا“؛ هميشه شڪن جا شڪار، بُڏ تُر ۾، ۽ گهٽيءَ خور.

زمانو آ بگيڙو ٿي بگيڙو

فسان ۽ خون ۽ قرمار جهيڙو

اهڙيءَ يد وقت هنجي دل کي ب ساڳي جوت ن لڳي ۽ هموطنبن سان همدردي ن ٿي سو مولڪي اعتبار برني نٿو اچي. اهڙي وقت جيڪر اُميد ٿي ن جنهن لمو لي سرڪار ناڳرڪ حق ۽ سب عام سرگرميون زوري بند ڪري رهي هٿي، ٿنهن لي هي وڏو واڪو ڪري اعتراض اُٿاريندو. جيڪر اها ب اُميد ٿي ن پاڻ ۽ سندس سائي تڪليف ولي بنگال ۽ سرحد جا ڏاڪڙا اکئين ڏسڻ وڃن ها، ن الهي مراد سان ن ڪانگريس يا سندس هلچل کي هٿي ڏين، بر سرڪار جا ڪلور پدرا ڪن ۽ عملداري پوليس عثوبتن کي بنجو ڏين. درحقيقت بس ملڪن بر آزاديءَ ۽ ناڳرڪ حقن جما ڪوڙ با انبن ڪندا آهن. بر انس ڪرڻ بدران ۽ اختياري وارن کي روڪڻ بنا، جڏهن اُهي عام ني اُره زورا وريون ڪري رهيا هوا ۽ رواجي آزاديون ن ٿري ويا هوا ۽ پاڻ وڃي وارداتن مان واقف ٿيڻ بدران، هي اُنلو انگريزن کي آزادي ۽ اُرد باريءَ لاءِ لنبو شاباس ناهو ڏيڻ وينو، جڏهن اهي بني خاصيتون حاڪمن جي لتن همت لتاڙجي چڪيون هيون. هن ن مرڳو انگريز راڄ جي هڪ اخلاقي تائيد ڪئي، جنهنڪري زور جبر لاءِ هؤ باقي دل بڌي ڪمرڪشي بنو.

مولڪي خاطري آهي ن اها ڪا سندس دل جي مراد ن هئي ۽ ن هن پنهنجي قدم جا نتيجا ساريا هوندا. بر سندس تقرير جو ن اهوئي اثر ٿيو هوندو، ٿنهن بابت ذرو ب شڪ ناهي. بوءِ پالا اهڙو ماڻهو هن ريت جو ٿو هلي چلي؟

هن سوال جو مولڪي ن ڪوب خاطر خواهه جواب

ڪان ڇت ڪري ڇڏيا هئا؟

ڪانگريس سان متفق راءِ هو يا نہ ڪا ڳالهہ ناهي. ڪانگريس تي اکتہ چيني ڪرڻ ۽ سندس نيتيءَ جي نندا ڪرڻ جو کيس پورو حق هو. پر هڪ هندوستاني، آزاديءَ جي عاشق، هڪ دلسوز شخص جي حيثيت پر پنهنجن هموطنين جون عجيب قربانيون ۽ بهاديون ڏسي مٿس ڪهڙو اثر ٿيو؟ جڏهن اسانجي حاڪمن هندوستان جي ڇاتيءَ تي چڙهي مٿس ڪهاڙا وهايا تي تڏهن کيس ڪهڪاءُ پيو يا نہ؟ سندس اکين اڳيان جڏهن لکها ماڻهن هڪ ڪنور زبردست حڪومت اڳيان سيس نہ نوايو ۽ آڻ مڃڻ کان پاڻ فنا ڪرڻ، گهر ڦٽائڻ، پنهنجن پيارن جون سختيون سهڻ وڌيڪ پسند ڪيو، تڏهن اهو سڀ کيس ڪيئن ماٺ نظر آيو؟ جيل ۾ ۽ ٻاهر اسين جڻ بي فڪر ٿي مشڪندا ڪشڪندا هلياسين ٿي، پر اکثري اسانجي مشڪ پٺيان لڙڪ هوندا هوا ۽ اسانجو کلڻ جڻ روئڻ پر هو.

مسٽر ورينر ايلون، هڪ بهادر ۽ فراخدل انگريز هيٺين ساک ڏو پري. سال ١٩٣٠ جي هلچل بابت لکي ٿو "هيٺين ساري قوم غلاميءَ جو طوق سر تان لاهي سچي شان سان پڪو ارادو ڪري بيدار ٿي بيٺي، هڪ عجيب نظارو هو." ٻئي هنڌ لکي ٿو، "ستياگرہ يد وقت جو حيرت انگيز انتظام ڪانگريس والنٽيئرن ڏيکاريو ۽ جنهن انتظام جي هڪ پرانتڪ گورنر ساک پري..."

مسٽر سرينواس شاستري هڪ قابل ۽ نهايت دلسوز انسان آهي، جنهنجي ملڪ ۾ چڱي عزت آهي ۽

پولي سگهي ها ۽ مسٽر شاستري لبرل ڌر جي ڏاهي
طرف ۾ آهي ۽ سندس ليڊرن ۾ ڳڻپ سمجهجي ٿو.
مونکي ارمان آهي ته جنهن نموني مسٽر شاستري
تواريخ سمجهي آهي ۽ جي رايا ڌارين ملڪن ۽ خاص ڪري
انگلنڊ هندوستان بابت ڏنا آهن سي مونکي ٺيڪ
قبول ناهن. شايد انگريز ڇڏي ٻيو ڪو به ڌاريو آهي
قبول ڪين ڪندو ۽ ممڪن آهي ته ڪيترا آزاد خيال
انگريز به سندس مخالفت ڪندا. ڪبس بارءِ هڪ ڏاڍ
عطا ٿيل آهي، جنهن موجب هو دنيا ۾ پنهنجو وطن
انگريز حاڪمن جي اکين ۽ عينڪن مان پسي ٿو.
پر جيڪي دردناڪ ڪارروايون روز بروز ارڙهن مهنن
کان وٺي ويندي تنهن وقت هلي رهيون هيون سي
تنهن مان نظرانداز ڪري، سا ڳالهه به تعجب جهڙي
ڪين جيهي؟ تنهن ۾ روس، اطالي ۽ جرمني ڏي اشارو
ڪيائين، پر اکين اڳيان وطن ۾ سيني آزادين جو دمن
ڪئي ڪين ڏٺائين؟ سخت ڪاٽ ڪڙتي ڪارروايون
ڪري شايد ڪبس سرحدي علائقي ۽ بنگال ۾ وڃايل
ڪڪرمن حي، جن کي تازو بابو راجندر پرساد ڪانگريس
جي اجلاس ۾ "بنگال ۾ اڻباچار" سڏيو - پوري ڄاڻ
نه ٿي هجي. پر هندوستان جي پڙا ۽ ڪرڙي دشمن
سان جنگ، جا سندس هموطني جوٽي رهيا هوا سا
ڪيئن وسريس؟ جيو ڪاله هيس ته ملڪ جي ڪم ٻاڳي
۾ پوليس راڄ، ڏري گهٽ مارشل لا، آرڊيننس جو زمانو،
ٻڪ هڙتالون ۽ جيلن ۾ سختيون هيون؟ ڇو نٿي محسوس
ڪيائين ته جنهن آزاديءَ ۽ بردباريءَ لاءِ انگلنڊ جي
تعريف ٿي ڪيائين سي ساڳئي ملڪ هندوستان ۾ ڪر ڪر

۽ جيل اندر پڙهيم، تنهن به ڏاڍو اثر ڪيم. اُها تقرير "سرونٽس آف انڊيا سوسائٽيءَ" اڳيان ڏني هئي، جنهن جو هو ۱۹۲۷ تائين پريزيڊنٽ هو. تقرير ۾ رپورٽ موجب، ڏيکاريائين ته جي انگريز طاقت ملڪ مان هٽي ويندي ته ملڪ کي خطرو رهندو ۽ اُهي سياسي تحريڪون جاري ٿينديون جنهن سخت ويرورڌ، ۽ هڪ پارٽي جو ٻيءَ تي ظلم ستم ٿيندو. سندس چوڻ موجب جنهن صورت ۾ آڏ کان انگريزي سياست اندر ٻرڻ باري ۽ بي تعصبي رهي آهي، تنهن صورت ۾ هندستان جو آئيندو جيتري قدر انگريزن سان ڳنڍيل هوندو اوتري قدر ملڪ ۾ بي تعصبي رهندي. جيل اندر رهوڻي ڪلڪتي جي "اسٽيٽسمن" اخبار ۾ تقرير جي رپورٽ تي ٿي پروسو رکڻو پيو. اخبار جي سمپادڪ تقرير تي ٽيڪا ڪندي لکيو ته "هي عمدو عقيدو آهي ۽ اسين ڏسون ٿا ته بلڪل موجهي به ساڳئي سر ۾ ڳالهائڻ لڳو آهي." انهن به رپورٽ ٿيل هو ته مسٽر شاستري روس، اٽالي ۽ جرمني ۾ آزاديءَ جي نگهوسار ٿيڻ ڏي پڻ اشارو ڪيو ۽ چيو ته انهن ملڪن ۾ جهنگلي ۽ وحشاڻي ڪارروايون هلي رهيون هيون.

تقرير پڙهندي مُرڪي آيم ته انگلنڊ ۽ هندوستان جي تعلقاتن بابت مسٽر شاستريءَ جي خيالات ۽ ولايت جي مردار ڌر جي خيالات هڪجهڙائي هوا. ڪن ننڍڙن تفصيلوار ڳالهين ۾ شايد فير هجي، پر اصولن ۾ ٻئي موافق هوا. بلڪ مسٽر چرچل هوبهو اهڙا ٻول، پنهنجن عقيدن موجب، خوشيءَ سان

سڌارا پاس ٿي وڃي ڦاڻون پٽجن لنهنجي لنبي سفر ۾ هي واڻبت نبير وات تي هڪ منزل هو. سرڪار جي مد نظر ڪان اها منزل نه ضروري هئي، پر اڃا ڪئين منزلون باقي رهيون ۽ ڪير جاڻي وات تي اهي تجويزون هبڏانهن يا هوڏانهن ڦرايون وڃن. اهي ڦير ڦاريون ڪهڙيون ٿينديون سو انگريز سرڪار ۽ پارلمينٽ تي سياڻن ۽ جماڻن جي زور ڀارن تي منحصر هو. انهيءَ ڪشمڪش هلندي ممڪن هو ته نرم ڌر وارن کي ڀاڄ آڇڻ لاءِ سرڪار اهي تجويزون وڌيڪ آزاديءَ جهون ڪري ها ۽ ٻيو نه ته وڌيڪ نه ڪاٽي ها. پر جڏهن اهيا سڌارن سوڀڪار يا انڪار ڪرڻ، عمل ۾ آڻڻ يا نه آڻڻ جو سوال ئي نه اٿيو هو تڏهن مسٽر شاستريءَ جهي زور دار پڌرائي ٻڌي سرڪار دل ۾ سمجهيو ته هي لبرل يار ته اڳيئي ڪپهي ۾ پيا اٿم، ڪين ڪجهو پر ڄاڻبو سرڄاڻو ڪونهي. هي ته ڏک ڀيو ڪانبندي ٻه سرڪار جي پٺ نه ڇڏيندا. مان سمجهان ٿو ته هن ڳالهه تي، لبرل ڌر جي مد نظر ڪان سه، مسٽر شاستريءَ جهي ڪلڪتي ۾ تقرير نهايت غلط طرز جي هئي ۽ ڌر لاءِ ضررناڪ هئي.

مسٽر شاستريءَ جي جهوني تقرير بابت هيتري اُپٽار ڪئي اٿم، سو هن ڪري ته جو تقرير يا لبرل فيڊريشن جو اجلاس ڪا خاص اهميت رکي ٿو، پر انهيءَ لاءِ ته لبرل اڳواڻن جي ذهنيت ۽ دل جو راز آئي نمڪ طور سمجهان. هي بزرگ قابل لائق ماڻهو آهن، پر ڏاڍي ڪوشش ڪنديءَ جي نئو سگهان ته هن لوڙي ڪم ڪاريون جو ٿا ڪن. مسٽر شاستريءَ جي اِي هڪ تقرير جا جون ۱۹۳۳ ۾ ڏنا ئين،

مسٽر شاستري موجب اسانجا ماڻهو هرگز نه ـ هن ليڪي
اسان لاءِ بي ڪا واهه ئي ڪانهي يعنيٰ ته هنجي خيال
موجب برطانيه حڪومت جا فيصلا قبول ڪرڻ ۽
ٻر چشم ڪرڻ ڇڻ هڪ ڏرم ئي آهي، جي اهو اُيا ڳو
لفظ ڪم آڻڻو آهي. ائين ڪرڻ اسانجي قسمت ۾
لکيل آهي ۽ ڪير پنهنجي قسمت کي آڏو اچي؟"

اِها ڳالهه ٻه ياد رکڻ گهرجي ته مسٽر شاستري ڪنهن
خاص ڄاڻل حالت بابت صلاح نٿي ڏني. "جوڙجڪي
تجويزون" اُيا ته نهيون نيون پئي، جيتوڻيڪ سيني
کي سجهيو ٿي ته بنهه خارج ٿينديون. جي ائين چوي
ها ته "هي فلاڻيون وائيٽ پيپر واريون ڳالهيون جي پاس
ٿيون ته منهنجي صلاح آهي ته ملڪ جون حالتون ڏسي،
اهي عمل ۾ آڻجن" ته پوءِ سندس صلاح، چڱي يا
بڇڙي، ٻر ڪن حقيقتن سان تعلق رکي ها. پر مسٽر
شاستري پاڻ لاءِ ڪابه حد ڪانه ٻڌي ۽ آکڻ لڳو ته
ڪهڙيون به ناگوار جوڙجڪي تبديلون ٿينديون پر
منهنجي ساڳي صلاح قائم رهندي. مطلب ته جا چيز
قوم لاءِ هڪ گران چيز هئي تنهنجي خريد فروخت لاءِ
قلم ـ ڪٽي سرڪار جي هٿ ۾ ڏنائين. آءٌ اها ڳالهه
خيال ۾ نٿو آڻي سگهان ته ڪو به شخص يا گروهه يا
پارٽي هن طرح پاڻکي هڪ اندي اونداهي آئيندي
سان ٻڌل رکڻ جو رخ وٺي سگهي ٿو. سو تڏهن ٿي
سگهي ٿو جڏهن انکي نه اصول آهن، نه اخلاقي يا
سياسي آرزو آهن ۽ سندس دين ايمان اهوئي آهي ته
حاڪمن جي، اکيون پوري، آڻ مڃجي.

بي ڳالهه هئي مقابلي ڪرڻ جي ڀلنگ جي. نوان

ودي بلڪل ردي چيز هو. ۽ ردي چيز ڪاڏي ڪجي؟
اپريل ۱۹۳۳ ۾ لبرل فيڊريشن جو ڪلڪتي ۾ اجلاس ٿيو. اجلاس ۾ مسٽر سرينواس شاستري، لبرل اڳواڻ جي اڳوان، ويٺي ڪئي ته هي هوڙ جهڪي لڇوڙن ڪهڙيون به ناخاطر خواهه هجن ته به عمل ۾ آڻڻ ڪن. جي هي ڪو پالهون پڌي دم گذر ڪرڻ جو وقت؟ سندس لبکي هڪ اُبي عمل ڪارگر هـو- جهڪي ملي سو وني عمل ۾ آڻجي. جي نه ته همت پڌي ويهجي. ابو بـ چيائين تـ، "جـي اسام سياڻپ، آزمودو، سنجيدگي، باز آڻڻ جي رمز، دلون راڄهائڻ جي ڪلا ۽ ڪم ۾ قابليت موجود آهن ته انهن جو بهن سان خدمت ڪرڻ جو هي عين موقع آهي." سو اڙهـي ڪلڪتي جي "اسٽيٽسمن" اخبار بـ چـو واهه هي "چمڪ ڏمڪ جا بول."

مسٽر شاستري فصاحت جو صاحب آهي جنهنکي عمدا سريلا لفظ موهي چڙيدا آهن. ۽ ڳالهائيندي هو پنهنجن امنگن ۾ وقتي ڪجي ويندو آهي ۽ لفظن جو طلسم اهڙو منديندو آهي جو سندن معنيٰ لـ ڏڳو بڌلڏن ۾ سندس لاءِ به ڏلڏلي ٿي پوندي آهي. جا تقرير هن ڪلڪتي جي اجلاس ۾ ۱۹۳۳ ۾ نافرماني هل چل جي وقت ڪئي سا سوجهڻ تباسط وٺان آهي. اصل ۾ مقصد چڏي ڏسبو ته ۽ ڳالهون خاص ڏبان ڇڪيندا بون. هڪ هيءَ ته چا به ٿئي، اسين ڪهڙا به ذليل ٿيون، پائمال ٿيون پنڙجي وڃون ته به سرڪار اڳيان اسانکي ڪنڌ جهڪائڻ گهرجي. ڪابه حد نهرايل ناهي جنهن ڪانپوءِ اسين پاڻ سنڀاليون. ڪيترون وري پلي چڪ پائي، ۽

عرض رکيو تہ ڪي ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا ميمبر يا خاص ماڻهو آزاد ڪيا وڃن. جن اسانجي جيل ۾ هوندي اسانجي ٻاهر سار لڌي تن جا ٿورا ميٺائي پيا ٿي، پر ائين بہ پائيندا هواسين تہ اسانجا هتڙا خير خواهہ اسانجي پٺڀر ڇو نہ ٿا ٿين. اسانکي سنڌين نيت ۾ ڪو بہ گمان نہ هو، پر پڌرو هو تہ هنن سرڪار جائي خيال ويچار اختيار ڪيا هوا ۽ هنن ۽ اسانجي وچ ۾ وڏو خال هو.

جو ڪجھ ملڪ ۾ ٿيو پئي سو نوم ڏر وارن کي بنھہ نٿي آئڙيو ۽ بي چين بي مزي هوا پر ويچارا ڪاڻ ي وڃن؟ سرڪار خلاف ڪو بہ اٿرائنو قدم کڻڻ سنڌس خواب خيال نہ هو. پنهنجي پارٽيءَ جي علحدي هستي قائم رکڻ لاءِ ڪين عام ڪان ۽ ملڪ ۾ زنده گروهن کان پاڻکي پري ۽ محفوظ رکڻو ٿي پيو. ائين گسڪندي ساڄي طرف اُتي وڃي پهتا جتي سنڌن ۽ حڪومت جي ويچار ڌارا ۾ فرق ٿي نٿي لڳو. عدد ۾ ٿورڙا ۽ عام ڪان الگ سي عام جنگ وجهد ۾ ڪهڙي ليکي؟ پر منجهن ڪي مشهور ۽ قابل شخص هوا جن جي عزت هئي انهن بزرگن ۽ سنڌن پارٽين هن نازڪ وقت سرڪاري نيتيءَ جي پنيرائي ڪري برطانيہ حڪومت جي بي حد خدمت ڪئي. سرڪار جي بي قائدگي ۽ زور جبر کي هئي اُچي ويئي جو ڪابہ اٿرائتي نکتہ چيني نہ رهي. اُلٽو اُهي لبرل وقتي ماٺ ۾ "هان" يا واسہ پئي "واهہ" چوندا هوا. هن ريت بنهي پارٽين سرڪار جي وحشاني ازحد زبردستين کي تنهن وقت اخلاقي پشتي ڏني جنهن وقت ڪين ڪو سوڌ و دليل ڏکيو ٿي سجهيو.

انهن لبرل بزرگن قبول ڪيو تہ " وائيٽ پيپر"

ڪريان. ليڪ حڏهن هتي خالي وطن ورڻو پيس تڏهن عام اڳيان عذر رکيائين ته اڌ ئي ڪم ڪري ڇڏي موٽيو؟ آءٌ نه مڃيندو مرهٽو آهيان. جڏهن جو ٽوهوم سو ڇني آيو آهيان.

ياد اٿم ته پناجي اکيري شڪايت ڪندو هو ته ”منهنجن سهڪاري ڏر جي دوستن بر چرچي سمجهڻ ڪرڻ جو هوش ڪونهي. ڪڏهن ساڻن چرچو گهيو ڪندي الٽو اڙجي ويندو آهيان. چرچي لي چڙ ي بوندا آهن، پوءِ ڪين چرچو سمجهائي تڏو ڪرڻو پوندو اٿم. سو ڪو سترو ڪم نه آهي.“ تڏهن مرهٽي جي عمدو جنگي سپاهي ياد آيم، جنهنجو اڳي ۽ هلندڙ ڏوهي تحريڪن ۾ اظهار ڏنو اٿن. ۽ اُمر ٽاڪ جوڏي جي تصوير اکين اڳيان آيم جو پُوندي پُرڻ وارو هو پر تڏهن بہ مُڙڻ وارو نہ هو.

لبرل ڏر وارن کي ”وائيٽ پيپر“ بنهه ناپسند هو. جو زور ڏير چالو هو سو پسند نہ هون ۽ ڪڏهن ڪڏهن اعتراض بہ ولندا هوا، پر ساڳئي وقت ڪانگريس ۾ سندس ڪارروائين کي اندرڻ ڪان نہ رهندا هوا. وقتي سرڪار کي عرض ڪندا هوا ته فلاڻي يا فلاڻي مکيہ ڪانگريسيءَ کي ڪٽي آزاد ڪريو. هي صاحب مٽط ڪن چالي سياڻي شخص جي اون رکي سگهيا ٿي. اوم ۽ سهڪاري ڏرين وارا اهوئي دليل پيش ڪندا هوا ته فلاڻي کي ڇڏيو ڇو جو فلاڻي مان امن امان کي خطرو ڪونهي ۽ جي ڪٽي ڏنگو هلي تہ پوءِ پلي سرڪار ڪس ۽ ڪنهن سبب سان ورڻ بالد ڪري. ولايت ۾ ۽ ڪن چڱن مڙسن ساڳين دليلن ڏيندي

هيون؟ تنهن تي انگلنڊ ۾ هڪ وڏي پيماني بحث هليو، جنهن ۾ هڪ طرف سخي هوا ۽ ٻئي طرف جن هيڏي بي حد سخاوت تي وات ڦاڙي اعتراض ورتو ٿي. اسان به چيو ته هنن ٽن سالن ۾ هندوستان مان انگلنڊ ۽ انگلنڊ مان هندوستان ڏي سهڪندي، سڄيون ساريون ٽي گول ميز ڪانفرنسون ڪندي ۽ اڪيچار ڪاميٽين جي سوُرن مان اهو ڪو ئو جاڻو؟ ولايت ڏي شيل سفر آجا ختم نه ٿيا هوا.

پر "وائيٽ پيپر" تي آخرين پارلمينٽ جي چونڊ ڪاميٽي فيصلو ڪرڻ واري هئي ۽ انهيءَ ڪاميٽيءَ اڳيان هندوستاني مشيرن ۽ شاهدن وانگر وڃي حاضر ٿيا. لنڊن ۾ پيون به عجيب غريب ڪاميٽيون وڻيون ۽ پردن پنيان راند پئي هاي ته ڪيئن انهن ڪاميٽين جي ميمبري هٿ ڪجي يعني مٿن ۾ لنڊن گهمي اچجي. پوءِ ته ڪئين سورما چڙهي سامونڊي ۽ هوائي سفرن جا خطرا سرتي ڪٽي "وائيٽ پيپر" جي هيبت وهاريندڙ تجويزن جو ذرو به ڊپ نه ڪري، دل بدي پنهنجي فصاحت بلاغت ۽ قابليت سان حاڪمن کي ريجهي رهبي وائيٽ پيپر کي سڌارڻ لاءِ سنيريا. خبر هين ۽ چئي به ڏاٿون ته اهو ڪم نه ٿيڻ جهڙو هو، پر مڙسارو مڙس هوا ۽ چوڻ چوائڻ کان هٽڻ وارا نه هوا، پوءِ پلي ڪير ڪين ٻڌڻ وارو ٿي نه رهي. منجهائن هڪ سهڪاري پارٽيءَ جو اڳوان، توڙ تائين، سڀ هليا ويا، ته به اڪي پيو. ملاقات پنيان ملاقات، ڪاني پنيان ڪانو لنڊن ۾ هلنديءَ وارن کي ڏنائين ته من گهرنديون سياسي تبديلون پين کي ٻڌايان ۽ ذهن نشين

اَمان رکيل نه هو. ۽ انهن سڀني لٽيرن لاءِ مٿان وري
هڪ وڏو لاٽ هو، نادر شاهه مٿان تيمور شاهه، جنهنکي
جيڪي جلهن وٺي سو ڪري يا روڪي ڇڏي. ڪهن
چيو نه پلس هيءَ انگريز قوم ۽ سندس حاڪم! ٻنهيکي
راڄ هلائڻ ۾ ڪمال ڪيو آهي. ٻيو ڇو ڪن هٽلر
۽ مسوليني لو گروهه جا ڇپلا ڏيندا ۽ هند وائسراءِ تي
رشڪ ريس ڪندا؟

ٻهراٻن هڪ اهڙو جوڙجڪي سرشتو گهڙي ٺاهيائون
جنهن هندوستان کي ڇڙ ڪنيو ڪٽي ڇڏيو. ٻيو وري
”خاص جوابدارين“ ۽ ”حفاظتن“ جا ٻيا نمونا هن
بدبخت ملڪ تي جڙيائون، جيئن جوڙي ٻڌي نه سگهجي.
جيئن مسٽر نيول چيمبرلين چيو، ”اهو ٿين تجويزون
لاهي پوءِ جي حفاظتون عقل ۾ آيون سي مٿن
چنبڙايون ويون.“

سو نه ٿيو ته جوڙ لڳا ته هنن عنايتن ڪاڻ اوهانکي
وڏو اگهه ڏيڻو پوندو- شروع ۾ ڪي ڪروڙ رپيا ۽ پوءِ
سالياني رقم. جي سوراج جهڙي وٽ ۽ ڪا مشت ملٽي
آهي؟ اسين انهيءَ پرم هيٺ هواسين نه هندوستان مسڪين
اڳئين ٻار هيٺ حڪي نوءِ آزادي ملندي ڪم هلڪاني
ٿيندس. عام خلق ته انهيءَ آس تي جنگ آزاديءَ ۾
شامل ٿي هئي. پر هاڻ اڪ ڪلي نه اڳيون ٻار اٿلو وڌيو هو.

هندوستان جي مرض جو هي لطيفي علاج، ڏاڍي
سچي ۽ طالبه نزاڪت سان پيش ڪيو ويو. جي ڏسو
ته نه اوهنجا حاڪم ڪهڙا نه سخي انسان آهن؟ دنيا
جي تواريخ ۾ ٻئي ڪهڙي طاقت هن طرح پنهنجي
همت هيٺ ملڪ کي اهڙا سونا وجهه ۽ اختياريون ڏنيون

عمل ۾ هوا. فبروري ١٩٣٣ ۾ پتاجيءَ جي ورسي ملهائڻ جي پوليس منع ڪئي، جيتوڻيڪ غير ڪانگريسين ميڙ تي ڪوناڻيو ۽ سر ليبج بهادر ساپرو جهڙو شريف ٿڌو شخص سياپتي ٿيڙو هو. باقي آئينده ۾ اسانکي ڪهڙا عرش جا انب ملڻا هوا تنهنجو نمونو سرڪاري جوڙجڪي تجويز جو ”وائيٽ پيپر“ هڪ سوکڙي هو.

اهو ”وائيٽ پيپر“ به ڪو قابل غور دستاويز هو. پڙهندي ڏند چپن سان مڙيا ٿي. جڏهن هندستان ڌري هڪ عاليشان رياست بڻجڻو هو، جنهن جي حڪومت ۾ رياستن جي ٿاقيل عيوضين کي دخل ڏيڻ جو پورو حق هو. پر خود رياستن منجهه ڪنهنکي به پير پائڻ جي اجازت نه هئي ۽ هميشه وانگر نادرشاهي قائم رهڻي هئي. پراڻا سلطنتي ڪڙا قلف، قرض جا زنجير لهڻيدار لنبڊن سان اسانکي چوڪنيو بڌي رکڻ وارا هوا، ۽ ملڪ جي ناڻي ۽ مٺا سٺا جي پالسي سا به بئنڪ آف انگلنڊ هڪ رزرو بئنڪ جي ذريعي، اسان تي اڳي وانگر مڙهڻ واري هئي. هر طرح جي موجوده مالي ۽ ملڪيتي حقن جي زبردست حفاظت ڪئي ويئي، بلڪ نون قسمن جا بيا اهڙا حق پيدا ٿيڻا هوا. ملڪ جي ساري آمدني جڻ انهن حقن جي بچائڻ لاءِ گروي ڪئي ويئي. اهي عاليجاه سول ۽ بيون سلطنتي سروسون، جن سان اسانجي ڪيڏي نه محبت آهي، سي سڀ اڳي وانگر همت لائڻ بنا خود مختيار رهڻيون هيون، جيئن اسانکي سدارن جي انهين قسط لاءِ پاڙهي پڪو ڪن. ها بيشڪ اسانکي پرانتڪ خود مختياري عطا ٿي ٿي. پر پرانتڪ متان لاٽ صاحب هڪ ماباپ ۽ نادرشاهه ملڪ ۾ امن

ڪانگريس جي مقصدن لي ڪوبه ويچار ڪين ڪيو ويو. ٻن سالن جي سخت جدوجهد ۽ ڏيردونس بعد ڪانگريسي پاڻهر ڪڍيا ۽ هندستان ۾ ٿوڙي ناهر ڪيڙوٽيي کم وهيو واپرو هو. جوڙجڪي سدارن بابت سرڪار جون تجويزون شايع ٿيون هيون. اسين هي سب وقت مٿي مات ۾ هواسين ۽ سرڪار سب ٿڙ ٿڙ ڏاڍي ڪرڻ لاء ڏينهن رات ڪوڙو ٻرچار ڪيو هو. ڪئين دفعا ته رڳو سرڪار جي حامين ۾ نرم ڏر وارن طرفان چيو ويو هو ته ڪانگريس آزاديء جو مقصد ترڪ ڪيو هو. منهنجي خيال موجب ٻيو ته ته اسانجي سياسي مقصد لي زور ڏيڻ اهو صاف ۽ چٽو جاڻائڻ ۾ لي سگهي ته ساڻس پنگتي ۽ اقتصادي مقصد ۾ شامل ڪرڻ ضروري هو. ٻر هت ته فقط ٻن ڳالهين لي بحث محدود رهيو، يعني عام يا شخصي نافرماني ڪرڻ ۾ ڳجهه ڳوه وڪڻ يا ته وڪڻ. سرڪار سان ”صلح“ بابت به ڪي عجيب ڳالهيون هلون. پاپيان ٿو ته گانڌيجيء وائسراء ڏي هڪ تار موڪلي ملاقات گهري ۽ وائسراء جواب ۾ ناڪار ڪئي؛ پوء گانڌيجيء ٻيهر تار ڪئي ۽ ”عزت ٻرٽي ناه“ بابت به اکر لکيا. ٻر اهو ڳڻو شاه صلحاول هئو ڪنهي جنهنجي پنيان اسين ٻيا هواسين؟ هن وقت ته سرڪار ڏاڍي شد مد سان قوم کي هر طرح چيري چٽي رهي هئي ۽ الدمان بيت ۾ قيدين ٻران ليا‌ڳيا ٿي. ٻر جاتم ٿي ته جا به هجي، هيڻ هميشه صلح جي آج ڪرڻ گانڌيجيء جو طريقو هو.

حڪومت جي زبردستي زور شور سان جاري هئي ۽ عام ٿهرڪون لڳهوسار ڪرڻ لاء سب خاص قانون

ڄن ۾ رابندرانات ٽاگور، سي ـ ايف ـ ائنڊروز ۽ ٻيا هوا
ڄن جو ڪانگريس سان تعلق ڪونہ هو، پنهنجن صحين
سان هڪ اپيل ڪيدي، جنهن ۾ انڊمان ۾ قيدين سان
انساني ورتاءَ جي ۽ خاص ڪري هندستان جي جيلن ۾
سندن بدليءَ جون گهرون ڪيائون. هند سرڪار جي
هوم ميمبر تنهن بيان تي خوب ناراضپو ڏيکاريو ۽ صحي
ڪندڙن تي هن قسم جي همدردي ڏيکارڻ ڪري
ڏمر ڪيو. پوءِ تہ پانيان ٿو فقط همدرديءَ جو اظهار
بہ بينگال ۾ گناہ ڪيو ويو.

پيو پيرو ڇهن هفتن جي مهلي ختم ٿي تنهن کان
اڳہ دهرادون جيل ۾ خبرون آيون تہ گانڌيجيءَ پوني
۾ هڪ سهڄ سياءَ ڪانفرنس سڏائي هئي. ۽ ٿي سؤ
ڄنا اُتي ٻاڻ ۾ گڏيا ۽ گانڌيجيءَ جي صلاح سان
عام هلچل روڪي ويئي، پر شخصي نافرماني جي
اجازت رهي. سڀ لڪل طريقا منع ڪيا ويا، سي
فيصلا ڪي دليون اُٿارڻ وارا ڪين هوا، پر حالتن پٺاندر
مونکي ڪو خاص اعتراض ڪين هو. عام طور نافرماني
بند رکڻ سو تہ فقط موجوده حالتن مٿان ٻاهريون ٺپو
هڻڻو هو، ڇو جو سچ پچ تہ عام هلچل اڳيئي بند ٿي
ويئي هئي. لڪل ڪم سو ڪم نہ پر ڪم جو هڪ ٻهانو
هو ۽ اسانجي هلچل جو سياو نمونو خيال ۾ رکي اڪثري
اُئلو اسانکي بي همٿيو بڻائڻ وارو هو. تعلق رکڻ ۽ هدايتون
پهچائڻ لاءِ لڪل طريقا قدري ڪارگر هوا، پر خود هلچل
تہ لڪل ٿي نٿي سگهي.

پر جنهن ڳالهہ ڪري نہ رڳو عجب پر ارمان ٿيم سا
هيءَ هئي جو پوني جي ميڙ ۾ موجوده حالتن ۽

تني ڪري سگهجي. دراصل مهمليءَ کان اڳ هلچل جي اڳواڻي به بزدل ۽ بيڪار ثابت ٿي چڪي هئي. لنڊ‍زيون خسيس ڪاشرنسون ٿيڻ لڳيون هيون ۽ هر طرح جا اُواه ٿهلجي ويا، جن ڪم کي نستو ڪري ڇڏيو. ڪي ڪانگريس جا انڪتنگ ۽ ير بدنت ۽ مانائتا ماڻهو هوا ير ڪين هن جنگ جو مهندار بڻائڻ سائن ظلم ڪرڻو هو. منجهن لڪ جا جهجها آثار ظاهر هوا ۽ ڏکيائن کان حند بچائڻ جاهيائون ٿي. مٿين مهندارن کي بڏلدو ڙندو ۽ من منجهيل ڏسي هيسان ڪجھ ناراض ٿيا ير جنهن صورت ير سپ ڪانگرس جماعتون بيقاعدي هيون تنهن صورت ير ايمت سو اهو ناراضو ظاهر ڪرڻ ڏکيو ٿي پيو.

لنهن ڪانپوءِ گانڌيجيءَ ۲۱ڏينهن اُپواس وار يو. جيل مان آزاد ٿيو ۽ ڇهه هفتا هلچل مهمل ٿي. اُپواس خبر سان ختم ٿيو ۽ آهستي آهستي هن وري پاڻ کنيو. جون جي وچ ڌاري هلچل ٻيا ڇهه هفتا مهمل ڪئي وئي. ليسين سرڪار ڪنهن به طرح پنهنجي اُره زوراوري گهٽ نه ڪئي. بنگال جا ڪرانيڪار اندمان ٻيٽن ير قيد رکيل هوا. خراب ورتاءَ جي سوال تي هنن بک هڙتال ڪيو ۽ هڪ ٻه ڄڻا بکون ڪيڏندي پران ٿيا ڳي ويا. ٻيا ٻه ڄڻا ٻولي ير پيل هوا. جن اندمان جي ڪارروائن تي اعتراض ونڻ لاءِ ميٽنگن ير تقريرون ڪيون سي پاڻ گرفتار ٿي سزاياب ٿيا. سرڪار لکيي اسانکي نه رڳو سختيون سهڻيون، ير مٿي مانت ير سهڻيون هيون. يوءَ ڪري ٻيو ڪو رستو نه ڏسي اسين بک هڙتال رستي پاڻ منا ڪريون. ڪي مهنا پوءِ، سيپٽمبر ۱۹۳۳ ير جڏهن آءٌ به آزاد هوس، ڪن معزز ۽ مشهور ماڻهن

## برطانيہ حڪومت جي دورنگي نيتي

حالتن هيٺ ڪين جهڙي سماجڪ ترقي ڪري سگهه
تا ۽ پوءِ ڪري ظاهري ڪي ڪاتا چونڊيل وزيرن کي
سونپيا ويا. سرڪار جي هيڏي ڳري ڇپ جهونن
خيالن وارن کي مددگار ٿئي ٿي ۽ هاڻ ڪن پيڙهين کان
وٺي برطانيہ سرڪار آزاد خيالي ۽ عمل ڇٽ ڪري
اسان تي نادرشاهي يا جيئن پاڻ چوي ٿي "ماباپ"
جي حاڪمي هلائي آهي. ڪيس ڪابہ غير عملداري
سنگٺت هلچل پسند ناهي ۽ منجهائس ڪيس ڪانہ ڪا
بانس ضرور اچي ٿي. هريجن هلچل، هيٺرين خبردارين
وٺندي بہ وقتي عملدارن سان ٽڪر ڪاڏو آهي. مونکي
سورهن ئي آنا خاطري آهي تہ جي سيان ڪانگريس
قومي پيماني تي صابڻ جي استعمال بابت خوب پرچار
ڪري تہ ڪيترن هند سرڪار سان ٽڪر ڪائيندي.
مان نٿو ڀانيان تہ جي حڪومت سچائيءَ تي ٻيهي
تہ عام خلق کي سماجڪ سڌارن جي طرف باز نہ آڻي
سگهندي. پر ڌاريا حاڪم هميشہ شڪ هيٺ اچن ٿا ۽
ماڻهن جون دليون قبري نٿا سگهن. جي ڌاريا هتان
دور ڪيا وڃن ۽ جي اقتصادي تبديليون پهرين
ڪيون وڃن تہ خاطري اٿم تہ ڪابہ همٿ ڀري سرڪار
سولائي سان چڱا خاصا سڌارا ڪري سگهندي.

پر جيلن اندر اسانکي سماجڪ سڌارن، ساردا ائڪٽ
۽ هريجن هلچل جو فڪر اوتو ڪونہ هو. فڪر ۽ خفو
اهوئي هو تہ ڇو هريجن هلچل جي آڏو آئي ٿي. سال ١٩٣٣
مئي مهني ۾ نافرماني هلچل ڇهن هفتن لاءِ بند ڪئي
ويئي ۽ اسين اڪيون پائي ويٺاسين تہ پوءِ ڇا ٿو ٿئي.
هت مهماڻيءَ هلچل کي آخرين ڌڪ ڏنو، ڇو جو جنگ
آزادي مخولبازي ڪري، اڄ بند ۽ سياڻي وري شروع

۾ ڪي جو لد ماڻهو مبڙي فقط للها اُهواو پاس ڪري
انهون ٿي. انهن ۾ شاناتي مردالي طريقي يا ٿر آل انديا
استري منڊل وانگر شاناتي زنالي لموني ڪر ڪار
هلايو ٿي. ۽ انهن کي زبردست برجار ڪرڻ جي
اندرين آگر هئي. ببو ۾ جن آرڊيننس ۽ لاڳيتن قانون
سبب ملڪي لڏريڪون ڏبي بند ڪمون هيون ٿن،
انهن سنستائن کي به سڪاني مرده ڪري ڇڏيو هو.
مارشل لا ممڪن آهي ۾ انقلابي حرڪتن کي جت
ڪري ڇڏي، پر ساڳئي وقت سيبتا ۽ سيبه لڏريڪن
کي به لستو ڪري ڇڏي ٿو.

پر ڪانگريس ۽ ٻيون غير سرڪاري جماعتون
سماجڪ سڌاري لاءِ گهڻو ڪجهه لتيون ڪري سگهن
ٿيهنجو بوهڪ گهڻو سبب آهي. اسان قوميا جي
مرض ۾ مبتلا آهيون ۽ اسانجو سارو ڏيان اوڏانهن
ڇڪيل آهي ۽ ڇڪيل رهندو جيسين ڪي اسان سياسي
آزادي حاصل ڪندا سون. جيئن برناردشا چيو آهي،
" غلام ملڪ انهي ماڻهوءَ وانگر آهي جنهنکي سرطان
جو مرض هجي؛ اهڙو شخص بيءَ ڪنهن به ڳالهه جو
خيال ڪري نتو سگهي ... در اصل ڪنهن به قوم لاءِ
قومي لڏرڪ کان مٿي ٻي ڪا ڳري مصيبت ڪانهي
جا جڻ قدري نموني ۾ هلڻ جلڻ جي هڪ دردناڪ
علامت آهي. غلام قومون دنيا جي ترقي ڪندڙ قومن
کان پنتي پيجو وڃن، ڇو جو ڪين هڪ ئي لوڙي
لڳي رهي ٿي، ۾ ڪيئن قومي آزادي حاصل ڪري
قومي لڏريڪن جي آزاد ڪان آجيون ٿيون."

تازي آزمودي مان ظاهر ٿيو آهي ته اسان موجوده

حامي ۽ حمايتي ٿيندا. سندن لسگهہ لاڳاپا ملڪ جي
نهايت تنگ دل ۽ پنهنجي پيل گروهن سان گهرا ٿيندا ويا
آهن. جيئن جيئن سندن راڄ جي مخالفت وڌي ٿي
تيئن تيئن ڪين عجيب غريب همراھ ڳولها پون ٿا ۽ اڄ ملڪ
۾ انگريز راڄ جا وڏي ۾ وڏا حامي هڪ پاسي ڪٽر
فرقيباز ۽ ٻئي پاسي مذهبي پاڳل ۽ سداري جا دشمن آهن.
مسلم فرقي پرست جماعتون تہ سڀڪنهن نظر سان-
سياسي، اقتصادي ۽ سماجڪ- نائو ڇڙهيل تنگ دل
آهن. هندو سيا بہ ساڻن ڪلهو ڳسائي رهي آهي، پر
هن پنهنجي پوڻ جي شرط ۾ سنائتي يار تہ ڇڻ ونڻ جائي
ناهن. جهڙا سداري جا شترو اهڙائي وڏي واڪي
انگريز راڄ جا وفادار آهن.

پر جي برطانيہ حڪومت ڇپن ڪي چنو لڳائي
ويني ۽ ساردا ائڪٽ سمجهائڻ ۽ عمل ۾ آڻڻ لاء ڪہ
پڇي ۾ نہ ڪيائين، تہ پلا ڪانگريس ۽ ٻين غير سرڪاري
سنستائن ائڪٽ بابت ڇوڪين خوب پرچار ڪيو؟
هي سوال اڪثري انگريز ۽ يورپي اسان کان پڇندا
ڪندا آهن. ڪانگريس بابت ايترو چئبو تہ پوين
پندرهن سالن کان وٺي ۽ خاص ڪري ١٩٣٠ کان
انگريز حاڪمن سان لڙڻ ۽ قومي آزادي هٿ ڪرڻ
۾ پاڻ فنا ڪري رهي آهي. باقي ٻين سنستائن ۾ نہ
ڏوم آهي ۽ نہ عام سان لاڳاپا اٿن. ڳالون مرد جن کي
آدرش هوا، جي ڇرتروان هوا، جن جو عام تي اثر هو
سي ڪانگريس ڏي ڇڪجي ويا ۽ انهن تہ ڳچ وقت
جيلن اندر ڪاٽيو آهي.

پيون سنستائون تہ عام جي ڇوپ کان ڇپيون

شايع ڪري سگهي ٿي، جن لوان گناهه پيدا ڪري، هڪڙن جي گناهن جون ٻين کي سزائون ڏنيون ٿي؛ جن هيٺ هزارين ماڻهو جيلن ۾ وڃي قانوٽيا سا ساڳي سرڪار سارڊا ائڪٽ جهڙو رواجي قانون عمل ۾ آڻڻ کان ڊ لي ٿي. قانون جو اوائلي ائو الاو ٿيو جو قانون هيٺ گناهه بي حد وڌي ويو، ڇو جو قانون بيوقوفي ڪري ڇهن مهنن جي مهلت ڏني هئي؛ ماڻهن ڊ وڙڪ الهيءِ مهلت جو ٻيڙو فائدو ورتو. ٻوءِ ڏلو ويو ته هي قانون هڪ وڏو ڇوڇو هو؛ ڪو به هڪ ٻيا سندس انحرافي ڪري سگهيو ٿي. سرڪار طرفان ته ڪو به پرچار ڪول ڪيو ويو؛ اڪثر ڳوٺن ۾ خبر ٿي ڪانه هئي ته هي ائڪٽ ڪهڙي بلا هو. هندو ۽ مسلمان پرچارڪن وٽان ماڻهن کي اونڌي اُبتي خبر پئي، جن پرچارڪن کي صحيح حقيقت مان ورلي واقفيت هئي.

ظاهر آهي ته هندستان ۾ برطانيه حڪومت جو هن حدتائين سماجڪ خرابين برداشت ڪيون آهن سو هن ڪري نه ته اهي پسند اٿس. انهن برابر آهي ته اهي ٽڙپ ڪڍڻ لاءِ گهٽي اون ڪانه اٿس، جو هو اهي خرابيون ملڪ مٿان حڪمراني ڪرڻ ۾ ملڪ کي ٻيڙڻ ۾ ڪو به دخل اندرون ڏين. اهو به خطرو هجس ٿو ته متان سماجڪ سڌارا پيش ڪندي قسمين قسمين جا ماڻهو رنج ٿين. جا حڪومت اڳئي سياسي ميدان ۾ ڪاوڙ غصي کي منهن ڏيئي رهي آهي سا حڪومت پنهنجون تڪليفون وڌائڻ ڪين چاهيندي. پر تازو سڌارڪ جي نظر کان حالتون اڳي کان وڌيڪ بگڙيون آهن، سبب جو انگريز وٽن تا الهن خرابين جا وڌيڪ

حامي ۽ حمايتي ٿيندا. سنڌ ۾ لڳ لاڳاپا ملڪ جي نهايت تنگ دل ۽ پٺتي پيل گروهن سان گهرا ٿيندا ويا آهن. جيئن جيئن سنڌ ۾ راڄ جي مخالفت وڌي ٿي تيئن تيئن ڪين عجيب غريب همراه ڳولهيا پون ٿا ۽ اڄ ملڪ ۾ انگريز راڄ جا وڏي ۾ وڏا حامي هڪ پاسي ڪٽر فرقيباز ۽ ٻئي پاسي مذهبي پاڳل ۽ سڌاري جا دشمن آهن. مسلم فرقي پرست جماعتون ته سڀڪنهن نظر سان - سياسي، اقتصادي ۽ سماجڪ - ناڻو چڙهيل تنگ دل آهن. هندو سڀا به ساڻن ڪلهو ڪلهي گسائي رهي آهي، پر هن پٺتي پوڻ جي شرط ۾ سناتني يار ته ڄڻ ونڊ جا ئي لاهن. جهڙا سڌاري جا شترو اهڙائي وڏي واڪي انگريز راڄ جا وفادار آهن.

پر جي برطانيہ حڪومت ڇپن ڪي ڇنو لڳائي ويٺي ۽ ساردا ائڪٽ سمجهائڻ ۽ عمل ۾ آڻڻ لاءِ ڪڪ پڇي به نہ ڪيائين، تہ پلا ڪانگريس ۽ ٻين غير سرڪاري سنستائن ائڪٽ بابت ڇوڪين خوب پرچار ڪيو؟ هي سوال اڪثري انگريز ۽ يورپي اسان کان پڇندا ڪندا آهن. ڪانگريس بابت ايترو ڇمبو تہ پوين پندرهن سالن کان وٺي ۽ خاص ڪري ١٩٣٠ کان انگريز حاڪمن سان اڙڻ ۽ قومي آزادي هٿ ڪرڻ ۾ پاڻ فنا ڪري رهي آهي. باقي ٻين سنستائن ۾ نہ ڏوم آهي ۽ نہ عام سان لاڳاپا اٿن. ڏالون مرد جن کي آدرش هوا، جي ڇرتروان هوا، جن جو عام تي اثر هو سي ڪانگريس ڏي ڇڪجي ويا ۽ انهن تہ گهڻو وقت جيلن اندر ڪاٽيو آهي.

پيون سنستائون تہ عام جي چوپ کان ڇپيون ٿي

شايع ڪري سگهي ٿي، جن نوان گناهه پيدا ڪري، هڪڙن جي گناهن جون بہ ڪي سزائون ڏنيون ٿي؛ جن هيٺ هزارين ماڻهو جيلن ۾ وڃي قابو ٿيا سا ساڳي سرڪار ساردا ائڪٽ جهڙو رواجي قانون عمل ۾ آڻڻ ڪان ڌلي ٿي. قانون جو اوائلي اثر اهو ٿيو جو قانون هيٺ گناهه بي حد وڌي ويو، جو جو قانون بيوقوفي ڪري ڇهن مهنن جي مهلت ڏني هئي؛ ماڻهن ڌوڙي الهيءَ مهلت جو پورو فائدو ورتو. بوءِ ڏنو ويو تہ هي قانون هڪ وڏو چرچو هو؛ ڪو بہ هڪ ٻيا سندس انحرافي ڪري سگهيو ٿي. سرڪار طرفان تہ ڪوبہ پرچار ڪونہ ڪيو ويو؛ اڪثري ڳوٺن ۾ خبر ٿي ڪانہ هئي تہ هي ائڪٽ ڪهڙي بلا هو. هندو؛ مسلمان پرچارڪن ونان ماڻهن کي اونڌي اٿتي ڪجهہ ٻڌي، جن پرچارڪن کي صحيح حقيقت مان ورلي واقفيت هئي.

ظاهر آهي تہ هندستان ۾ برطانيہ حڪومت جو هن حدتائين سماجڪ خرابيون برداشت ڪيون آهن سو هن ڪري تہ تہ اهي پسند اٿس. انهن برابر آهي تہ اهي تڙي ڪيڻ لاءِ گهٽي اون ڪانہ اٿس، جو جو اهي خرابيون ملڪ مٿان حڪمراني ڪرڻ ۾ ملڪ کي ٻيڙڻ ۾ ڪونہ دخل لڳيون ڏين. اهو بہ خطرو رهيس ٿو تہ متان سماجڪ سڌارا پيش ڪندي قسمين قسمين جا ماڻهو رنج ٿين. جا حڪومت اڳيئي سياسي ميدان ۾ ڪاوڙ غصي کي منهن ڏيئي رهي آهي سا حڪومت پيهنجون تڪليفون وڌائڻ ڪين چاهيندي. پر تازو سڌارڪ جي نظر ڪان حالتون اڳي کان وڌيڪ بگڙيون آهن، سبب جو انگريز وچن تا انهن خرابين جا وڌيڪ

جا گيت ڳائي، سرڪار جي "ڊورنگي نيتيءَ" جي ڪاميابيءَ لاءِ دعائون پنيون هوائون.

اهڙين حالتن ۾ گانڌيجيءَ جي اپيل تي آءٌ واڻڙو ٿي ٿيس ۽ تيهان وقت ڪ راجگوپالچاريہ جي هٺ پچاڙ تي، جو فقط ڪي هفتا اڳ ڪانگريس جو انڪنگ پريزيڊنٽ هو، هنن نون شخلن ڪري هل چل ڪي هاڃي رسي، پر جنهن ڳالهہ ڏکويم ٿي سو هن سوال جي اخلاقي طرف. منهنجي نظر ۾ گانڌيجي يا ٻيا ڪنهن ڪانگريس ليڊر جو هنن ڳالهين ۾ هٿ وجهڻ اخلاقي خيال کان ناجائز هو ۽ جي هزارين جيلن ۾ هوا يا ٻاهر جنگ لڙي رهيا هوا تن سان وعده شڪني هئي. پر سمجهيم ٿي تہ گانڌيجيءَ هي سڀ ٻي نظر سان ڏٺو ٿي.

منڊر برويش بل ڏي جيڪو سرڪار تڏهن ۽ پوءِ رخ ورتو سو ڏسي اسانجون اکيون کليون. بل پيش ڪندڙن جي راهہ ۾ هرقسم جا روڙا وڌائين، پوءِ بل مهمل ڪيائين، مخالفت ڇيڙيائين ۽ آخر ڪار پاڻ مخالفت ڪري بل ختم ڪيائين در اصل ملڪ ۾ سيني سماجڪ سڌارن ڏي سندس تورو گهڻو اهڙوئي رخ رهيو آهي ۽ ڌرمي ڳالهين ۾ دست اندازي نہ ڪرڻ جي بهاني سماجڪ سڌارن کي بنجو ڏنوائس. پر ساڳي وقت اسانجي سماجڪ خرابين تي نڪتہ چيني ڪندي يا ٻين کي ڇيڙيندي ذرو بہ نہ هڇڪي آهي. ڪٿي ڇنجي تہ پيل ۾ ساردا بال - وواهہ بندش جو بل پاس ٿي ويو ۽ پوءِ قانون جو برو حال ڏسي خبر پيئي تہ سرڪار ڪيتري قدر اهڙا قانون عمل ۾ آڻڻ کان گسي ٿي. جا سرڪار راتو واهہ آرڊيننس جا ستا

## ٤٨ — برطانيه حڪومت جي ٻورنگي نيتي.

هريجن هلچل جاري هئي. پهرين يروڊا جيل مان ۽ پوءِ ٻاهران گانڌيجي سندس رهبري ڪئي ٿي. ملڪ ۾ سخت جلبلي هئي ته مندر پرويش تان بندشون لاٿيون وڃن ۽ انهيءَ مراد سان هڪ بل مرڪزي اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو ويو ۽ پوءِ هڪ ترس جهڙي ڳالهه ٿي، جو هڪ ٻالي مشهور ڪانگريس ليڊر دهليءَ ۾ اسيمبلي ميمبرن جي گهر گهر ويو ۽ مندر پرويش بل لاءِ سندن ووٽ هٿ ڪرڻ لڳو. خود گانڌيجي سندس هٿان ميمبرن ڏي اپيل موڪلي، سو سڀ لڏهن ڀڏهن نافرماني تحريڪ اڃا چالو هئي، ماڻهو اڃا جيلن ۾ پئي ويا، ۽ اسيمبليءَ جو ڪانگريس بهشڪار ڪيو هو ۽ سڀ اسانجا ميمبر اُها ڇڏي آيا هوا. جو ٻولو باقي رهيو هو ۽ جي ٻوءِ خالي جڳهون ڀري وينا، تن هن نازڪ وقت ڪانگريس لي جلهون ۽ سرڪار جي پنيرائي ڪري پاڻ موڪيو هو. جهڄهن ته حڪومت کي سخت قاعدا پاس ڪرڻ ۾ ۽ اُنهن لڳرن آرڊيننس کي پڪو بڻائڻ ۾ ڪافي مدد ڏني هئي. اُهي اوٽاوا ڳاڻه ڳجهي وينا هوا ۽ دهلي سملي لنڊن ۾ ٻئين ماڻهن سان ڪاٺي پئي مزا ماڻي ۽ هندوستان ۾ برطانيه راڄ جي شڪرگذاري

هڪ ٽڪو ٿي سچائي سان، کهڙي به قربانيءَ لاءِ تيار ٿي سچ جي ڳولا ڪري ٿو ته آءٌ اهو ويچار ڌرمي سڏيندس. سبب جو ڌرم اندر اهو وشواس سمايل آهي ته منش جي جنن جي اعليٰ مراد آهي، جا موجوده سماج جي جيون ۾ پر منش جاتيءَ جي جيون کان به اونچي آهي. خود ناستڪتا، جڏهن سگهارن سياون ۾ واسو ڪري ٿي ۽ جڏهن طاقت جو ۽ نه ڪمزوريءَ جو اظهار ڪري ٿي، تڏهن مذهبي روح جي شاندار فوج ۾ ملي قدم کڻي ٿي.

جي شرط رومين رولنڊ ڏنا آهن سي پورا ڪرڻ جي آءٌ هام نٿو هڻان، پر انهن شرطن تي آءٌ به هن شاندار فوج جي پنيان پير پرڻ لاءِ تيار آهيان.



ترالو ڪن ٿا. پڌرو آهي تہ هن شبد جو اُبوڪ هڙ
ڌرم لي ٽيڪا ٽيڻو ڪندڙ ن کان تنهہ ترالو ڪري ٿو
۽ شايد ڌرم جي معنيٰ نبتي ڪري ٿو. هن ريت ساڳيو
شبد ڌار ڌار معنائن ۾ استعمال ڪرڻ هڪ ٻئيءَ کي سمجهڻ
ڏکيو ڪري ڇڏي.

ڌرم شبد جي وياکيا تازو پروفيسر جان ڊيوئي
هن ريت ڪئي آهي، جا شايد ڌرمي ماڻهو قبول
نہ ڪن. سندس خيال موجب ڌرم اُها چيز آهي جا
"جيون جي چڙو چڙ ۽ ڦرندڙ گهولدڙ واقعن کي ملائي
سمجهڻ جي ڪنجي آهي." يا "ڪا بہ پرورش لي جا
هڪ آدرش اڳيان رکي، الڪون اورانگهي، ڪست
سهي جاري ڪئي وڃي ٿي ۽ انهيءَ خيال کان تہ عام
جي هميشہ يلي لاءِ ٿيندي سا پرورلي ڌرمي روپ
جي آهي." جي ڌرم جي معنيٰ اِها آهي تہ ڪنهن
کي بہ هن لي اعتراض ٿي نتو سگهي.

رومين رولند بہ ڌرم شبد کي ڇڪي اهڙي معنيٰ
ڏني آهي جو سيني ڌرمن جا پڪا پوڄاري شايد ٽپ
ڇڏيندا. پنهنجي ڪتاب Life of Ramakrishna ۾
لکي ٿو تہ، "ڪئين اهڙا منش جي هر قسم جي ڌرمي
ميتا کان آجا آهن يا پاڻکي آجا سمجهن ٿا، پر جي
سچ پچ بڌيءَ کان مٿي هڪ سچيت اوستا ۾ مگهن
وهن ٿا، جنهن کي هو ساميواد، ڪميونسٽ واد،
منش هِت واد، قوم واد، بُڌي واد ڪري سڏين ٿا.
وچار جي گڻ خاصيت مان ۽ نہ وچار جي مضمون يا
مقصد مان سهي ڪري نہ وچار ڪيئن آيبن ٿو، يعني
ڌرم مان آيبن ٿيو يا نہ. جي اهو وچار جا بہ ٽئي

هڪ ٽڪو ٿي سچائي سان، کهڙي به قربانيءَ لاءِ تيار ٿي سچ جي ڳولا ڪري ٿو ته آءٌ اهو ويچار ڌرمي سڏيندس. سبب جو ڌرم اندر اِهو وشواس سمايل آهي ته منش جي جنم جي اعليٰ مراد آهي، جا موجوده سماج جي جيون ۾ منش جاتيءَ جي جيون کان به اونچي آهي. خود ناستڪتا، جڏهن سگهارن سياڻن ۾ واسو ڪري ٿي ۽ جڏهن طاقت جوءِ نه ڪمزوريءَ جو اظهار ڪري ٿي، تڏهن مذهبي روح جي شاندار فوج ۾ ملي قدم کڻي ٿي.

جي شرط رومين رولنڊ ڏنا آهن سي پورا ڪرڻ جي آءٌ هام نٿو هڻان، پر انهن شرطن تي آءٌ به هن شاندار فوج جي پنيان پير پرڻ لاءِ تيار آهيان.



ترالو ڪن ٿا. پڌرو آهي تہ هن شبد جو اُپيوگ هڙ ڌرم ني ٿيڪا ٿبطو ڪندڙن ڪان نيهہ ترالو ڪري ٿو ۽ شايد ڌرم جي معنيٰ ٿبتي ڪري ٿو. هن ريت ساڳيو شبد ڌار ڌار معنائن ۾ استعمال ڪرڻ هڪ ڀيءُ ڪي سمجهڻ ڏکيو ڪري ڇڏي.

ڌرم شبد جي وياکيا تازو پروفيسر جان ڊيوئي هن ريت ڪئي آهي، جا شايد ڌرمي ماڻهو قبول نہ ڪن. سندس خيال موجب ڌرم اها چيز آهي جا "جيون جي چڙوچڙ ۽ ڦرلدڙ گهرلدڙ واقعن ڪي ملائي سمجهڻ جي ڪنجي آهي." يا "ڪا بہ پروڙ ني جا هڪ آدرش اڳيان رکي، اٽڪون اورانگهي، ڪنهن سهي جاري ڪئي وڃي ٿي ۽ اهيءَ خيال ڪان تہ عام جي هميشہ ڀلي لاءِ ٿيندي سا پروڙلي ڌرمي روپ جي آهي." جي ڌرم جي معنيٰ اِها آهي تہ ڪنهن کي بہ هن تي اعتراض ٿي نتو سگهي.

رومين رولند بہ ڌرم شبد کي ڇڪي اهڙي معنيٰ ڏني آهي جو سيني ڌرمن جا پڪا پوڄاري شايد ٿب ڇڏيندا. پنهنجي ڪتاب Life of Ramakrishna ۾ لکي ٿو تہ، "ڪئين اهڙا منش جي هر قسم جي ڌرمي مٽيتا کان آجا آهن يا پاڻکي آجا سمجهن ٿا، پر جي سچ پچ بُڌيءَ کان مٿي هڪ سچيت اوستا ۾ مگهن وڃن ٿا، جنهن کي هو سامياواد، ڪميولسٽ واد، منش هت واد، قوم واد، بُڌي واد ڪري سڏين ٿا. وچڙ جي گرهڻ خاصيت مان ۽ نہ وچار جي مضمون يا مقصد تان سچي ڪبو تہ وچار ڪيئن اُتپن ٿيو، يعني ڌرم مان اُتپن ٿيو يا نہ. جي اِهو وچار جا بہ ٿئي

قوم سياست ۽ اقتصاديت ۾ ٻيءَ قوم جي غلام آهي ۽
هر طرح پدل جڪڙيل ۽ آزاريل آهي سا ڪڏهن به
اندرين ترقي نٿي پائي سگهي. يعنيٰ ته اندرين ترقي
لاءِ به ٻاهرين آزاديءَ ۽ موافق وايو منڊل ضروري آهن.
اها ٻاهرين آزادي حاصل ڪرڻ ۽ وايو منڊل بدلائڻ
لاءِ جيئن اندرئين اُنتيءَ ۾ ڪي به اٽڪون نه پون،
ضروري آهي ته اهڙا اُپاءُ وٺجن جي مقصد تي پهچائڻ
۾ آڏو نه اچن. جڏهن گانڌيجي چوندو آهي ته مقصد
کان اُپاءُ مٿي ۽ مکيه آهن. تڏهن ڀانيان ٿو ته سندس
چوڻ جو به ساڳيوئي مطلب آهي. پر ساڳئي وقت
اُپاءُ جوڳا هئڻ کپن جي مقصد ڏي نين ٻيءَ صورت ۾
سڀ ڪوششون بيڪار ٿينديون ۽ ڪير ڄاڻي، اندر
توڙي ٻاهر، اڳي کان به بدتر حالتون ٿين.

ڪنهن هنڌ گانڌيجيءَ لکيو آهي ته، ”ڪو به منش
ڌرم بنا جيئي نٿو سگهي. ڪي اهڙا آهن جي پنهنجي
عقل جي اَيمان ۾ چون ٿا ته اسانجو ڌرم سان ڪو به
واسطو ناهي. پر سي انهيءَ ماڻهوءَ وانگر آهن جو چوي
ته آءٌ ساهه کڻان ٿو پر مونکي نڪ آهي ئي ڪو نه.“
ٻئي هنڌ وري هيئن چوي ٿو ته، ”سچ جي پو
مونکي راجنيتي جي کيتر اندر آندو آهي؛ ۽ آءٌ ڪنه
به هٻڪ بنا، پر نمرتا ڀاءُ سان، چوان ٿو ته جي شخ
ڀائين ٿا ته ڌرم جو راجنيتيءَ سان ڪو به واسطو نا
تن کي ڌرم جي ارٿ جي ڪل ڪانهي.“ شايد سند
لکيو وڌيڪ صحيح ٿئي ها جي چوي ها ته ج
شخص ڌرم کي راجنيتيءَ کان طلاق ڏ
چاهين ٿا سي شخص ”ڌرم“ شبد جو ارٿ ڪانئس

آڻڻي آهي )؟ شايد مذهب معنحل انسان جي اندرين ترقي ۽ سندس چت جو الهيءَ طرف وڪاس جو چڱو سمجهيو وڃي ٿو. اهو ڪهڙو طرف آهي تنهن بابت نه تڪرار ڪبندو. پر جيتري قدر آءٌ سمجهان ٿو مذهب الهيءَ اندرئين تبديليءَ تي زور ڏئي ٿو ۽ چوي ٿو ته ٻاهرين تبديلي بـ الهي اندرئين جـو ٻاهرو آهـي. ڪو به شڪ ناهي ته اندرئين وڪاس جو ٻاهرين حالتن تي خوب اثر پوي ٿو. پر ايترو نه پڌرو آهي ته ٻاهرين حالتن جو اندرئين وڪاس تي خوب اثر ٿئي ٿو. ٻنهي جو هڪ ٻئي تي اثر آهي. عالم آشڪار آهي ته موجوده ڏٺن واري مغرب پر اندرين ڪان ٻاهريان سڌارا گهڻو تمر وڏي ويا آهن. پر تنهنجي معنحل ناهي ته جيئن ڪنهن ماڻهو مشرق پر سمجهي ويـنـا آهن، ڇاڪاڻ اسين ڏٺن پر پٽتي ۽ ٻاهرين سڌارن پر ٻرا آهيون، تنهنڪري اسانجو اندريون وڪاس وڌيڪ ٿيو آهي.
اهو هڪ اسانجو پرم پولو آهي جنهنسان اسين پاڻکي دلاسو ڏيون ٿا ۽ پهنجي هيٺائي کي لڪائڻ چاهيون ٿا. ممڪن آهي ته خاص شخص ٻاهرين حالتن ۽ وايومنڊل تي غالب پئي اندر چوڏول پر وڃي چوٽ چڙهن. پر وڏن گروهن ۽ قومن لاءِ ڪنهن حد اندر ٻاهرين ترقي ضروري آهي جنهن بنا اندرين ترقي محال آهي. جو شخص اقتصادي حالتن جو شڪار بڻجي ٿو ۽ جو شخص روز مره جـي روزگار لاءِ محتاج آهـي سـو شخص ڪنهن اوچي درجي جو اندريون وڪاس ورلي حاصل ڪري سگهندو. جـو طبقو پيڙيل ۽ پائمال آهي سـو ڪڏهن نه اندرين ترقي حاصل ڪري سگهي.. جا

ڪو بہ ٻيو لفظ ڪونہ ليندو جنهنجون ٻيا ٻيا
ٻوليءَ ۾ ڪو ٻيو لفظ ڪونہ ليندو جنهنجون ٻيا ٻيا معنائون ڪيندا؛ جهڙوڪ
ماڻهو اينتريون ٻيون ٻيون معنائون ڪيندا؛ جهڙوڪ
ماڻهو اينتريون ٻيون ٻيون معنائون ڪيندا؛ تہ اِهو لفظ پڙهندي يا
”مذهب“ لفظ. ممڪن آهي تہ اِهو لفظ پڙهندي يا
ٻڌندي ڪي بہ ڄڻا مشڪل ملندا جن جي من ۾ ساڳيا
خيال ويچار ۽ صورتون ڪڙيون ٿينديون. انهن خيالن ۽
صورتن ۾ هي سڀ هجن يعني پوڄا پاٺ، ڪريا ڪرم،
ڌرمي گرنٿ، ماڻهن جو سماج، ڪي مٺيون مٺائون،
نيتي، شرڌا، پريم، ڀؤ، گهرٽا، ديا، بليدان، تپسيا،
اُپواس، يوڄن، پرارٿنا، پراچين اتهاس، شادي، غمي،
پرلوڪ، فساد ۽ مارا ماري وغيره. انهن سڀني قسمن جي
خيالن ۽ صورتن ڪري نہ رڳو سمجهڻ ۾ بي حد گڙٻڙ پيدا
ٿئي ٿي پر ڪري چئجي تہ هميشه جوش جولان اُٿي
ٿو، جنهنڪري ٿڌي سيني ويچار ڪرڻ محال ٿيو
پوي. هن لفظ ”مذهب“ ڪي جي ڪٿي ڪو خاص
مطلب هو تہ هاڻ اهو نہ رهيو آهي. باقي لفظ فقط مونجهارو
ڪري ٿو ۽ ڀين ڀين معنائن ڏيڻ ڪري اَجائي ازحد
بحث تڪرار جو سبب بڻجي ٿو. ڏاڍو چڱو ٿئي، جي
اِهو لفظ بنهہ ڪم نہ آڻجي ۽ سندس جڳهہ تي ٻيا لفظ
پر جِٽين ۽ خاص معنائن سان ڪم آڻجن مثلاً: ايشور
وديا، تتوگيان، نيتي، نيتي شاستر، آتمڪتا، آڌياتم
وديا، ڪرتويہ، ڪريا ڪرم وغيره. خود اِهي لفظ بہ
پورا صاف ناهن، پر تڏهن بہ سندن مطلب وري بہ ”مذهب“
لفظ کان وڌيڪ صاف آهي. وڏو فائدو هي، ٿيندو
جو هنن لفظن سان جوش جذبا اينتري قدر ڪين اٿندا،
جي جڻ ”مذهب“ لفظ کي ويڙهي وڪوڙي ويا آهن
تڏهن پلا ”مذهب“ ڇا آهي، (جي اِهو لفظ ڪ

سان ڪو واسطو نہ رهي، پر اهي لبر "گناهہ" جي مذهبي منے ني سبتل آهن. منظر مذهب سدائين قري هڪ دائمي سوارت ٿيو بوي ۽ انهيء صورت ۾ لاچار هر ڪنهن تبديل سداري جو مخالف ٿي ٿو.

اها ڳالهہ عالم آشڪار آهي ته اوائلي ۾ عيسائي چرچ غلامن جي پنگتي حالت سڌارڻ ۾ مدد ڪان ڪئي. پوء اهي غلام مالي حالتن ڪري يورپ جي وچولي جُڳ ۾ قري زمين جي مالڪن جا ٿر بڇجي پيا. تنهن ڳالهہ بابت چرچ جو وخ بہ سؤ سال پوء (۱۷۲۷ ۾) هبنتين خط مان چٽو ظاهر آهي جو لندن جي بشپ امريڪا جي ڏاکڻين شنڪن ۾ غلامن جي مالڪن کي لکيو:

"عيسائي مذهب يا انجيل مقدس قبول ڪرڻ ڪري ملڪيت جي حقن يا نس ناگرڪ حقن ۾ ذرو بہ ڦيرو نہ ٿو بوي. پر انهن سڀني ڳالهين ۾ ساڳيا ماڻهو ساڳئي حڪومت ۾ اڳي وانگر رهندا ولن ٿا. جا نجات عيسائي مذهب بخشي ٿو سا نجات گناهہ شيطان ۽ انسان جي شهوتن ۽ بي حد خواهشن ۽ حرص هَوس کان آهي. پر ٻاهرين وهنواري حالتن بابت جيڻ ماڻهو اڳي هوا، غلام يا آزاد، ليڻ پوء ته رهندا ۽ عيسائي ٿيڻ يا بپتسما ڏيڻ بعد منجهن ڪو ہ تنهن ڦيرو نہ ٿو بوي."

ڪو ہ منظر مذهب هن طرح شدمد سان پنهنجي راء ڪين ڏ يندو، ہ ملڪيت ۽ موجوده پنگتي سرشتي بابت در اصل ساڳيوئي رخ وٺندو.

اها مشهور ڳالهہ آهي تہ هڪ ٻئي کي سمجهائڻ لاء بوليء جا لفظ هڪ ڪچو وسيلو آهن ۽ اهي لفظ ڪنهن پيرا ٽراليين معنائن ۾ سمجهيا ويندا آهن. شايد ڪنهن ۾

جيئن ٽيڪ جنهن لموني جيوت ۾ انهيءَ مت جي پيروي
ڪن ٿا سا شايد آءٌ قبول نہ ڪريان. منهنجو تہ "Tao"
يعني هلڻ جي مارگ ۽ رهڻ جي نموني سان ئي واسطو
آهي؛ تہ ڪيئن جيوت جو ڳجهہ سمجهي، انڪار ڪرڻ
بنا، نہ فقط سويڪار ڪجي پر مارگہ جي پيروي ڪري
جيوت سڌار جي. پر رواجي طور مذهبي مدنظر جڻ هن
دنيا سان ناتوئي ٽٽي رکي سا مونکي عقل ويچار
جي دشمن لڳندي آهي، ڇو جو اِها مدنظر پڇڻ بنا
نہ فقط مقرر ۽ اڻ ڦرندڙ عقيدن ئي بيٺل ٿئي ٿي پر
دل جي وهمن جوشن ۽ جذبن تي. جنهنکي آءٌ روحانيت
يا روحاني ڳالهيون سمجهان ٿو تنهنکان گهڻو دور رهي ٿي
۽ جاڻي يانہ جاڻي حقيقت کان منهن موڙي ٿي تہ متان
اِها حقيقت سندس مقرر عقيدن سان ٺهڪي نہ اچي.
اِها مدنظر نهايت تنگ ۽ ٻين خيالن ويچارن کي سهي
ئي ٿي؛ اها پاڻ پوري ۽ ايمان پري آهي اڪثري
سوارٿي ۽ ڪارساز ماڻهو منجهانس فائدو وٺي سگهن ٿا.
تنهن جي اِها معنيٰ ناهي تہ ڌرمي ماڻهو اڳي ۽
اڄ اعليٰ اخلاقي ۽ روحاني رنگہ جا نہ ٿيا آهن پر اِها معني
اٿس تہ مذهبي‌مدنظر عام ماڻهن جي اخلاقي ۽ روحاني
ترقي وڌائي ٿي، بلڪ روڪي ڇڏي ٿي جي اخلاقيت ۽
روحانيت هُن دنيا جي نہ پر هِن دنيا جي ماڻهن سان تواي
ماڻي وڃي ٿي. رواجي طور مذهب معنيٰ انسان ڇڏي
خدا يا ذات مطلق جي ڳولا ۽ مذهبي شخص سماج جي ڀلي
کان وڌيڪ پنهنجي ايڻاري بابت منتظر رهي ٿو. صوفي
ماڻهو پاڻ ڏسارڻ لاءِ سنيري ٿو، پروات تي الٿو پاڻ ۾ ڦ
آڻڪي پوي ٿو. اخلاقي ايمن جو بہ سماجڪ ضرور

سيني لاءِ سٺري ڳالهه آهي، پر ٿنهن شايد انگريز دنيا
کي گوءِ ڏيئي وڃن.

پراٽيسٽنٽ مت نين حالتن جي دار موافق، ٺهڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ اوڪ پرلوڪ ۾ سک آرام چاهيو ٿي. هن لوڪ ۾ چڱو سوڀارو ٿيو، پر ڌرمي نظر سان هي سنگنت ڌرم نه گهر جو نه گهاٽ جو رهيو. در اصل ڌرم جي جڳهه رفته رفته وڏن ڏلڻ ۽ سڪڻ جذبن وڃي ورتي. رومن ڪئٿالڪ مت هن ويڙهه کان ٻچي ويئي جو جو قديم اندر سوگهي رهي ۽ جيسين اهو گهر سالم رهندو تيسين هي به وڌندي، ويڃهندي. هن وقت مغرب ۾ زنده دين جو فقط اهوئي مثال رهيو آهي. هڪ ڪئٿالڪ دوست جيل ۾ مون ڏي ڪيترا ڪئٿالڪ مت تي ڪتاب ۽ روم پاپا جا گشتي اعلان موڪليا جي دلچسپيءَ سان پڙهيم. پڙهي محسوس ڪيم ته ڪيئن اڪيچار ماڻهن لئي هن مت جو آچا ضابطو آهي. اسلام ۽ عام هندو مت وانگر هيءَ به شڪ شبهي ۽ من اندر جنگ کان رکي وئي ٿي ۽ پرلوڪ ۾ سڀجون پاسي ٿي جو هن لوڪ جون اوڻايون پوريون ڪندو.

پر آءٌ ڇا ڪريان؟ آءٌ ته هن ريت کو اڇو پاهه ونڻ نٿو گهران. مونکي ته سمنڊ شاهه جون لهرون طوفان پسند آهن. لڪي ڪي پرلوڪ ۾ موت کانپوءِ ڇا ٿيندو تنهن ۾ ڪا خاص دلچسپي اٿم. مون لاءِ ته هن لوڪ جا سوال مسئلا ڪافي مشغولي آهن. مونکي ته چينين جي جيون بابت جهولي مدنظر آئڙي ٿي، جا اصلي اخلاقي ۽ قدرتي ادومي يا چئو ته ناستڪ ولڪ جي آهي،

ائين آهي ته سندس ڪئين پوڄاري اعليٰ درجي
ا انسان ٿيا آهن، پر جنهن نموني هن چرچ برطانيه
هنشاهيءَ جا مطلب پورا ڪيا آهن ۽ سرمائيداري توڙي
لطنت شاهيءَ کي اخلاقي ۽ مذهبي جامو پهرايو آهي
ونه هڪ حيرت جو ڪم آهي. ايشيا ۽ آفريڪا کنڊن
ر انگريزن جي لوٽو ۽ ڦورو نيتيءَ کي هن چرچ اونچي
ايت جا درشٽانت ڏيئي ماڻائتو بڻايو آهي ۽ انگريزن
جي دلين ۾ هڪ عجيب گهمنڊ پيدا ڪيو آهي،
جنهنڪري هو هميشه پاڻکي صحيح سمجهن ٿا ۽ جو
ڏسي پين کي رشڪ ٿئي ٿو. پوءِ هميشه صحيح هئڻ جو
دل کي آئت چرچ منجهن پيدا ڪيو آهي يا چرچ ۾ به
منجهائن پيدا ٿيو آهي، سو آءٌ نٿو چئي سگهان.
يورپ ۽ اميريڪا ۾ پيا ڪم نصيب ملڪ اڪثري
انگريزن کي بگلا ڀڳت - دغا باز انگريز ته جهونو طعنو
ائن - سڏيندا آهن، پر سو شايد حسد جو مٿن حملو هجي.
نڪي ڪي پيو ڪو به سلطنتي ملڪ انگريز ملڪ جي
لاهڻي لاهي سگهي ٿو، ڇو جو ڏسبو ته سندس ڪارناما
به اهڙا ئي ڪارا نڪرندا. نڪي ڪي جو ملڪ ڇاڻي
ڀڄهي پاکنڊ ڌاري ٿو، وقت تي اُها طاقت ظاهر ڪري
سگهي ٿو جا انگريزن بار بار ظاهر ڪئي آهي. جنهن
مذهب جي ڇاپ اختيار ڪئي ائن تنهن شايد وهنواري
مطلب حاصل ڪرڻ لاءِ سندن اخلاقي مادو ضعيف
ڪري ڇڏيو آهي. پين ملڪن ۽ قومن ڪئين پيرا انگريزن
کان وڌيڪ بدڪاريون ڪيون آهن پر ڪڏهن به ساڳئي
طرح لوڀ کي پيچ بڻائڻ ۾ ڪامياب نه ٿيا آهن. پٽي
جي اڪه ۾ موزيسر ڏسڻ ۾ پنهنجي اکه ۾ ڦلو پلجي وڃڻ

ڪجهه ته لڪڙ ۾ ڪيل هو ۽ شايد مهاڀاري لڙائي ڪانپوءِ اهو هڪ لڪڙو ٻروڏيءَ دل سان ڪمل خبر خواهيءَ جو اشارو هو. مگر منزل مقصد مٿرو ٿي، ڊڪو ۽ ڪو جو واپس وڃڻ محال هو." ولايت جي چرچ جو مکي هندوستان جي سياست بابت هيئن نهايت تنگ دل رهي سان ڏيان ۾ رکڻ جي ڳالهه آهي. جو اعلان ۽ قدم هندوستان ٻنهي ناڪامي سمجهيو ٿي ۽ جنهنڪري آسهڪار ۽ منجهائس ٻيا نتيجا نڪتا سوئي اعلان هي آزچشمپ "لڪڙو ۽ وڏي دل وارو" سمجهي ٿو. انگريز حاڪم طبقي کي اِهي خيال مان راحت ملي ٿي ۽ شڪ ناهي ته پاڪي درياهه دل سمجهي پيي ٻيري پاڪي ڏابوي شاباس ٿو ڏئي.

تازو هڪ مثال هت آيو اٿم جنهن مان ڏسبو ته ڪيئن نه چرچ آف انگلنڊ اُٺ سڏيءَ طور هندستان جي سياست لي اثر وجهي ٿي. تاريخ ٧ نومبر ١٩٢٤ گڏيل علائقي ۾ هندوستاني عيسائن جي ڪانپور ۾ پرانتڪ ڪانفرنس ۾ آجبان ڪامٽي جي سڀاپتيءَ مسٽر ڊيوڊ چيو ته "عيسائي ٿي اسين مذهب ڪري بادشاه سان وفاداريءَ ۾ ٻڌل آهيون، جو اسان جي دين جو رڪيال آهي." هنن لفظن جي صاف معنيٰ آهي برطانيه سلطنتساهيءَ جي مدد. مسٽر ڊيوڊ پنهنجي همدردي اِهن ولايت جي مردار ڏرواڙن خيالن سان ظاهر ڪئي جي سول سروس ۽ پوليس جي حق ۾ ۽ ٿين جو ڳڻڪ جي خلاف هوا، جنهنڪري هندستان ۾ چرچ مشن جي ڪم کي خطرو هو. (لوٽه ختم)

ٿيو آهي جو آد ڪان ولي سرڪاري سياسي ڪاتو ٿي رهيو آهي. (١)

(١) هندستان ۾ چرچ آف انگلنڊ ۽ حڪومت جي هڪ ئي ڳالهه آهن. سرڪاري پگهاردار پادري پڻ پگهار دار عملدارن وانگر سلطنت شاهي جا انگ بڻيل آهن. اها چرچ ٿلهي ليکي ملڪي سياست بابت تنگدل ۽ سداري واداري جي خلاف رهي آهي. رواجي عيسائي پادري اڪثري هندستان جي تواريخ ۽ تهذيب کان غير واقف رهي ٿو ۽ نڪي ڪي واقف ٿيڻ لاءِ ذري به ڪوشش ڪري ٿو. هو ته ڪافرن جي گناهن ۽ قصورن ڏيکارڻ ۾ ئي رڌل آهي. البت ڪي عمدا مثال اپواد طور ليندا. مثلاً چارلي انڊروز جهڙو سچو دوست هندستان کي ڪو ورلي ملندو. سندس محبت ۽ خدمت ۽ بي حد دوستي ڏسي جيءُ بهار ٿئي ٿو. پوني جي ڪرسٽ شيوا سنگهه ۾ ڪي اعليٰ انگريز آهن جن جي مذهب کين سيکاريو آهي ته ڪيئن ٻين کي سمجهجي ۽ شيوا ڪجي ۽ نه وڏ ماڻهپائي ڏار جي. انهن سڀني ممت مٿائي پنهنجون عمدون خاصيتون ملڪ جي ماڻهن جي شيوا ۾ ارپڻ ڪيون آهن. ٻيا به ڪيترا چرچ ۾ ٿي گذريا آهن جن جا نالا ترت سان-ياد ڪيا وڃن ٿا.

هائوس آف لارڊس ۾ ١٢ ڊسمبر ١٩٣٤ ڳالهائيندي آرچبشپ آف ڪنٽربري اٿي ١٩١٩ جي مانٽيگو-چيمسفورڊ سدارن بابت اشارو ڪندي چيو ته. ”آءٌ ڪڏهن پائيندو آهيان ته سرڪار جو اهو اعليٰ اعلان

هوند هلنديءَ وارن جي حمايت. پر اها نه ٻڌڪ جاڻ
اُن نه منحوس ٻيو نه ڪم سمايل آهي، جو انسان جي
دلين جي اندرين بڪ لاهي ٿو. جي انهن نه هجي ها
نه ڪيئن هڏي زبردست طاقت ڏاري ها ۽ بي شمار
انسان جي ڪمل دلين ڪي سالت ۽ راحت بخشي ها؟
پلا انهيءَ سالت جي اها معنيٰ نه نه هجي نه اندي ايمان
جو اُجهو يا سوال جواب کان پناهه؟ اها سالت منهن
سمنڊ جي لهر لوڏي کان بچي بندر ۾ سلامتيءَ سان
پهچڻ واري هئي؟ يا ڪا انهيءَ کان وڏيڪ وستو
آهي؟ ڪن حالتن ۾ بيشڪ انهيءَ کان وڏيڪ
وڌ هئي.

اڳي ڪٿي ڪم نه هو، پر سنگنٽ ڏرم هن وقت
گهٽي قدر هڪ خالي کوکو رهيو آهي. مسٽر جي. ڪي،
چيسٽرٽن هن ڌرم جي پيٽ (پهنجي ڌرم جي نه
پر ٻين جي) زمين اندران کوٽيل جڳن جي جانور سان
ڪئي آهي جو ڏسڻيءَ جانور لڳي ٿو پر منجهس ذري
نه جان نه رهي آهي ۽ جنهن جانور جو روپ وٺيو آهي
جو جو بي ڪنهن غير شيءِ سان پربل رهيو آهي. ۽
جي سنڌس ڪو قيمتي حصو بچيو آهي نه نه ٻين ۽
خراب شين ۾ دبيل سٽيل آهي.

اهو حال جهڙو مغربي لهڙو مشرقي مذهبن سان
وجي ٿيو آهي. چرچ آف انگلنڊ شايد انهيءَ مذهب
جو امولو آهي جو حقيقت ۾ مذهب ئي ناهي. شايد
ساڳيو حال سن پراٽيسٽنٽ جماعتن سان پڻ آهي، پر
شايد چرچ آف انگلنڊ جو اهڙو خراب حال هنڪري

منهنجي اندر به جدوجهد چالو هئي ۽ آءٌ به ٻن مختلف وفادارين ڏي ڇڪجي رهيو هوس. سمجهيم ته جيل جا بند خلاص ٿيندي مونکي به مصيبت مان لنگهڻو هو. پاڻکي اڪيلو ۽ نڌڻڪو سمجهيم ۽ جنهن وطن لاءِ محبت هيم ۽ جنهن پٺيان پاڻ پٺوڙيو هوم سو وطن مونکي هڪ غير يُوليُلا يان ملڪ نظر آيو. پلا آءٌ پنهنجي هموطنين جي خيالن ۽ دلين کي ڪئي پروڙي سگهيس، تنهن ۾ به منهنجو ئي قصور هو؟ ڏٺم ته ويچهن گهڙن سائين ۽ منهنجي وچ ۾ هڪ غيبي پردو هو جو آءٌ دور ڪري نٿي سگهيس ۽ جنهنڪري آءٌ موٽي پاڻ ۾ اڪس ٿي. هو پاڻ اڳين دنيا جي خيالن، اميدن ۽ خواهشن ۾ مخمور هوا ۽ اُٿين دنيا اچا ڪاڻن ڏيهان ڏور هئي.

„هڪڙي دنيا آه بيڪار ۽ مُئل؛
ٻي جنهين کي آ جمڻ جي ڪانه ٻل
يا ڪجهه آرام ۽ مٿي ٽيڪڻ جي جاءِ؛
پنهنجي قسمت آ ٻنهي وچ ۾ رُلاءِ."

چيو وڃي ٿو ته هندوستان ٻين سڀ ڳالهين ۾ چڏي هڪ ڌرمي ملڪ آهي ۽ هندو، مسلم، سک به پنهنجن ڌرمن جو فخر ڪن ٿا ۽ هڪ ٻئي جا متا ڦوڙي ڌرمن جي سچائي ثابت ڪن ٿا. جنهنکي ڌرم يا سنگنت ڌرم سڏجي ٿو سو ڏسي مونکي هيبت ونندي آهي. ڪٿين پيرا اُن جي ننڌا ڪٿي اٿم ۽ مٿائي ڇڏڻ جي خواهش ڏيکاري اٿم. ڪٿي ڇڄي ته هميشه ڌرم معني اند وايمان ۽ تنگدلي، سخت عقيدت ۽ تعصب، وهم پرم ۽ فائدا وٺڻ، ۽

”هاڻ جڏهن توهان پنهنجي مها ڪارج لاءِ سهيريا
آهيو تڏهن آءٌ توهان کي وري پريم جون نمسڪارون
موڪليان ٿو. آءٌ هاڻ وڌيڪ ڇا ٿو سوچيان ته جو
ڪم ٿيندو سو پارءِ ٿيندو توهان جي سوڀ آهي.“

اپواس لنگهائي پار پيو. پهرئين تي ڏينهن جيل
مان آزاد ڪيو ويو ۽ سندس صلاح تي هلچل ڇهن
هفتن لاءِ بند ڪئي وئي.

وري ڏنم ته اپواس وقت ملڪ ۾ اُمنگ جو درياهه
اٿليو ۽ وڌيڪ اٿيءَ ۾ پس ته هي نه ڪو سياست ۾
صحيح طريقو هو؟ هي ته ڌرمي اصول اتين سرڪشت
آڻيا هوا ۽ انهن اڳيان صاف سوچ ويچار ڪرڻ محال
هو. سارو ڪي ذري گهٽ سارو ملڪ جڻ اکيون
ٿاڙي هٿ ٻڌي مهاتما کي وينتي ڪري رهيو هو ته
رِڌ سڌ ڏيکاري اڇوتڪو ٽري، سوراج وغيره ڏياريو-
۽ پاڻ هٿ ٻڌي ٿي بيٺا رهندا! ڪي ڪي گاندي جيءَ
سن کي سوچ ويچار ڪرڻ لاءِ همٿايو ٿي ۽ سندس سڄو
زور پوترتا ۽ بلبدان تي ٿي هو. پاڻيم ته منهنجو من
ڪاڻس وڇڙندو ڏور ويو ٿي، پوءِ ڪري دل جو
ساڻس گهاٽو سنبنڌ رهي. ڪٿين پيرا سياسي سرگرمين
۾ هن پنهنجي اُپل آندولن سوڌي ڪان ڪم ورتو
هو. مها ڪارجن ڪرڻ لاءِ ته ڪيڏ رمز هيس، پر شرڌا
جو مارگ به ڪو قوم جي سکيا جو مارگ ٿي سگهي ٿو؟
ممڪن آهي ته ڪم وقت ڪارگر ٿئي، پر نيٺ؟

اها ڳالهه به ٿي سمجهي سگهيس ته، جيئن لڳم
ٿي، هن چالو سماجڪ سرشتو ڪيئن ٿي سٻڪار
ڪيو، جو سرشتو زور زبر ۽ جدوجهد تي ٻڌل هو.

هڪ سمجهه کان ٻاهر ڳالهه هئي ۽ جي فيصلاي ڪان اڳ
مونکان پڇي ها ته آءٌ سخت ٻرخلاف اڪان ها. پر
ڳالهه جي وچن ڪي مون وڏو مانُ ڏنو ٿي ۽
ڪوبه ماڻهو ڪيس اهو ٻوڙڻ لاءِ چوي، سو به انهيءَ
شخصي معاملي بابت جنهنکي هن حد وزن ڏنو ٿي،
مونکي سراسر غلط لڳو ٿي. تنهنڪري ڪهڙو به دکي
هوندي مون صبر ڪيو.

اُپواس کان ٿورا ڏينهن اڳ هڪ پنهنجي لهوني جو
خط لکيائين جنهن منهنجي دل کي خوب چوريو.
خط جو جواب گهريو هوائين، سو هيءَ تار ڪيم:
”خط پهتو. جي ڳالهيون تو سمجهان ٿو بابت ڇا
چوان. آءٌ ته ڇڏڻ ڌارئي پٽ پر بيگانو آهيان، جنهن
فقط توهين هڪ سچائي نشان مثل آهيو. اوندهه پر پيو
هٿوراڙيون هڻان ۽ ٿابا کاوان. پر ڇا به ٿئي منهنجو ڏيان
توهان پر آهي.“

۽ پوءِ پير جو ڪم بنهه ناپسند هوم سو ڇاڻائڻ ۽
هڪ پاسي جو ڪم بنهه ناپسند هوم سو سمجهيم ته ڪيس
ٻئي پاسي ڪيس ڏکوئڻ لئي چاهيم پر سمجهيم ته ڪيس
ڪو دل پريندڙ پيغام نه مڪوهوم ۽ جڏهن هو پيانڪ
ڪشت پوڳڻ وارو هو، جو شايد موت جو دروازو
ڏيکاريس، تڏهن مونکي جيترو ٿي سگهي اوترو
ڪيس پرسن ڪرڻ گهربو هو. اهڙيءَ ويل هلڪيون
ڳالهيون به من کي ڏي ڏين ٿيون ۽ هنکي به بچڻ لاءِ
ساري شڪتيءَ جي گهرج هئي، انين به جاتم ته ڪيئ
به ٿيندو، بدقسمتيءَ سان سندس ديهانت ٿيندو ته
به دل ڏاڍي ڪري ياڻي تي راضي رهبو. سو بي
هڪ تار ڪيم:

ٻڏي دل گهڻو جوش نه ٿيندي هئي. تنهن بر ذرو به
شڪ نه هو نه اچوليڻو ترڪ ۽ اچوتن کي تارڻ جي
هل چل کي هڪ زبردست پٺڀي ملي هئي، ۽ سو
سب لکيل ناهه ڪري نه بر ملڪ بر هڪ جهادي
جوش ڪري. سو سب ٺيڪ. بر اهو به ظاهر هو نه
نافرمانيءَ جي لڙائڪ کي چوٽ لڳي ويئي. ملڪ جو
ڌيان ٻين پاسي ڇڪجي ويو؛ ڪيترا ڪانگريسي ڪم
ڪندڙ هريجن ڪم کي وڃي لڳا. شايد منجهانئن گهڻا
ڪو ٻهانو ڳولي رهيا هئا نه اهڙا ڏڏا ڪم ڪٺون جن بر
جيل پوڻو، لٺيون کائڻ ۽ مصطس جو گهٽ خطرو رهي.
سو نه ٺيڪ وارو هو، جو جو اها امد رکڻ نه اسانجا
هزارها ڪم ڪندڙ همپيهه سختين سهڻ ۽ گهر ڦٽائڻ ۽
برباد ڪرڻ لاءِ تيار رهندا واجب ڪين هو. مگر هيئن
شاهي هل چل کي ڪرلدو ڀرلدو ڏسڻ نه هڪ سور
هو. هل چل اڃا جاري هئي ۽ وقتي ڪي مظاهرا
ٿيندا هئا مثلا ڪلڪتي بر ڪانگريس جو (اپريل ١٩٣٣)
اجلاس. گانڌيجي يرودا جيل بر هو، بر ٻين سان گڏ جڻ
۽ هريجن هل چل لاءِ هدايتون ڪرڻ لاءِ ڪيس کي
خاص سهولتون مليل هيون. سو سڀ ڏسي دل
مايوس ٿي.

ڪيترا مهنا پوءِ، مئي مهني بر، گانڌيجي ٢١ ڏينهن
جو اُپواس رکيو. انهيءَ خبر به مونکي ڌڌڪوڏ اوبَر
سمجهه نه جو اوس ٺيڪ هو تنهن ئي صبر ڌارڻ ڪبي.
سچ پچ نه مونکي ڪاوڙ هئي نه جڏهن هڪ وارهن دل
ٻڌي عام کي پنهنجو فيصلو ٻڌايو ٻوءِ ڪن ماڻهن ڪيس
ٻاز آڻڻ لاءِ چالاءِ ئي پاڻ ڀڙوڙيو. مون لاءِ نه اپواس

(منهنجي پيءُ تنهن وقت جيل ۾ هئي ۽ هي سڀ ٻار
پوني ۾ اسڪول ۾ هئا.) هو ڪڏهن به وهنوار جون
ڳالهيون، ڏسڻ ۾ ننڍڙيون پر سچ پچ وڏيون،
ٿو پلجي.

ساڳئي وقت خبر آيم ته چوائڪن جي سوال تي
ڪو ناهه ٿي چڪو هو. جيل جي سپرنٽينڊنٽ مهرباني
ڪري مونکي جواب ڏيڻ جي موڪل ڏني ۽ هيٺين
تار ڪيم:

”توهانجي تار ۽ مختصر خبر مليم ته ڪو ناهه ٿيو.
دل هلڪي ۽ سرهي ٿي. اُپواس جي خبر ڪري
من منجهيو ۽ درد پيدا ٿيو، پر آخر آتم پريم ۽ دل
۾ وري سانت آيم. دبيلن ۽ پيڙيلن لاءِ ڪيڏي به
قرباني ڪافي ناهي. آزاديءَ جي ڪسوٽي سڀ کان
نيچي طبقي جي آزادي آهي، پر ٻپ ائم متان پيا
سوال اهم مقصد کي ٻڪي ڇڏين. ڌرمي مدنظر کان
ڪڇهه ڇٽي نٿو سگهان. خطرو آهي متان پيا توهانجي
طريقن جو اُهو فائدو وٺن. پر هڪ جادوگر کي صلاح
ڏيڻ جي آءُ کهڙي همت ڏريان؟ پيار.“

ڪيترن شخصن جون پوئي ۾ صحيون پيون ۽ ناه
ٿيو. برطانيه وزير اعظم سو قبول ڪري اڳيون فيص
قيرايو ۽ اُپواس ختم ٿيو. اهڙا ناهه ۽ اقرارناما مون کي
ناپسند آهن پر پونا جي ناهه ۾ ڇا هو سو ڇڏي به نا
جي مون سواگت ڪئي.

نجوش جولان ختم ٿيو ۽ اسين وري جيل ۾ روز
جي ڪم کي لڳي وياسين. هريجن هل چل ۽ ج
الدران گانڌيجيءَ جي سرگرمين جون خبرون آيون

فيصلو، جو منهنجي نظر سان بنهه غيرواجب هو، نهايت ڪامياب ٿي؛ ۽ ڏڪو جولڊڪن بابت ۾ جنگ آزاديءَ بابت سندر قبل ڏني. ۽ بي صورت ۾ جي بابو مري پيو ته به آزاديءَ جي جنگ هلندي رهندي. سو جيئن پٽي اسانکي تيار ۽ هوشيار رهڻ گهرجي. جڏهن دل ۾ ڏاڍو ڪري گانڌيجيءَ جي موت لاءِ تيار ٿيس تڏهن من ۾ ڌيرج ۽ دل ۾ شانتي ٿي؛ دنيا کي منهن ڏيڻ لاءِ به تيار ٿيس.

پوءِ خبرون پهتيون ته ڪيئن نه ساري ملڪ ۾ جڏهن درياهه جا بند ڀڄي پيا ۽ هندو سماج اندر آنسوءَ اُمنگ ريلا ڪري آيا ۽ هوءَ احولنٽو جڏ غرق ٿي ويو. خبر نه هئي ٽودا جبل ۾ هاڪڙو سرنو ڪيڏو نه جادوگر آهي. ڪيئن نه دلين جون تندون سوجهي ڪس ناٺي ٿو.

وڏو ٽالس هڪ تار پهتي. سڙا ملڪ ڪانپوءِ هي سندس پهريون پيغام هو ۽ هيتري مدت بعد سنيهو ولي سرجيو نه هئس. تار ۾ لکيائين:

”هن پيڙا جي سمي. تون اڪس اڳيان حاضر آهين، تنهنجي راهه پڏڻ جو انتظار اٿم. ڄاڻين ٿو ته انهيءَ راهه جو ڪيڏو قدر اٿم؟ اندو (۽) سروپ جي ٻارن سان گڏيس. اندو خوش ٿي لڳي ۽ ڪجهه ماس به ميڙيو اٿس. ٽئي بلڪل نيڪ آهيان. تار ۾ جواب ڏئي. پيار.“

حيرت جهڙي ڳالهه، ته اهو سندس نمونو آهي جو ايواس جي ڪشمڪش ۾ ۽ بي شمار مشغولين هوندي به تار ۾ منهنجي ڏنيءَ ۽ ٻارڙين جي ملاقات ڏي اشارو ڪيائين، بلڪ اندرا جي ماس جو به لکيائين!

لاءِ گڏيل چوندڪ مايا ته ملڪ ٽڏو ڪين ٿي ويندو ۽ چوندو ته ڪجهه هڙ حاصل ٿيو سو گهڙي ڪن صبر ڪٽي ڪجي؟ ۽ هڪ نظر سندس رخ روش اڻ سڌيءَ طور سرڪار جو فرقيوار فيصلو ۽ ٽڦيل جوڙجڪ قدري قبول نٿي ڪيو؟ سا ڳالهه اسهڪار ۽ نافرمانيءَ جي منهن تي پيٺي ٿي؟ هيڏين قربانين ۽ جفاڪشين بعد اسانجي تحريڪ جو درياهه شاخون ڪري هيٺ ڪڙين ۽ ڪسين ۾ وڃي وهٺو هو؟

هن طرح راجنيتي سوال ۾ ڏرم ۽ دل جي ياونائن جي ڳالهه ٿيائڻ ۽ بار بار ايشور جو نالو وٺڻ موڪي ڪا وڙايو ٿي. جڻ اشارو هو ته ايشور اپواس جو تشـ وار ٻڻ ڏ سيو هوس. ٻين لاءِ هي ڪهڙو نه خطرناڪ مثال ٿيندو!

۽ جي باپوءِ مري پيو! پوءِ هندستان جي ڪهڙي دشا ٿيندي؟ سندس سياست ڪهڙو رستو وٺندي؟ اسانجو آئيندو مولڪي مايوس ملول نظر آيو ۽ خيال ٿي ڪير ته دل کي نراسائي ويڙهي ويئي ٿي.

انهين خيالن ۾ غوطا پئي ماريم ۽ من منجهيل هوم ۽ دل ۾ ڪاوڙ، نااميدي ۽ جنهن هيڏو ولوڙو وڌو هو تنهن لاءِ ٻريم. سجهيم ٿي نٿي ته ڇا ڪجي ۽ سڀ تي ۽ خاص ڪري پاڻ تي چڙ ۽ سا به هيٺري ۾ آيم ٿي.

پوءِ مون ۾ هڪ عجيب ڦيرو آيو. دل ولوڙجي جڻ ڇڄي ٿي پيئي ۽ آخر من ۾ سانت ٿي ۽ آئيندو اهڙو اونداهو ڪين لڳو. باپوءَ کي نيڪ وقت تي نيڪ عمل ڪرڻ جي ڪيميا آهي ۽ ڪير ڄاڻي ته سندس

## ٤٧- ڌرم ڇا آهي؟

سال ١٩٣٢ نومبر مهيني جي وچ ڌاري جڏهن هڪ برگولي جيل ۾ اسانجو ساٿيڪو مانيٽو جيون اوڄتو ٽٽايو. خبر آئي ته گانڌيجيءَ مسٽر رئمسي ميڪڊونالڊ جي فرقيوار فيصلي تي، جنهن اڇوتن کي ڌار حولدڪ ڏنا هئا، اعتراض وٺي لاءِ "مرڻ تائين اُپواس" واريو هو. هن شخص کي ماڻهن کي ڏونڌاڙڻ جي ڪهڙي نه طاقت آهي! اوچتو عجيب غريب خيال من ۾ ڊوڙڻ لڳم ۽ جيم ته متان هيٺن ٿي يا هو اتفاق ٿي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟ ڌيرج نه رهيم. سڀاڻي ڏينهن اونده ۾ هوس ۽ ڪتاب سوجهه ٿي پير. هن فيصلي جا ڪي اڳرا نتيجا ڏسي دل ڇڄم ٿي. شخصي گنديءَ ليڊر جهڙا هئم ۽ انهي خيال ته شايد هيءَ آخرين موڪلاڻي هجي دل کي پڙيو ٿي. سال کان مٿي ٿيو جڏهن انگلنڊ اسهندي جهاز تي ويندو ڪيس اِڏنو هوم. سو ڏسڻ ڇا ڀڳاڙيءَ جو درشن هو؟

پوءِ سانٽس خثي ٿيس ته هڪ ٻاسري ڳالهه تي، صرف چونڊڪن جي سوال تي، آخرين باپدان ڏ تائين تي. جيم ته لنهنجو جنگ آزاديءَ تي ڪهڙو اثر ٿيندو؟ مکيه سوال، بنو ته ته في الحال، ٻه ۾ ڪين پنجي ويندا؟ ۽ جي هيءَ من مراد پوري ٿيس ۽ هريجن

ٿي ۽ محسوس ڪير ڪ اهي حدون پار ڪري ڪو سوال ڪري ٿو. اهي اسانجون زندگي بابت ٻوليون فيلسوفيون آهن، جن ۾ اسين رفته رفته، چاڙهه ٻنا پليا پيا آهيون. ٻئي طرف ڪي ڏوهه ڏيڻ بي سود آهي. سامهون معنائي جيوت ۽ سنڌس مسئلن بابت هڪ خاص نڪته نظر ڏاري، تنهنڪري رڳو علم منطق ڪم نٿو ڏئي. ٻئي طرف جي خيالات به جي ليباج، اڳي ۽ هاڻي جي حالتن جي گهڻن اثرن تي منحصر آهي. اها قوت فقط زندگيءَ ۽ سنڌس ترش تجربن ۾ آهي جو اسانکي اون رستن ڏي ڏکي، آخرڪار ڏکيائيءَ سان نوان خيال بخشي. تنهنڪري شايد اسين هڪ ٻئي کي ٿوري مدد ڪري سگهون ٿا ۽ مشهور ليکڪ لا فونتين جي لفظن ۾:

جو اوس ايڻو آهي تنهنکي منش، اُلهيءَ رستي تي وڃي رسي ٿو، جو هلندي هوُ ڪانئس پڇو ٿي.

نهايت ارمان جي ڳالهه آهي تہ ڪنهن دفعا اتفاق ۽ اڻ ڄاڻ شخصي حملا ڪيا وڃن ٿا، جنهن ڪري سچن مقصدن لاءِ ڏيان ڇڪڻ بہ ڀاسي وڃي ٿو. ڳالهين جي سچائيءَ بہ بدگمان آڻي ڇڏي ٿي ۽ اصلي مقصد کي نقصان پهچائيندو آهي. ملڪ جي ڪروڙن اکين هو سچ جو جنسي پهلو آهي ۽ جنهن کي سنڌس نوري ن مقرر آهي سو حالتي ٿو تہ ڪهڙي اِ صدق ۽ همت سان هو سچ جي سروي ڪندو رهي ٿو.

هندوستان جي سماج واديءَ جي وڏن شهرن جي مزدورن سان لڳل وڃڻ آهي. ٻهراڙين جي سڌ سماچار گهٽ اٿن. شهرن جي مزدورن کي اهميت آهي، جا آئينده بہ شايد وڌندي، پر اهي ڪسانن ڪالهوءَ اڃن ٿا. اڄ هندوستان جو مسئلو ڪسانن جو آهي. ڪانگريس ڪم ڪندڙ ٻهراڙين ۾ پکڙجي ويا آهن ۽ رواجي طور ڪانگريس هڪ ڪسان جماعت ٿي وڃڻ ڪبي. وقت جي مراد حاصل ٿيڻ بعد ڪسان ڪو ورلي انقلابي ٿين ٿا ۽ ممڪن آهي تہ زمان مستقبل ۾ شهر ۽ ڳوٺ، مزدور ۽ ڪسان جو رواجي مسئلو هن ملڪ ۾ ڪڙو ٿي سهي.

مولکي هن ڳالهه جو فخر آهي تہ ڪيترن ڪانگريس جي ليڊرن ۽ ڪم ڪندڙن سان رلو ملو آهيان، جن جهڙا ٻيا عمدا انسان ڪٿي ٿي سگهن ٿا؟ پر وڏن سوالن تي ساڻن مت ڀيد ٿيو اٿم ۽ ڪڏهن پيرا پر ٿيو آهيان ڪ جا ڳالهه مولکي بهه پڌري پت لڳي ٿي سا هي جو تہ ٿا سمجهن ۽ گرهڻ ڪن. اٿس اِ تہ عقل سمجهه جي ڪمي هن، پر اسن خيال جي ليڪن دنيان ۾ ڦرنا سن

جيڪو ڪيو ڪرتيو آهي، سو ڪانگريسي ۽ قومي نظر کان شرمناڪ آهي. اوٽاوا (ڪئنيڊا) جي ٺاهه ڪري ڪن ننڍن گروهن کي ڪجهه نفعا رسيا هوندا، پر ملڪ جي ڌنڌن کي ڪاپي ٿي رسي ۽ اهي ڌنڌا برطانيه ڌنڌن ۽ پونجين جا تيهان محتاج بڻيا. عام ماڻهن لاءِ ته سراسر نقصانڪار هو ۽ ٺاهه وقت هلچل هلندڙ ۽ هزارها جيلن اندر هوا. هرهڪ برطانيه بينڪ ٽڪي نوڪي انگلنڊ سان سٽاوا سؤدا ڪيا، پر هندوستان جوئي شان هو جو سوڪڙيون ورهائي موٽيو. گذريل ٽورن سالن ۾ ڪن ناڻي وارن ڪاٽڪن سون چانديءَ ۾ رانديون ڪري ملڪ کي فنا ڪيو آهي.

وڏن زميندارن ۽ تعلقدارن ته گول ميز ڪانفرنس ۾ ڪانگريس جي از حد مخالفت ڪئي ۽ هلچل وقت ڏوڪ ڏوڪان ڪري سرڪار جو طرف وٺي ڪنيو. سندن ئي مدد سان ڪيترن پرانتن ۾ سرڪار آرڊيننس پاس ڪيا. گذريل علائقن جي ڪائونسل ۾ زميندارن جي وڏي تعداد ستياگرهين جي آزاديءَ خلاف ووٽ ڏنو.

اهو خيال ته ١٩٢١ ۽ ١٩٣٠ ۾ عام خلق جي زور آڻڻ ڪري ئي هلچلون شروع ڪيون ويون سو به سراسر غلط آهي. برابر بنهي وقتن عام ۾ اٿل پٿل هئي، پر گانڌيجيءَ ئي وات ڏيکاري ڊوڙ وڌي. سال ١٩٢١ ۾ جنهن ڪجهه ته ڪجهه سر ڪانگريس کي آسهڪار ڏئي ڪاهي ويو. سال ١٩٣٠ ۾ جي ڪنهن به نموني آڏو اچي ها ته ڪا به اثرائتي هلچل هلائي ڪين سگهجي ها؛

اجي ٿي. هندوستان جي قومي تحريڪ صاف صاف مزدورن يا مفلسن جي تحريڪ ناهي. اُها ته ٿالهي مان ٿي وچولي درجي وارن جي تحريڪ آهي ۽ سندس مقصد هيستائين سياسي آزادي، نه ڪي انقلاب رهيو آهي. ڪي عجب ڪيئن نه اهو مقصد محدود آهي ۽ جيئن نه هن وقت قوم پرستي ۾ هڪ جهولي شيءِ آهي. پر تحريڪ جو مقصد مراد جاڻي ٿو ۽ جوڙ ته لبدر عام ڪسي دغا ڏيڻي رهيا آهن، جو جو زرعي سوشي ۽ سرمائيداري کي بازون ٻنڌ جي ڪن، سوواهمات لڳي ٿو. هتي ته اهي بازون ٻڌ جي ڪڍهن هام ڪاڏ هنئي. ڪي ڪانگريس ۾ آهن ۽ سندن تعداد وڌندڙ آهي، جي زرعي ۽ مالي سوشنا بدلڻ چاهن ٿا، پر سي ڪانگريس جي ٿالهي ۾ لتا ڏانهائي سگهن.

ائين برابر آهي ته سرمائيدار طبقي (له ڪي وڏن زميندارن ۽ تعلقدارن) برطانيه ۽ پرديسي بهشڪارن ۽ سوديسيءَ ڪري قومي هلچل مان حاوا ڪيا آهن. سي ۽ ڪيئن نه ڪن، جو جو هر ڪا قومي هلچل بهشڪارن ۽ ملڪي هنرن جي همٿائڻ جا اعلان ڪري ٿي. سچ پچ ته ممبئي ڪارخانن وارا اهڙا براچي لڪنا جو هلچل هلندي ۽ بهشڪار جي اعلان هوندي لنڪيشائر وارن سان وچي ناهه ڪياڻون. ڪانگريس جي خيال سان همن قوم سان دوهه ڪيو ۽ ڪين مٿهن لسي الين عنو ويو. هوڏانهن ڪارخانن وارن جي عوضين اسيمبليءَ ۾، اسانجي جيلن اندر هوندي، اسانکي "اِلنها پسند" سڏيو ۽ ڪانگريس لي لڳاتار جهلون ڪيون.

سرمائيدارن مان ڪيترن گذريل چند سالن ۾

جا پڙهيل وڏي ۾ وڏي انقلابي طاقت آهن. اهڙن
ڪثر سماج وادين هوندي به ڪيترا پڙهيل سماج واد
ڏي ڇڪجي ويا آهن. پر ٻنهي وچ ۾ هڪ وڏو
ويڇو آهي.

سماج وادين موجب ڪانگريس اڳوانن جي اهائي
من مراد آهي ته سرڪار تي عام جو زور لڳائي ملڪ
جي سرمائيدارن ۽ زميندارن جا سوارٿ سڌ ڪجن. سنڌن
لفظن ۾ ڪانگريس جو اِهوئي ڪم آهي ته، "ڪسانن ۽
مزورن ۽ وچولي درجن ۾ سياسي ۽ اقتصادي بي آراميءَ
جا گهوڙا بمبئي، احمدآباد ۽ ڪلڪتي ۾ شاهوڪارن
۽ ڪارخانن جي مالڪن جي گاڏين سان ٻڌجن." هنن
ليکي ناٽڪ جي پردن پٺيان لڪي اِهي شاهوڪار وقت
به وقت ڪانگريس جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ کي اعلان
ڪندا وتن ٿا ته هاڻ عام هل چل جاري ڪريو، هاڻ
اُها وڏي خطر ناڪ ٿي ويئي آهي، سو بند ڪريو يا
ٻئي پاسي ڪاهيو. ڇو جي ڪانگريس اڳوان انگريزن کي
سچ پچ ڪيڏڻ نٿا چاهين، پر سنڌن وسيلي ٻکين
ڏکين کي دٻائي پيڙڻ چاهين ٿا، جو ڪم ڪوڙ جي
وچولي درجي وارا پاڻ همت نٿا سارين.

عجب آهي ته هوشيار قابل سماج وادي هي معاملو
هن طرح سمجهن ٿا ۽ پوءِ کهڙو عجب ته شايد هيئن
سمجهي ڪري ملڪ ۾ ٻنهي ناڪامياب ٿين، ته ملڪ
جي قومي هل چل يورپ جي پورهيت درجي هل چلن
وانگر آهي ۽ جيئن يورپ جي مزدور اڳوانن وَر وَر
ڏيئي مزدور تحرڪن کي دوکا ڏنا آهن تيئن هت
به آوس ٿيندو. سا مونکي سنڌن بنيادي غلطي نظر

قانون سازيءَ لاڳو هوا. پر جيڪاڏهن نه هو جان جگر ۾
انقلابي هو ۽ هندستان جي سياسي آزاديءَ لاءِ ڪم
ڪندو رهندو هو، جيسين اها آزادي حاصل نٿي ٿئي
هو پٺيءَ نه مُڙندو هو. سا حاصل ڪندي خاطري هئي
نه هو ڪي زبردست طاقتون به آزاد ڪندو ۽ جيئن نه
شايد پاڻ به قدم به قدم پنهنجي آزادي ڏي وک
وڌائيندو.

هندستان ۾ ۽ ٻاهر ڪئين ڪميونسٽن ڪيترن سالن
کان گانڌيجي ۽ ڪانگريس تي سخت حملا ڪيا آهن ۽
ڪانگريس اڳواڻن تي گندا الزام لڳايا اٿن. ڪانگريس جي ويچار
ڌارا تي ڪتابي نڪته چينيون ڇڪيون هنيون ڪيون
اٿن ۽ ٻوءِ جيڪي پڙهيو تنهن مان ڪين ڪا تائيد ملي.
اوائل ۾ جنهن نموني هندستان جي سياسي حالتن بابت
ڪن سمجهاڻي ڏني سا به تنهن صحيح ثابت اڪثي. ۾
جنهن مهل هي شخص اصولن جون ڳالهيون ڇڏي ڪمن
ڪارين جي تفصيل ۾ گهڙن ٿا ۽ خاص ڪري جڏهن
ڪانگريس جي سرگرمين تي راءِ ڏين ٿا ته چڙ وهلور
وڃن ٿا. هي گروهه ملڪ ۾ تعداد توڙي هلنديءَ جي
لحاظ سان ڪمزور آهي، تنهنجو هڪ سبب اهو آهي ته
ڪميونسٽ مت جو سچو علم ڦهلائڻ ۽ ماڻهن جا من
موهڻ بدران، گهڻي قدر هنن ٻين تي گار گند وسائڻ جو
رستو ورتو آهي. تنهنجو ڦل پاڻ تي پوڻو اٿن ۽ ڳرو
هرج رسيو اٿن. اڪثري هي ماڻهو مزدورن ۾ ڪم
ڪن ٿا، جن کي ڀڙڪائڻ لاءِ نعرا هڻڻ ڪافي آهي.
پر پڙهيل سان نعرا ڪافي ناهن ۽ هنن محسوس ٿي
ڪين ڪيو آهي ته موجوده هندستان ۾ وچولي درجي

رهندي. گذريل ٽيرهن سالن ۾، گانڌيجيءَ جي اڳوانيءَ هيٺ، عام خلق ۾ هڪ عجيب سجاڳي آندي هوائين ۽ سنڌ ۾ وچولي درجي جي خيالات هوندي به انقلابي مقصد ڏي تاثير هوائين. سنڌ خدمتون آيا ختم نه ٿيون هيون ۽ جيئين قوميت جي لهر پنهنجي لهر اچي تيسين ختم نه ٿيڻيون هيون. تنهن ڪري آئيندي جي ترقي، خيالن توڙي ڪارروائين جي، گهڻي قدر ڪانگريس تي منحصر هئي، جيئن ته ڪي رستا به ڪم اچي سگهيا ٿي.

تنهنڪري لڳو ته ڪانگريس ترڪ ڪرڻ معنيٰ قوم جي وهه مان نڪري ڪناري تي اچڻ ۽ وهه جي تيزي گهٽائڻ ۽ پنهنجي سگهه اجائي ڪمن ۾ ضايع ڪرڻ. ٻه هوڙائون اها ڪانگريس، جيڪي نهرو جو ئي ڪانگريس هئي، تيئن ڪڏهن به ڪو سچو بنيادي پنگتي انقلاب آڻڻ واري هئي؟ هن قسم جو سوال سنڌ اڳيان پيش ٿئي ته ڪين ٻن يا ٽن ٽڪرن ۾ ورهايل ٿي ويو يا ڪي وڏا ٽڪرا ڪيس ڇڏي هليا وڃن؟ اڻين ٿي ته به هرج ڪونهي جي اهو سوال چٽا ٿين ۽ هڪ پڪو پختو گروهه - پوءِ ڀلي ڪانگريس ۾ ٿوراڻيءَ ۾ - هڪ بنيادي پنگتي پروگرام جي پنيرائي ڪري.

في الحال ڪانگريس معنيٰ گانڌيجي. سوال هو ته هو ڇا ڪندو؟ ويچار ڌار جي مدنظر ڪان ڪڏهن نهايت پوئتي هوندو هو، پر عمل ۾ سنڌ جهڙو انقلابي تازو هندوستان ۾ ڪو ڪونه ليندو. هڪ بي نظير شخصيت هو ۽ رواجي ماپن سان سنڌ تي ڪو تور ڪرڻ ناممڪن هو. تنهن ڪي رواجي منطق جا

ڪرڻ لڳا. سو به اوس ٿيڻو هو ۽ آءٌ ته خوش آهيان ته
طرح طرح جا گروهه ۽ ٽولا ڌڪ ٻئي ڪان نروار ٿي
بيٺا. پر ڇا هي به هڪ حقيقت جو راز پاتو هو؟ لڳو ٿي ته ڪن
ٽولن ليڪ ٻيڪ ٿي ڪئي. انهن ۾ ڪن وڏن شهرن ۾
مت پرستا سماج وادي هوا، جي قومي هلچل جي
خلاف ۽ سخت نڪته چين هوا. يورپيئن جي لٽريچر،
خاص ڪري روسي ۽ قدري ڪاڪڻي ۾، سامراج
جي هاڪي رنگ جي هئي، پر اندرئون قوت هئي،
۽ منديءَ ڪري ڏبيل هئي. تعليم يافتن ۾ ۽ ڪن
سرمايدار ڪامورن ۾ ڏنڊا سامراجي ۽ سماج وادي
خيال ٽڙيل پکڙيل هوا. ڪانگريس ۾ نوجوان جي اڳي
رانيس، مارلي، ڪمت ۽ معزلي جا ڪتاب پڙهندا
هوا سي هاڻ سامراد، ڪميونزم ۽ روس تي ڪتاب
هٿ ڪري پڙهڻ لڳا. ميرٺ سازش واري ڪيس
هنن نئين خيالات ڏي ماڻهن جا من گهڻي قدر موڙيا
۽ دنيا جي نازڪ حالتن به ڪيڏانهن ڌيان ڇڪايو ٿي.
هر هنڌ پڇ پڇ، تلاش ۽ موجوده سنستائن کي ٽڪڻ
روڪڻ جو روح نظر آيو ٿي. ائين ڪونه ٿو لڳو ته
ڌڪڙي هوا هلي ٿي، پر اها اڃا هلڪي ۽ بي پتا هير
هئي. ڪي ته وري فاشسٽ خيالات سان راند رمڻ لڳا.
ملڪ ۾ ڪا جٿي ۽ چوکي ويچار ڌارا ڪانه هئي. ملڪ
اڃا قوميت جي رنگ ۾ رتل هو.

مولڪي اطر آءِ ته جيسين سياسي آزادي ڪجهه قدر
حاصل نه ٿيندي، تيسين قوميت جي لهر جوش جرهندي
رهندي. انهيڪري ٿي (ڪي يورپيئن گروهه جڏي)
ڪانگريس هڪ مضبوط ۽ ترقي پسند جماعت هئي ۽

هن ڪنهن به وقت سارو ڀرو ورتو پوي. پر وقتي ورتي دنيا اندر هيتري جنگ ۽ جهد ۽ زور زبر ڏسي دکي ٿيندو هوس. سو ڏسي باقي ڏک ٿيندو هوم ته دنيا جا سمجهو مرد زالون انسان جي ذلالت ۽ غلاميءَ تي اهڙو هري ويا هوا جو پٿر دلين ۾ انسان جي درد، ستم ۽ مفلسيءَ جو ذرو به اثر نٿي ٿين. هن بيڇڙي بدڪار فضا ۾ دغا ولاف ۽ ليچ لچائي سڀ تي غالب هوا ۽ ايڪ نام سانت ۾ هوا. هٽلر جي سونپ ۽ سندس پوڙن چولن جي قتلامن وڏو ڏڪڙو ڏنم، جيتوڻيڪ دل کي آٿت ڏيندو رهيس ته گهڻو جٽاءُ ڪين ڪندا. ذري گهٽ دل پٽي ڇيو ته انسان جي آدمن مان ڪي ڪين ورٽو آهي. ڪَل پنهنجو ڪم الذي طرح ڪندي رهندي ۽ سندس هڪ نانڊڙو پرزو ڇا ڪري سگهندو.

پر تنهن هوندي به هن سامپوادي فلسوفي مان آٿت ۽ راحت آيم ٿي. آها هاڻ هندوستان ۾ ڪيئن عمل ۾ اچي؟ اسان اڃا سياسي آزاديءَ جو مسئلو به ڪين حل ڪيو هو ۽ قومي خيالات هرهنڌ زور هوا. پلا اقتصادي آزادي به ساڳئي ٽپ سان حاصل ڪرڻي هئي يا هڪ بعد ٻيو ٽپ ڏيئي، پوءِ ڪري توررڪي، آها هٿ ڪرڻي هئي؟ دنيا جون حالتون توڙي هندوستان ۾ واقعا پنگتي ۽ اقتصادي سوالن کي به چيري اڳيان ڪري رهيا هوا ۽ انهن پٺي لڳو ته ٻنهي قسمن جون آزاديون هڪ ٻئي کان ڌار رکي ڪين سگهبيون.

برطانيه حڪومت جي پاليسي ڪري ملڪ اندر تنگ دل درجا قومي سياسي آزاديءَ جي مخالفت

سختين ۽ زبردستين نه اسانجي ماڻهن کي نبي ناهموني، جبش کهان وڏين سختين ۽ جنگين لاءِ تيار ٿين ۽ دنيا جي نئين خيالات دان واقف ٿي تازا توانا ٿين. هيڻن جي چند ڇاڻ بعد باقي سڀ وڏيڪ پڪا ۽ پختا ٿيندا ويندا. وقت جو دؤرو به اسانجي حق ۾ هو.

سونزالن ملڪن ۾ـ روس، جرمني، انگلنڊ، آمريڪا، جپان، چين، اسپين، اطالي، ۽ وچ يورپ ۾ـ جنگي لهو ايجي سو وڌيڪ ڌيان ڏيڻي پئو هم ۽ آئي جي منجهيل گهڻين ڳوڙهن کي سلجهائڻ لڳس، هر هڪ ملڪ ڏار ڏار ۽ وري گڏجي سڏجي هن طوفان کي ڪيئن ٿي منهن ڏئـو سو دلچسپيءَ سان ڏئـم وائنم. ڪيئن بين القومي ڪانفرنسون ملڪن جا سياسي ۽ اقتصادي معاملا ۽ هٿيار ترڪ ڪرڻ جو مسئلو طيءِ ڪري نتي سگهيون. سو ڏسي پهنجي گهر اندر لنڊ ۽ ير ڏنگو فرقيوار مسئلو نه ياد آيم. هيڏي جفاڪشي ۽ جانفشاني هوندي بـ آيا اهو طيءِ نه ٿيو آهي، ۽ هوڏاهين اينرو پڻ حوب حاڻي لـ ناڪامي معدول دنيا مٿان آمت، يورپ ۽ آمريڪا جا ملڪي مدبر هڪ ٻئي لي نه بنا آهن. ننهي حالتن ۾ معاملي کي طيءِ ڪرڻ جو طريقو غلط اختيار ڪيو ويو ۽ صحيح طريقو ولڻ جي واسطيدارن کي جرئت نتي ٿي.

هن ريت دنيا جي آفتن عذابن تي غور ڪندي، ڪي قدر مولڪي پنهنجا ۽ ملڪي عذاب وسري ويا. وقتي سرهو ٿيندو هوس جو تواريخ جي هن اعلى انقلابي زماني ۾ آءٌ زنده هوس. ڪم جاٽي شايد خود مولڪي گروهن تبديلون پرنواب ڪندي، دنيا جي

لاڪ ٻه-و هلي. جنهن جا پردا اسانجي جاڳ بنا،
ڪنهن مطلب سان ڪنهن سلسلي ۾ بدل آهن. 'برابر
زمان حال ۽ ماضيءَ ۾ ڏاڍيون تباهيون ۽ بربادڀون ٿي
چڪيون هيون ۽ بر زمان مستقبل خوفن خطرن هوندي
به اُميدن ڀريو هو. جن ڳالهين مارڪس واد ڏي مونکي
خاص طور ڇڪيو ٿي سي ڏيون ڪٽر عقيدت ڪان آزادي
۽ سائنس موجب اڪثر نظر. قبول ٿو ڪجي ته روس
جي سرڪاري سماج واد ۾ ۽ ٻين هند ڪٽرپڻو خوب
آچي ويو هو ۽ اڪثري مومن ڪافرن پنيان ڪاهي
نڪرندا هوا سا ارمان جي ڳالهه هئي، پر سمجهڻ
ڏکي نه هئي، ڇو جو انقلابي تبديلن وچ جي اندرين
مخالفت زور ڀري ها ته ساري عمارت ئي ڊهي
ٿي پوي ها.

ساري دنيا ۾ مندي ۽ نازڪ حالتون ڏسي مارڪس
واد جي سمجهاڻيءَ کي ٽيڪو مليو ٿي. جنهن وقت
ٻيا سڀ سدانت ۽ سرشتا اونده ۾ ٻاڦوڙا هڻي رهيا
هوا تنهن وقت مارڪس واد ئي نه رڳو اُنهن جا سبب
بر جوڳا علاج به ٻڌائي سگهيو ٿي.

جيئن جيئن هن ڳالهه جو من ۾ يقين ٽيندو ويو،
تيئن تيئن دل ۾ نئون اُمنگ اُپرندو ويو ۽ آهستگ
نامرادي جي ڪاميابي تي گهٽ اَفسوس ٿيو. ڏٺم ته
دنيا پهنجي من گهري مقصد ڏي تيز رفتار سان وڃي
رهي هئي. جنگين ۽ مصيبتن جا خوب خطرا اڳيان
هوا پر تن هوندي به اسين اڳتي وڌي رهيا هواسين
گپ چڪ ۾ گپڻ ڪونه هو. در اصل اسانجي قومي
جنگ به دور سفر جي هڪ منزل هئي. وات جي

سماج واد جو استعمال هرڪنهن ملڪ جي حالتن ۽ ترقيءَ جي منزلن موجب ٿيڻو هو. بهرحال هندستان، جهڙو ملڪ، روس جهڙن پلون توڙي سوين ڏسي نيڪروشن ٿي سگهي ها. شايد بولشيون جي هرڪاروائيءَ ۾ سنئون پاڻيون پيون ٿي، جو هو دشمن سان پريل دنيا ۾ حملن کان پاڻ بچائڻو هون. ڏيمي رفتار وٺن ها، ته هوند بچاريون ايڏا ڪشت نه ڏسن ها، پر اڄ ٿي سوال ٿو پيدا ٿي ته ڏيمي رفتار وٺندي انقلابي تبديليون ٿي سگهن ٿيون؟ جنهن نازڪ وقت بنيادي سرشتو بدلڻو پوي ٿو، تنهن وقت فقط ستارا آڻڻ هڪ بيڪار بازي آهي. رفتار جي تيزيءَ بابت پاڻي ڪيتري دگهت ڪٽي ڪجهي، پر اوائل ۾ موجوده سرشتي سان لوڙ ڦاڙ ڪرڻ بيحد ضروري آهي، جو جو اهو سرشتو سراسر بيڪار ۽ آئينده جي ڳلي ۾ ڳها لڳهو ٿيئي ٿو.

هندوستان ۾ زمين ۽ ڪارخانن جا گهڻا مسئلا ۽ ٻيا سڀ وڏا مسئلا فقط ڪا انقلابي تجويز ذريعي ڪئي ٿي سگهي ٿي. مسٽر لائڊ جارج پنهنجي ڪتاب "War Memories" ۾ لکي ٿو ته، "ڪو به اوڙاهه هڪ بدران ٻن ٽپن ۾ پار ڪرڻ، انهيءَ کان ٻُري ٻي ڪا به پل ناهي."

روس ملڪ چڙهي ٻ، مارڪس واد جي اصولن ۽ فيلسوفيءَ منهنجي دماغ جي ڪيترن اونداهين ڪنڊن کي روشن ڪيو. تواريخ مان آءٌ هاڻ نوان سبق سکڻ لڳس. مارڪس جي سمجهاڻيءَ مٿس لکي روشني وڌي، جنهنڪري سمجهڻ ته اسانجي اڳيان هڪ

ساڻ جڙڻ ھنسا آنگ سنگ ھئي ۽ روس جي ھنسا بـ بچڙي ڇٽي، پر تنھن ھنسا ھڪ نئين دنيا بنائڻ چاھي ٿي جنھن ۾ عام ماڻھن لاءِ علم، سھڪار ۽ سچي آزادي سمايل ھوا. ڪيتريون بـ غلطيون ڪندي، ڳرين مشڪلاتن کي دور ڪري، انھي نئين دنيا ناھڻ ڏي ھن وڏيون وکون وڌايون ھيون. جڏھن باقي دنيا منديءَ جي چڪر ۾ ڦيٿل ھئي ۽ ھتوراڙيون پئي ھنيون، تڏھن روس ۾ اسانجي اکين اڳيان ھڪ نئين دنيا اڏجي گھڙي رھي ھئي. عظيم الشان لينن جي قدمن جي پيروي ڪندي جڏھن روس زمان مستقبل جو قياس ڪري اڳتي ٿيا ڪجي سوئي ڪيو، تڏھن پيا ملڪ گئي گذري جي سراپ ۾ سراپيل رھيا ۽ جڙڻ جھونيين سوڪڙين کي سانديي رکڻ ۾ ئي موڙھل رھيا. وچ ايشيا جي پٺتي پيل ملڪن بہ جيڪا خوب ترقي ڪئي، تنھنجون رپورتون پڙھي دل سرھي ٿيم. سو لئي پٺي آءٌ بہ روس جو طرفدار ھوس ۽ ھن دنيا جي اونداھي نگريءَ ۾ روسين جو مثال ھڪ روشن ۽ جلويدار مشعل پانيم.

روسين جي ھار يا سوبيءَ، سماج واري راڄ قائم ڪرڻ جي تجربي جي نظر سان، ھڪ وڏي ڳالھ ھئي ۽ پر ھار سوبي ڪري سماج وادي سڌانت ۾ ڪو بہ خلل نئي پيو. ڪير جاڻي قومي يـا بين‌القومي سببن ڪري بولشي نہ رڳو غلطيون ڪن پر خطا ڪائين، تنھن ھوندي بہ سماجواد سڌانت نيڪ ثابت نڪري؛ بلڪ انھيءَ ئي سڌانت موجب جيڪي روس ۾ ٿيو تنھنجو ھوءُ بھوءُ نقل ڪرڻ عبث ھـو، جـو جـو

جيئن جيئن جنگ ڊگهي ٿيندي وئي ۽ سندس سُور ۽ ڏک وڌندا ويا، تيئن منجهس جوش خروش به گهٽبو ويو. البت رڪي رڪي ڪڏهن ڀڙڪو به کائيندي هئي. هاڻ منهنجا خيال دور ديس ڏي ويا ۽ هن مندي وقت ٻين ملڪن جو ڪهڙو حال هو سو ڄاڻڻ ۽ پڙهڻ.

جيل ۾ جيڪي جيترا ڪتاب ملي سگهيا اُهي پڙهيم ۽ جيترو پڙهيم اوترو وڌيڪ مزو آيم. انهن لکيو ته اسانجي ملڪ جا مسئلا ۽ هلچلون هن دنيا جي اعليٰ ناٽڪ جو هڪ پردو هوا، جو ناٽڪ قومي ۽ بين‌الاقوامي اسٽيج تي هلي رهيو هو ۽ جنهن ۾ سياسي ۽ اقتصادي قوتن جو پاڻ ۾ گهرو مقابلو هو. اهڙي مقابلي ۾ منهنجون همدرديون روز بروز سامراج طرف اُڀرنديون ويون.

گهڻي وقت کان آءٌ سامراج ۽ سماج واد ڏانهن ڇڪجي ويو هوس ۽ روس جو دل تي خاص اثر هوم. روس ۾ گهڻوئي ڪجهه مونکي ناپسند آهي - مخالفتي خيالات جي گهٽ ڳالهه، هرهند ”هي ڪر هڙ ۽ ڪر“ ۽ (منهنجي خيال موجب) سيني ڪارروائين ۾ اجائي آهزوراوري. پر زور زبر ۽ ديرڊولس جي شاهوڪار شاهي راڄن ۾ به ڪمي ڪانه هئي ۽ صاف ڏٺم ته ڪيئن نه اسانجي لوٽي ۽ ملڪيت واري دنيا زور زبر تي ٽڪيل هئي. تنهن بنا هوند چند روز مس جٽاءُ ڪري. حتي بک جي ڏر کان اڪثري آدم ٻورڙن جي فائدي ۽ سان شوڪت لاءِ ٻورڙن جي آڏ ميڇي ٻو ائي جهڙي ڪي لهڙي سياسي آزادي ۽ جو لڪوئي ڪهڙو؟

هنسا ته هت ڪٿ هئي، سرمائيداري سرشتي

تا ۽ ڏاڍيون ڏاڍير تي وڏن ٿيون آئي هار ٿيڻي لاهي. سچي هار
آهي آدرش اجهائڻ، جنهن ترڪ ڪرڻ ۽ ظلر اڳيان سر
جهڪائڻ، جي دشمن جي ٿڪاوٽ کان پاڻکي ڪيل
گهاو وڏيڪ ڏيڙ علاج ٿين ٿا.

پنهنجون ڪمزوريون ۽ دنيا جا آثار آر ڏسي
دل ڪڏهن سست ٿيندي هئي ۽ پر ڪاميابين تي
قدرتي فخر به ٿيندو هو. قوم پاڻ خوب ملهايو هو ۽
هڪ بهادر جماعت پر سات ڏينهن دل کي فرحت
آئي ٿي.

دل چال هلندي به پيرا، دهلي ۽ پوءِ ڪلڪتي ۾
ڪانگريس جا کليا اجلاس ڪرڻ جي ڪوشش ٿي.
بي قاعدي جماعت جو سانت ۾ گڏجڻ ناممڪن هو
۽ اجلاس ڪرڻ معنيٰ پوليس سان پڪڙي ڪائڻ.
درحقيقت ٻئي ميڙ لنبازين سان توڙيا ويا ۽ ڪئين
شخص گرفتار ٿيا. تيرس جي هيءَ ڳالهه ته هزارها
ماڻهو جي سيني پاسن کان انهن بي قاعدي ميڙن ۾
ڊيليگيٽن طور شامل وڃي ٿيا. وڏي خوشي ٿير ته
ٻنهي ميڙن ۾ گڏيل علائقي وارن چڱو ڀرو ورتو.
ماتا جي به چيو ته ڪلڪتي واري ميڙ ۾ (مارچ ١٩٣٣)
ضرور ويندس. پر وات تي پنڊت مالوي ۽ ٻين سان
گڏ گرفتار ڪري ڪيس ڪي ڏينهن آسنسول جيل ۾
رکيو ويو. ڏٻل ۽ بيمار هوندي به سندس سگهه ۽ جوش
ڏسي آءٌ وائڙو ٿيس. هاڻ ته جيل جي ڪيس ذري به
پرواهه ڪانه رهي ۽ تنهنکان وڏي ڪسرتي مان پار
لنگهي چڪي هئي. سندس پٽ، اٿي ڏيئر ۽ پيا جي
ڪيس پيارا هوا سي جيلن ۾ سڙي رهيا هوا. انهن لا
گهر ڪيس جڻ ڪانڊ ٿي آيو.

## ٤٦ - جنگِ آزادي

ٻاهر جنگ جاري هئي ۽ وير استريون پرش هئن مضبوط ۽ مستحڪم حڪومت سان سانت ۾ مقابلو ڪندا رهيا، جيتوڻيڪ خود هنن ڏاج ۾ا سيان ڪاميابي نه ٿيڻ واري هئي. هن طرف لڳاتار ۽ أبرندڙ أرهه زوراوري مان ظاهر ٿيو ته برطانيه حڪومت جو سچو بڇو کهڙو بنياد هو. هاڻ نه ڪاله لللي جي ڪاله رهي جا ٻالهه اسانکي نه پسند هئي. بندوقن جي سنگينن جو نسورو زور هو، پر هڪ وڏي مهندار ڪس حبو آهي ته، "سنگينن سان سڀ ڪجهه ڪري سگهجي ٿو، پر مٿن ويهي نٿو سگهجي." دل ۾ جيوسين يا ٻاڻ وڪڻون يا اندر واري ڪي ويد وجهون تنهن کان حگو آهي نه جسي ههڙو راڄ اسان مٿان نازل ٿئي. جيلن اندر اسين ٻينڪ ٻيوس هواسين، پر اٿي ته پنهنجي ڪارج جي شيوا، ٻلڪ ٻاهرين کان وڌيڪ شوا ڪري سگهياسين ٿي. پنهنجين ڪمزورين ڪري ڪير جوندو ته ملڪ گهوري ٻاڻ ٿيائڻ ٺيڪ هو؟ انس برابر آهي ته سختيون سهڻ لاءِ انسان جي طاقت ٻهه محدود ٿئي ٿي ۽ ڪئين شخص مري ويا، جهُڙي پيا، يا رهجي ويا يا ته ٻوهي ٿيا. پر اُنهن سيني ڏکن نگيندي ۾ اسانجو مقصد ثابت رهيو. جتي آدرش روشن رهن

آهن . عجب ورڳي ڪهڙو جو اهنسڪ وادي هوندي به گهڻو ڪري جانورن ڏانهن نه فقط لاپرواهه پر بي رحم ٿين ٿا. گئو ماتا جنهنجو ايڏو قدر آهي جو ڪئين هندو سندس پوڃا ڪن ٿا ۽ جنهن جي صدقي اڪثري فساد ٿين ٿا، تنهن تي به ديا ڪانهي. پوڃا ۽ ديا سدائين گڏو گڏ نٿا ٿين .

ڀين ڀين ملڪن سڀاءُ موجب يا خواهش موجب ڀيا ڀيا جانور قومي نشاني طور چوندبا آهن - مثلا آميريڪا ۽ جرمنيءَ ۾ شهباز، انگلنڊ ۾ شينهن ۽ ڪتو، فرانس ۾ وڏڙهو مرغ، اڳئين روس ۾ رڇ. اهي رکيال حيوان ڪيتري قدر قومي چال چلن تي اثر وجهن ٿا؟ اڪثري اهي سڀ خونخور شوخ شڪاري جانور آهن. پر عجب نه جي قومون انهن جا نشان اڳيان رکن ٿيون، سي سندن وانگر ئي گجن، وڙهن ۽ ٻين جو شڪار ڪن ٿيون. انهيءَ ۾ ڪهڙو عجب نه هندو ماٺهو حليم ۽ اهنسڪ ٿا ٿين، ڇو جو گئو ماتا سندن رکشڪ جانور آهي.



. قيدين ۾ سو ۾ خاص ڪري جنهن قيدين جون دلبون هشڪ ۽ افسرده رهن ٿيون. وقتي سڪ لاهڻ لاءِ جانور پاليندا آهن. رواجي قيدين لاءِ ڏکيو، پر مقدم ۾ واڇهين ۾ ڪن ته جيل وارا ڪٽي نا چشم پوشي ڪن. عام طور لوريئڙا ۽ وڏا ٿــور رکندا آهي. ڪتن جي جيل اندر اجازت ناهي، پر ٻلين جي ڪمي ڪانهي. هڪ پيري هڪ ٻلڙيءَ سان ليهن ٿير. پر جيل عملدار جي هئي ۽ بدلي ٿيس ته ٻلڙي به ساڻس ويئي. ڪي ڏينهن سندس سار ٿير. ڪتن جي موڪل ڪانهيءَ پر ڪي ڪتا دهرادون ۾ پليءَ پنجي وير. ڪنهن جيل عملدار هڪ ڪتي ڏاري ۽ جڏهن بدلي ٿيس لڏهن ڪتو ڪري وبس. وبچاري ننڍڙڪي بکون ڏکون ڏڪا ڏاما کائڻ لڳي ۽ ٻلين همنان رهي ڪتان. پــور ولي کانيندي رهي. آءٌ جو جيل پاهر حوالامه ۾ رهندو هوس، نه مون وٽ پور لاءِ واجهائيندي هئي. کاراڻيندي لبت پڙهيذان پچا جٽبائين. ڪي ته ڪجهي وبس، پر لي ٻچا جنڪي ڪاراڻيندو رهيس. هڪ ٻچيءَ کي بيماريءَ حد لنگر ڪيو ۽ مونکي به خوب تڪليف ڏنائين، مون بـــ جڳي سار سنڀال لڌيس ۽ ڪڏهن ته رات جو ڏهه ٻارهان دفع اٿي ڏسندو هيوسانس. لبت جڙهي پيو ۽ آءٌ به خوش ٿيس ته پورهيا ساب پيا.

جيترو جيل اندر جانورن سان واقفيت ٿير اوترو پاهر ڪال هير. ڪتا سدائين وٽندا هير ۽ ڪي ڏاري ٻه، پر بين ڪمن ڪارڻ ڪري سندن پــوري سنڀال ونـي ڪين سگهيس. جيل پر ته سندن سنگت لاءِ آءٌ شڪر گذار هوس. هندوستاني اڪثر طور جانور ڪين پاليندا

ڳالھ دل کي وڻي ٿي. منھنجي چوڻ جو مطلب اھو
ناھي تہ نانگ وڻندا اٿم؛ آءٌ آدر ڪندو آھيان، پر
اڪثري ماڻھن وانگر ڏر ۾ ڏ ڪندو ناھيان. سنڌس
چڪ جو ڏپ اٿم؛ نانگ ڏسي پاسو ڪندس. پر
چرڪڻ يا ڪنبڻ جي ڳالھ! ڪانھي. تنھن ڪان تہ
سؤپيريءَ ڪان وڌيڪ ڏڄندو آھيان؛ بلڪ ڏپ نہ پر
ڪانئس پاڻمرادو چرڪندو آھيان. ڪلڪتي جي عليپور
جيل ۾ ھڪ پيري اڌ رات جو اُٺي پيس؛ پائيم تہ
پيرَ تني ڪجھ پسو سريو، پاسي ڪان چور بتي ھيم.
باريان تہ مار! ھند تي سؤپيري! ولي جو پاڻکي اُڇل
ڏنيم تہ بسترو پار، ڏري گھٽ وچي پت پيرُ لڳس.
پوءِ سمجھيم تہ انگريزيءَ ۾ پاولاو (روس جو ناميارو
جيو شاستري) اُڇل چاڪي ٿو چئي.

دھرادون ۾ ھڪ ڏون، يا چئو تہ مون لاءِ ھڪ نئون،
جانور ڏٺم. جيل جي دروازي اندر جيلر سان گڏ ويٺو
ھوس تہ ٻاھر ھڪ ماڻھو ڏنوسين جو ھڪ عجب
جانور کنيو ٿي لنگھيو. جيلر سڏائي ورتس؛ چا ڏسون
تہ ھڪ جانور اڌ ڪرڙيءَ اڌ واڳھ، اٽڪل ٻہ فٽ لنبو،
چنبن سان؛ پٺيءَ تي چلرن سان، نھايت اُگلو، موڙي
سوڙي گنڊ ۾ بدل ھو. شڪاريءَ انھيءَ گنڊ مان
لٽ لنگھائي، کيس انڌين لٽڪائي کنيو ٿي. جيلر
پڇيس تہ ھي چا آھي؟ چي ھي "بو" آھي. ھنکي
چا ڪندين؟ چي رڌي "پُڇي" کائيندس.
ھي شخص پيلاٿي ھو. پوءِ ھڪ ڪتاب
F.W.Champion-The jungle in sunlight & shadow
۾ پڙھيم تہ ھن جانور جو نالو پنگولن Pangolin ھو.

جتو ياد اٿم. هڪ ٻيو الائي ڪيئن ٻوراڪ جي اڳئين واري پٽ ٽپي هيٺ لٿو، ۽ مونٽي چڙهي ڪين سگهيو. وارڊرن ۽ ٻين مقدمن قيدين گڏجي ڪٽي جلهيو ۽ گلي ۾ نوڙيءَ لڪر سرڪائي ٻڌس. وڏيءَ پٽ تان شايد سندس مانئن اهو حال ويئي ڏٺو ۽ غصو چڙهين. اوچتو هڪ شاهي باندر هيٺ ٽپ ڏيئي ٻچي کي بچائڻ لاءِ ماڻهن جي ميڙ اندر ڪاهي پيو. نهايت دليريءَ جو ڪم ڪيائين، ڇو جو وارڊر ۽ مقدمن کي هٿن ۾ لنبون ڏنڊا هوا جي ڦيرائيندا هلبا ٿي. پر ٻي ڳالهه جرئت ڪئيو ۽ ماڻهن جو ميڙ لنبون ٻيون ڇڏي ٽڙي پکڙي ويو! ٻچي کي بچائي باندر ساڻ ڪٽي ويا.

ڪڏهن وري اهڙا جيو ـــ گهڙي ايندا هـــوا جي ڪنهنکي ڪبندا هوا؟ مثلاً وڇون، ۽ سي ـ مينهن طوفان ڪالبوءَ، ڪوٺڙين ۾ اچي لڪرندا هوا. عجب جو ڪڏهن ۽ ڪنهن پٽونءَ ڪونه ڪاڏم، جيتوڻيڪ ڪڏهن بستري لي، ۽ ڪڏهن ڪتاب لي ڪين لهندوهوس. خاص هڪ ڪاري ڪَوڙي زهر ناڪ لچ کي ڇهلي ٻانليءَ ۾ رکيم ۽ روز مکيون وغيره کارائيندو هيوسانس. جڏهن ٻاهر ڪڍي پٽ لي ڏور سان ٻڌي ڇڏيومانس ته الائي ڪيئن گم ٿي ويو. سڄو ڪمرو هيٺ مٿي ڳوليم، ڇو جو اهڙي سان ٻي خبر ڪير هٿ اٽڪائي، پسر جي ليي؟

ٽي چار ناڪر ۽ ڪوٺڙين ۾ ٻا ٻوسان نڪتا. هڪ جي خبر ٻاهر وڃي پهتي ۽ اضارن ۾ وڏا ڪارا مترا پيا. سچ پڇ ته مون لاءِ اها ۽ والدڪائيءَ جي ولدر هئي. ٻيل جي جيوت لسي آڏوڻي ٿئي لي ۽ جهر ٻهو واري

هوس. اهڙا هري ويا جو صبح شام ڪاڏي ۾ ذرا دير
پوندي هين ته ويجهو اچي رڙو رڙ مچائي ڇڏيندا هوا.
سندن اشارا ڏسي يا بي صبريءَ جون ڀانهون ٻڌي
مزو ايندو هوم.

نينيءَ ۾ هزارين طوطا هوا بوراڪ جي ديوار جي
سوراخن ۾ ڪئين آکيرا ناهي ويٺا. ڪيئن هڪ ٻچي کي
ويجهائيندا ۽ پيار ڪندا هوا سو ڏسڻ وٽان هو. ڪنهن
مهل ٻه نر هڪ ماديءَ لاءِ اچي وڙهندا هوا ۽ هوءَ سانت
۾ رڳو نشو ڏسي ڪتندڙ کي ڪٽي پنهنجي دلڙي ڏيندي
هئي.

دهرادون ۾ طرح طرح جا پکي پلده هوا ۽ سارو ڏينهن
پکين جي ٽان ٽان، چوُن چوُن ٻڌبي هئي؛ ۽ سيني
کان مٿي پري کان ڪوئل جو ڏک ڀريو آلاپ ايندو
هو. چوماسي کان ٿورو اڳ ٿي پپيهو پرگهٽ ٿيندو هو
۽ سارو ڏينهن "پيوُ" "پيوُ" پيو رٽيندو هو ۽ سمجهيم
ته جو انگريزي ۾ کيس "Brain fever bird" سڏيندا
آهن. ڏينهن جو، رات مهل، اُس هوندي،
مينهن پوندي هڪ ٿي سر ٽڪجڻ بنا آلاپيندو وڻندو
هو. ياربه ۾ وڻ ڪونه هوا، جنهنڪري اهي سڀ پکي
ڏسبا ڪونه هوا ۽ فقط سندن لاتيون ٻڌبيون هيون. ٻر
مٿي آسمان ۾ سرٽيون ۽ باز نهايت نزاڪت سان پيا
ترندا هوا ۽ اُتي ٿي لامارو ڏيئي وري هوا جي جهڙپ
۾ مٿي چڙهي ويندا هوا. ڪئين پيرا بدڪن جا جهنب
ٻه مٿان اچي لنگهندا هوا.

بريلي جيل ۾ باندرن ٻـ چڱي خاصي بينڪ بڻائي
ڇڏي ۽ سندن رمت گمت ڏسڻ وٽان هئي. هڪ واقعو

جاچيندو هوس. ۽ ڪرڙيـون جـي ورڻي سانجهن جـو الائي ڪيئن پـچ مروڙي، هڪ ٻئي پٺيان پولڊيون هيون يا ته شوق شڪار ڪنديـون هيون. اڪثري ڪڪرين کان پاسو، ڀر به پيرا ڏئو لـ ڏاڍي خبرداريءَ سان، اچل ڏيئي مهڙ کان وجي جهٽ هڻياتون. خبر ناهي ته ڏنگر کان هيئن پاسو ڪرڻ ڇڪ يل کان يـا ڄاڻي واڻي ڪياتون.

جتي وڻ ٽڻ آلي لوريڙا پلا ڪيئن نه هجن؟ ڏاڍا ڪڙا ڙا ۽ ڏاڍو وڇڇو ايندا هوا. لکنوءَ جيل ۾ آءٌ چرڻ پوڻ ٻا ڳچ وقت هڪ هنڌ وينو پڙهندو هوس. پوءِ ڪو لوريڙو ٽنگ مٿان چڙهي، گوڏي تي ويهي، لٻنا پائي ڏسندو هوم. پوءِ اکيون اکين کي ڏسي سمجهندو هو ته هي ٻيلي ڪو وڻ ٽڻ ناهي. ڪن ير دهلجي، ٽڪ ٽڪ ڪري، ٽپ ڏيئي آلي تي پهچي ويندو هو. لنڍڙا ٻچڙا وقتي آڪرن مان هيٺ ڪري پوندا هوا. اماڪ ماءُ ڊوڙي اچي ايندي هئي ۽ موڙي سوڙي واپ ۾ ڪڻي ٻچائي ونندي هين. وقتي ماءُ کي پتو ڪونه پوندو هو. اسانجي هڪ سانيءَ اهڙا ٽي ”وچايل ٻچا“ لڌا ۽ پاليا. ٻچا اهڙا مٺا جو پالڻ ٽي ڏکيو. پر هڪ رمز ٽسبين.

پين واري مس ٻرڻ جي ٻچڪاري ڪٽي، هڪ پاسي کان ڪمهه جو پهو ڏيئي، ٻچڙن کي کير ڏار ڪٽندا هئاسين. آلمورا جي پهاڙي جيل ڪانسواءِ جتي ڪٽي ڪبولرن جا جهنڊ هوا. سانجهن جو آسمان جڻ ڇانئجي پولدو هو. ڪلهن ڪنڌن جيـل وارا ڪين ماري کائيندا هوا. متاتون پـ ڪيئن نه هجن؟ هڪ جوڙو دهرادون جيل ۾ ڪمري جي دروازي مٿان آکيرو ناهي وينو. روز ڪين ڪارائيندو

ڇونين جو بي ڏاڍو ديدار ڪير.

ٻاهريون ڪم ڪاريون بند هونديون اسين قدرت جا انگ ۽ نگ پسڻ لڳاسين. جيت جانور ٻه جاچي ڏٺاسين. جاچڻ لڳس ته ڪمري ۾ اڳئي ۾ طرح طرح جا جيت نظر آيا. منهنجي ليکي ته آءٌ اڪيلو ويٺو هوس، پر منهنجو اڳ ته جيئن سان ٽمٽار هو، سي سڀ ڇُرندڙ سُرندڙ ۽ اڏامندڙ جيت پنهنجي ليکي ٻاهر خوش ٿي رهيا. نه هنن مونکي ستايو ۽ نه مون کين ستائڻ واجب سمجهيو. پر منگهڻ، مڇرن ۽ قداري مکين سان دائمي جنگ چالو رهي. ڏينهن، ککرين کي ڪٽي ڇڏيم ۽ اهي ته مانارا ڪري ڪمري ۾ وينا هوا. هڪ ڀيري الائي ڪيئن هڪ ڏينيو ڏنگيم، پوءِ ڏينين سان ذرا اُلبطت ٿي. ڪاوڙ ۾ ڇيم ته هتان لڏي ڪيدان پرهو مڙسان مڙسي جنگ جوٽي بينا ۽ گهر نه ڇڏيائون، جنهن شايد ٻچا آنا هئن. مون ٻه ڪٽي هٿ جهليو ۽ ڇيم ته جي وري گستاخي نه ڪندا ته آءٌ سندن پچر نه ڪندس. پوءِ ٻه سال ڪن ڏينين ککرين وچ رهيل هوس ۽ وري ڪڏهن نه ڏنگيائون. مطلب ته هڪ ٻئي کي هٿ جوڙ ڪئي سين.

ڇمڙن ڪان آءٌ ٽهندو هوس، پر ڇنڻ ڪونه هئو. نماشام ٿيندي ٿي ماٺ ميٽ ۾ نڪرندا هوا. آسمان سامهون منهن اونداهيءَ ۾ ٻاهر ڏسڻ ۾ ايندا هوا. ڀانءِ غيبي جيو هوا. ڪانئن ٻڌندو هوس، جڻ منهن اڳيان انگهي ويندا ۽ پائيندو هوس ته منهن کي لڳندا. آسمان ۾ مٿي وري وڏا ڇبرا اڏاٽا ٿي.

ڪيٽليون، اڏوهي ۽ پيا جيت ٻه ڪلاڪن جا ڪلاڪ

اگر ڪڏهن ڪوله جاچي ڏٺو هوم ته تازا ڪپڙا
الف جا بن ڪاڙهي پوري رنگ جا ٿين ٿا، جنهن
رنگ ۾ ڪشمير جا پهاڙ سرءُ جي موسم ۾ رڱجي ويندا
آهن: پر جلد ئي رنگ بدلائي ساوا ٿين ٿا.

معدانتو منهن ته جيءُ لچ اڃي ۽ اونهاري جي
ڪاڙهي ۾ نار اجي رڄهي. پر آجهل منهن ۾ نعمت
مان ٿوري زحمت ٿيو پوي ۽ ڌڙادون اي ته الدر دبو
جهجهي مهر ڪري ٿو. چؤماسي لڳڻ سان پنجن
ڇهن هفتن اندر پنجاه سڀ انچ لاٿون ڪري پوون ٿا
پوءِ ڪمب جهڙي ڪوٺڙيءَ ۾ پڌجي وهڻ ۽ جت رهي
يا دريءَ مان پاڻي ڏؤن اندر اچي ته پڇي :پاسبرو ٿڻ
۾ مزو ڪولد هو.

سرءُ معد وڻندڙ هئي ۽ سيارو ۾، جي مينهن ته
پوندو هو، ته سلو هو. پلا مينهن، ڪڪوڙ ۽ ٿڌين
هوائن جي سؤست ۾ ڪبر ته جاهيندو ته خاصيري
جڳهه ۽ منجهس ڪنچ سک گوماش هجن. رڪي رڪي
وري ٻڙن جو وسڪارو ٿيندو هو. هڪ هڪ ٻڙو
گولين کان وڏو، ڪٿ لي لوهه جي ٻترن مٿان اڻين
ٽو ٽو ڪري ڪولدو هو جڻ بندوقبازي پئي هلي. ۱۰

هڪ ڏينهن خاص ياد اٿم ۽ ۲۴ ڊسمبر ۱۹۳۲ جو هو.
سارو ڏينهن مينهن ۽ ٻڙا وسيا ۽ ٿڌ جڻ هڏن کي ڪاٽو
ٿي. جيل ۽ بدن جي خيال کان اهڙو ڪو ڏکيو ڏينهن
ورلي گذاريو هوندم. پر شام ٿي ۽ آسمان اوچتو صاف
ٿي ويو. چارو طرف پهاڙن ٽڪرين مٿان برفاني چادر
چاليل ڏسي ڏينهن جو ڏک سڄو ڪافور ٿي ويو. بيو
ڏينهن. ٽاٽال جو ڏينهن- صاف ۽ مزيدار ٿيو ۽ برفي

” پکي ولون ۾ ڪٿ ڪٿ ويا اُڏامي؛
هو بادل هيڪلو، رهندو هلندو ويو؛
مان چنگ ٽنگ چوٽي ساهون ٽيس سلامي؛
اسان جو هڪ ٻئي مان ڪجهہ نہ ڍؤ ٿيو.“

چيني ڪويءَ Li Tai Po جيان ائين ڪين چوندس تہ پهاڙن مان ڪڏهن بہ ڪڪ ڪين ٿي ٿيس، هون تہ سندن اوڏائيءَ مان پر اهو ڪو ورلي. . . ۽ لڪين سالن جي دل کي ڏاڍي راحت آئي ٿي. جڏ سياٽپ سان مون ڏي ڏيرج ۽ استرتا سان نهاري، منهنجن خفن تي ملامت ۽ تتل من تي ٺڏو ڇنڊو وڌائون ٿي.

بسنت جي رُت دهرادون ۾ ڏاڍي موجي ۽ هندستان جي ٻين ڪان وڌيڪ لنبي ٿئي ٿي. سياري جڏ وڻن ٽڻن جا پن پتا ڇاڻي ڪين ننگو ڪري ڇڏيو هو. جيل جي دروازي اڳيان چار عاليشان پپر جا درخت بيٺل هئا ۽ عجب اهو هو جو انهن جا بہ سڀ پن ڇڻي ڇيا هئا . بس ائين ننگا ڏار ۽ ٽار ڪوماڻا ۽. گهوماٽيا بيٺا هئا ، جيسين ڪي بسنت جي هير سندن رڳ نس ۾ گهڙي نئين تازي زندگيءَ سان ڪين مالا مال اچي ڪيو. اوچتو پپرن تيڻن سڀني وڻن ۾ چر پُر ٿي ۽ هڪ گجهہ گجهارت ۾ ويڙهجي سيڙهجي ويا، جڏ تہ پردي پنيان ڪو ناٽڪ تيار پئي ٿيو. پوءِ ڏسندو هوس تہ مار! هت هُت سندن مٿان ساوا سبز ذرا پيا اُسرن. سو ديدار بہ موجي ۽ من موهيندڙ هو. هاڻ اُمالڪ پن پتا لڪن ۾ لڪري نرواز ٿيا ۽ اُس ۾ چمڪندا ۽ هوا ۾ لڏندا ڪڏندا هوا. تلن مان هيٺري ۾ قري ين پتا ٿيڻ بہ هڪ عجب اِسرار آهي.

کي ٻاهر نڪري شاهي دروازي اڳيان اٽڪل سؤ وال
مفاصلي تي پنڌ ڪرڻ جي موڪل ملي. ٻيو ته حاطي
اندر ٿيا سين، پر ديوارن کان ٻاهر ٿي پهاڙن، ٻڻن ۽
۽ ٻرپان شاهي رستي جو ديدار ٿيندو هو. اها ته خاص
مون لاءِ نه پر ڊهرادون جيل جي سي، اي ۽ ٻي
ڪلاس وارن سان سهوليت هئي. حاطي-اندر پر جيل
جي ديوارن کان ٻاهر ٻي به هڪ ننڍڙي عمارت يعني
يورپي حوالات هئي. انهيءَ عمارت جي چوگرد ڪا نه
پٽ نه هوندي هئي. ڪوٺڙين اندران قيدي پهاڙن ۽
ملڪ جو نظارو ڏسي سگهيا ٿي. يورپي قيدي ۽ ٻيا جي
هت رهندا هئا سي به ٻاهر نڪري دروازي اڳيان
صبح شام پنڌ ڪندا هئا.

جو قيدي گهڻو وقت شاهي ديوارن اندر رهيو آهي
سو ئي ٻاهرين پنڌن ۽ نظارن جو صحيح قدر ڪري
سگهندو. آءٌ نه انهن ٻاهرين شغلن لاءِ جنهن عاشق
هوس ۽ جڏهن چار ماسي ۾ روزانو مينهن اوهرا ڪري
وسندو هو ۽ مون کي پنهنجي بوڙ پاڻيءَ ۾ ترڪڻو پوندو
هو نه به ٻاهر نڪرڻ جي ٻچر ڪين ڇڏيندو هوس.
ٻاهر نڪرڻ نه ڪٿي به وڃڻ هئا، پر پري کان همالي
پربت جي چوٽين جي ديدار جو هت خاص مزو هو،
جنهن ڪري جڙ جيل جو ٽڪ پڇي پيو ٿي. اها به
منهنجي خوش قسمتي جنهن جو جڏهن. ملاقاتون
بند ڪيم ۽ بلڪل اڪيلو هوس، تڏهن دل جي محبوب
پهاڙن جو درسن ڪندو رهندو هوس. ڪوٺڙيءَ اندران
ڏسڻ ۾ نه ايندا هئا، پر ٿورو هٽي نه اوڏا آهن ۽ ٻهي
وچير اينهن جو نالو پڌبو ٿي ويو.

## ٤٥ — جيل ۾ جانور.

سچا سارا سايا چوڏهن مهنا آءٌ دهرادون جيل
۾ رهيس، تان جو سمجهيم
جي هڪ ننڍڙيءَ ڪوٺڙيءَ جو حصو بڻجي پيو آهيان.
تہ آءٌ پاڻ جڻ ڪوٺيءَ جي ذري ذري سان واقف ٿيس. ڪڙيڙ پٽ
ڪوٺيءَ جي ذري برزي سان واقف ٿيس. ڪي اُڏوهي ڪاڌل ڇت
تي، ڪي آچين يتنين تي، ڪي پوري جاڻ هيم. ٻاهر
جي تختن تي، چٽن نشانن جي پوري جاڻ هيم. ٻاهر
اڱڻ ۾ گاهہ جي ننڍن جهڳٽن ۽ پترن پترن ڪيجهونن
دوستن وانگر ڪيڪارينديو هوس. ڪوٺيءَ ۾ بہ اڪيلو
ڪون هوس، ڇو جو منجهس ڏينين ۽ ڪڪڙين جا ماڻارا
هئا، ۽ ڇت جي تختن پنيان ڪرڙيون لڪل
هيون. جي انسان جا خيال ۽ جذبا سندس اوسي
پاسي ڪون ڪو نشان ڇڏي وڃن ها تہ چوندس تہ
منهن جي ڪوٺڙي انهن سان ٽمٽار هجي ۽ اُهي پٽ
ڇت پٽ ڪي چنبڙيل هوندا.

بين جيلن ۾ ٻونڪي وڏيڪ سنيون ڪوٺڙيون مليون
ٻر دهرادون جيل ۾ هڪ خاص عزيز سهوليت هيم.
جيل ننڍڙو هو ۽ اسان کي جيل جي حاطي ۾ ٻر جيل
جي ديوارن کان ٻاهر هڪ ٻراڻي حوالات ۾ رکيو ويو.
هيءَ جڳهہ اهڙي ننڍڙي هئي جو منجهس پند ڪرڻ
لاءِ وچوٽي ڪانہ هئي. تنهن ڪري صبح شام اسان

تصويري ڪتاب هيم ۽ جڏهن مهنجي ڪراڙپڻ يا ٻوراڪ اندر ١١٥ ڊگريون گرمائش هوندي هئي تڏهن ورق، ورائي ترڻي جوٽيون ڪيڪ ڏسندو هوس. نقشن جو ڪتاب ته دل کي جنسي اُڇلون ڏيندو هوم. ڏسندي ئي چوندو هوس ته هتي ويو هوس ۽ خواب لهو هو ته هاٿي هتّي ويندس، ۽ وري اکين هنڌ وڃڻ ۽ .نقشن اندر ڏيکاريل ٻڙٻن يعني لون وڏن شهرن ۾ وڃڻ ۽ جانويلا ٽڪر يعني ٻهاڙي علائقا پار ڪرڻ ۽ نيلا ٽڪر يعني سمنڊ ئي سمولھ جهاڳڻ ۽ دنيا جا خرش رانگ لماءِ پسڻ ۽ دنيا جي قومن ۾ آئلون ۽ انقلاب ڏسڻ — انهن سڀني لاءِ دل واجهائيندي هيم ۽ جڻ گهٽ گهٽجي ويندا هيم. بوءِ ٽو ٽڪڙ ۾ شيڪارو بري نقشن جو ڪتاب کٽي پاسيرو ڪندو هوس ۽ وري پنهنجن جن ديوارين اندر موٽي روزمره جي ڪم ڪار کي لڳي ويندو هوس، جو قبنديءَ جي قسمت ۾ لکيل هو.



پڙهڻ لکڻ سيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، پر
سڀ بي دليو ۽ سيکاريندڙ به آلا اوُر وڪيل آهن. ڪي
چوندا آهن ته قيدي سکڻ جهڙا ناهن، پر منهنجو آزمودو
بنهه اُلٽو ٿيو آهي ۽ ڏٺو اٿم ته ڪيترا قيدي جي مون
وٽ سکڻ لاءِ ايندا هئا سي مسنت ٿي لکڻ پڙهڻ پنيان
ڪاهي پوندا هئا. جيڪي قيدي اچي نڪرندا هئا تن
کي پاڙهبو هو ۽ هوُ ويچارا خوب ممنون ڪندا هئا،
ڪڏهن آڌي رات جو اُٿندو هوس ته هڪ ٻن کي
بوراڪ ۾ جهڪيءَ بتيءَ تي ٻئي ڏينهن لاءِ سبق جي
تياري ڪندو ڏسندو هوس.

انهيءَ ريت قسمين قسمين جا ڪتاب، پر خاص
ڪري 'گرا' ڪتاب پڙهندي دل پئي ٿي بهلايم. آڪاٽيون
نول ڪتائون گهٽيون ڪونه پڙهيم، جو اهي پڙهندي
من جڻ سست ٿي پوندو هو. پڙهي ٿڪبو هوس ته لکڻ
کي ونندو هوس. ٻئي سال پنهنجي ڌيءَ سان تواريخي
خطن جو سلسلو هلائي من ڪسي نيڪ ناڪ رکيم. انين
گذرئي بابت لکندي، جڻ جيل وساري، گذرئي ۾
محو ٿي رهيس

سفرناما ته مون وٽ پيل اچن، مثلاً اڳئين زماني ۾
( چيني ) هيوُن سانگ (اطالي) مارڪو پولو ۽ (عرب )
ابن بطوطه جا سفرناما ۽ تازو (سئيڊن جي) سُئين هيڊن
جا وچ ايشيائي بيابانن ۾ سفر، ۽ (جرمن) روريچ جا
تبيت ۾ ساهسي ڪارناما. جبلن، چڙهندڙ جبلن ۽ ريگستانن
جا به باتصوير ڪتاب هيم. جيل الدر انسان پٽن، پهاڙن
۽ سمنڊن جي بي انت پکيڙن لاءِ آڃهري ٿو. ڪي نه
نهايت عمدا مانت باينڪ، آلپس ۽ همالي پربت جا

لکڻ جو سامان ڏنو وڃي ٿو اُني قيدين جي من آزاد رکڻ جو سوال ئي فضول ٿيو لڳي. دمت ته ڪات ڪُوٽ نه ہر صفا انڪار آهي، صرف اي ڪلاس قيدي قانون موجب لکڻ جو سامان گهري سگهن ٿا ۽ انهن مان ہ سيني کي روزاني اخبار لئي ڏني وڃي. جا ڏني وڃي ٿي سا ہ سرڪار جي چوائڻ موجب. ہي ۽ سي ڪلاس سياسي توڙي غير سياسي قيدين لاءِ لکڻ جي سامان جي گهرج واجبي لئي سمجهي وڃي. وقتي ہي ڪلاس وارن کي خاص رعايت طور عنايت ٿئي ٿي ہر ڪير چاڻي ته اُها ڪيستائين جتاءِ ڪندي؟ شايد اي ڪلاس جا قيدي هزار پنبان هڪ يعني اُني ہر لوڪ ہ ناهن ۽ عام قيدين جو حال سوچيندي ليکو ڪرڻ روا ناهي، ہر سو ہ ياد رکڻ گهرجي ته ڪتابن ۽ اخبارن بابت هنن اي ڪلاس وارن لاءِ سهوليتون ہين سڌ ويل ملڪن جي ہيت ہر ڪي ڪين آهن.

هزار مان باقي ٩٩٩ کي ساڳئي وقت ہ يا ئي ڪتاب ملي سگهن ٿا، ہر حالتون اهڙيون سخت آهن جو اها سهوليت ہ هميشه لئي ملي. باقي لکڻ يا پڙهڻ لوڻ لکڻ ته خطرناڪ ڪم آهي، جنهن جو قيدي مجال جو چوڪ کئي. هن ريت دماغي ترقي لکهوسار ڪرڻ حسرت جهڙي ڳالهه جيئي. دراصل قيديءَ کي ناهي سڌاري هڪ لڪ نگرواسي بنائڻ لاءِ، سندس من ريهي زيبي علم ہر مائل ڪرڻ گهرجي ۽ ڪيس ڪو ڏنڊو يا ڪرت سيکارڻ گهرجي. ہر اها ڳالهه هنن مُدمِغ جيل عملدارن جي مغز ہر گهڙي. ڪڏيل علائن جي جيلن ہر هن ڳالهه تي ذرو ہ ويچار ڪونهي. تازو ڇوڪرن ۽ جوان قيدين کي

هوس ۽ روز فقط ڪنهن جيل عملدار سان ٻه چار منٽ ڳالهائڻ جا ملندا هئم. قانوني طور اڪيلو بند نه هوم، پر ذري گهٽ اڪيلائي هوس ۽ اهو سارو وقت اُٻاٽڪو رهيس. شڪر جو مقالاتون وري شروع ڪيون هيم جنهن ڪجهه فرحت ملي. چوندس ته خاص رعايت طور ٻاهران تازن گلن وڻن ۽ ڪن فوٽن رکڻ جي موڪل مليم، جن ڪري سرهو ٿيس. رواجي طور گلن ۽ فوٽن وڻن جي منع آهي ۽ ڪئين ڀيرا منهنجا ٻاهران آيل گل موٽايا ويا آهن. ڪوٺين کي ٺاهڻ سينگارڻ پسند نه ڪيو ويندو آهي ۽ ياد اٿم ته ڪيئن نه هڪ جيل سپرنٽينڊنٽ منهنجي هڪ سائيءَ تي اعتراض ورتو، جو هُو پنهنجي ڪوٺي ۾ چند ڦُوڪ ۽ سينڌ سرمي جون شيون نمونيءَ سان رکندو هو. جي ڪوٺي جو ٺاهه ٺوه اٿين نه ڪر جو ”عياشي“ لڳي. عيش جون ٻه هيٺيون چيزون رکيل هيون: ڏندن جو برش، وارن جو برش ۽ ڦڻي، ڏندن جو پيسٽ، پڻ جي مس ڪپڙي، وارن جو تيل وغيره.

جيل ۾ ماڻهوءَ کي ننڍڙين خسيس شين جو ٻه قدر ٿئي ٿو. هڪ ته اڳ ئي ٿورڙيون، پيو ته سترو وڌائي يا ٻهر وٺي نٿيون سگهجن. پوءِ ته ماڻهو پيو ڪين سانڍي رکي يا چنبڙي، سو ٻه اهڙين شين ڪي جي ٻاهر ٻنا خيال ڪٺي ڦٽيون ڪجن. مطلب ته جت ڪجهه رکڻ يا سانڍڻ جي اهڙي وٿ نٿي رهي اُت ٻه انسان کي ملڪيت جو پُوڄ نٿو ڇڏي.

ڪڏهن دنيا جي سکن آرامن تي ٻه دل رکي ڪڏهن سرڪندي هئي، مثلاً تن جو سک، اوسي پاسي جي

ڪري ڇڏير. انڪل ست مهنا نند رهيون. اهو وقت
مون لاءِ مايوسيءَ جو هو ۽ پوءِ جڏهن وري ملاقاتون
شروع ڪيم ۽ منهنجا عزيز مون سان ملڻ آيا، تڏهن
جا خوشيءَ وارون ڪيفيتون بر ڻ پئي ماپهس. منهنجي
پيءُ جا پار به آيا ۽ جڏهن لنيڙي ڪڪي، هونءَ وانگر
چنبڙي ڪاهي لي حرهڻ الڳي ڻ دل جڻ ايتري خوشي
جهلي نئي سگهي. هيترن ڏهاڙن جي وڇوڙي ڪانپوءِ
هن گهرو زندگيءَ جي جهلڪي ڪري آءُ ڀاڻ سنڀالي ڻ
سگهيس.

ملاقاتون بند ٿيون ڻ گهران يا ٻئي ڀنڌون وٽان جيل
مان خطن جو وڌيڪ اوناو ۽ قدر ٿيندو هوم. جي خط
وقت تي ڻ آيو ڻ ملي، جي اينددو هو ڻ ڪولڻ ڪان
هڪ. خط ڪٺي سانس ناز ڪندو هوس جن ڪو
خاطرخواه خوشيءَ سان نخرو ڪري. ٻر دل اندر اهو ٻ
اڻ‌ڪو هوندو هوم ڻ منان خط اندر ڪا اهڙي خبرچار
ڻ هجي جا مٺي ڪرير. خط لکڻ ۽ پڙهڻ جيل جي
سائنيڪي ۽ مائيٺي زندگيءَ ۾ خلل انداز واقعا هنا.
ماٺهوءَ جو من آئي پولدو هو، جهڪري ڏيهن ۾
پوءِ من پيو پٽڪندو هو ۽ ڪم لي هڪ ٽڪ ڻ بيهندو هو.

نبي ۽ بريلي جيلن ۾ سالي هئم. ڏهرادون ۾ شروع
۾ ٻي جڻا هئاسين - گووند وليڀ پنت، ڪاشيپور جو
ڪنور آنند سنگهه ۽ آءٌ. ٻر ٻن مهنن بعد پنت جي ڻ
ڇهن مهنن جي سزا پوري ڪري آزاد ٿي ويو. ٻ ٻيا
پوءِ آيا. جنوري ۱۹۳۳ تائين سب هڪ هڪ ڪري
ڇٽي ويا ۽ رڳو آءٌ وڃي نچيس. انڪل ان، ڪن مهنا،
ويندي آگسٽ ۾ ڇٽڻ تائين، آءٌ ڏهرادون جيل ۾ اڪيلو ئي

ڏاڙهي ڪُوڙڻ وغيره تي پورو رهندو هوس. اهـا
ڏاڍي ڳالهه هن ڪري ٿو ڪريان جو اڪثري ٻين
آلس ڪري اهي ڪم اندر ڇڏي ٿي ڏنا. ڏينهن جي
هڻ ٻڌاڙ ڪاٻوء سانجهي ٿيندي هئي ته مئو ٽڪ ٿيندو
هو ۽ رات جو ٻڙي جي لباب ماٺيندو هوس.
بس هن ريت ڏينهن، هفتا ۽ مهنا نبرندا ويا. پـر
ڪڏهن ڪو مهنو پاڻء وڏي پوندو هو ۽ سمجهندو
هوس ته جڻ سندس آخر اچڻي نه هئي. ڪڏهن وري
ٻـُڙ ۽ بيزار ٿي هر چيز ۽ هرشخص سان غصو ڪندو هوس—
جيل ۾ سائين سان، جيل وارن سان، ٻاهر وارن سان،
برطانيه سلطنت سان (سو ته هميشه ڪان هو) ۽ خاص
ڪري پاڻ سان. جڻ چيڙاڪ ٿي جيل جي ذرين ذرين
ڳالهين تي خفي ٿيندو هوس. شڪر جو جلد وري پاڻ
سنڀالي وٺندو هوس.

ملاقات جا ڏينهن جيل ۾ وڏا ڏينهن هئا: ڪيئن
نه ڏينهن ڏينهن ڳڻيا هئا ۽ سندن لاء واجهائبو هو!
ملاقات جي ٻڙي ڪاٻوء وري جڻ مايوسي ۽ اڪيلائي
ويڙهي ويندي هئي. جي وقتي ڪا ملاقات، ڪنهن
خراب خبر يا ٻئي سبب ڪري ڪرجي ٿي پيئي نه پوء
ڏاڍو دکي ٿيندو هوس. ملاقات وقت جيل عملدار
ڪيئن نه حاضر هجن، پر ٻه ٽي دفعا بريلي جيل ۾ هڪ
خفيه پوليس وارو پنو پينسل کڻي سڀ ڪجهه لکڻ ويٺو
ڏاڍا خار کادم ۽ ملاقاتون ٻه ڪچيون آيوڳيون ٿي پيون
پوء ته وري الله آباد جيل ۾ ملاقات وقت ماتاجي
۽ استري سان ٻه بدفضيلتي جي هلت سبب ۽ سرڪار
جي چشم پوشي ڪري اهي مزيدار ملاقاتون ٿي

اهي ڪري لاچار سمجهائون ٿي ته آءٌ به سندن جنس
موجب ڪجهه پڙهيل سڌريل هوس، پوءِ ڪري منهنجا
قومي ڪم کين اُلٽا اُبتا نظر آيا ٿي. ڪيترن ڀيرا
ٻين سائين جا بڇڙا حال ڏسي ۽ پاڻ سان خاص رعايتون
ڏسي منجهندو هوس ۽ لڄ ايندي هئم.

انهن سيني مهربانين هوندي جيل وري به جيل
هو ۽ اُنجون بندشون ڪڏهن سهي ڪين سگهيون
هيون. جيل جي فضا جڻ زوردستي، ڪمبختائي،
رشوتخوري ۽ ڪوڙ ڪپت ڪري ناپاڪ هئي. هڪ
پاسي جي سائين سائين، ته ٻئي پاسي جو سانڪو واپ.
نازڪ مزاج وارن لاءِ ته جنهن دوزخ هو. ذريعن ۽
مسبس ڳالهيون نه وقتي پاڻيءَ کان ٻاهر ڪڍي ڇڏينديون
هيون. مثلاً خط ۾ يا اخبار ۾ ڪا خراب خبر پڙهي
في الحال بخار چڙهي ويندو هو يا ڪاوڙ اچي ايندي
هئي. ٻاهر ته ڪم ڪاريون هڪ آجهو هئا ۽ سارو وقت
ڪنهن نه ڪنهن غرض يا شغل ڪري ان ۾ لڳا رهندا
هئا. جيل ۾ سڀ پاسا بند ۽ جڻ ماڻهو گهٽيو پيو سائيو
ٿي رهيو. اهڙو ماڻهو ٻاهر جي واقعن بابت هڪ طرفا
۽ بيبالا رايا نه ڏيندو ته ٻيو ڇا ڪندو؟ جيل ۾ بيماري
ته سخت مصيبت هئي.

تنهن هوندي به جيل جي روزمره جي ڪم ڪار
لئي پاڻ کي هيريم ۽ ڪجهه ڪسرت ۽ جهجهي دماغي
ورزش ڪري پاڻ نيڪ رکيم. ڪم ۽ ڪسرت ٻاهر
ڪهڙا به هجن، پر جيل اندر اهي نهايت ضروري آهن.
انهن بنا ماڻهو هوند ڦٿو ٿي وڃي. جيل ۾ روزاني پروگرام
تي پورو هلندو هوس ۽ ٻاهر وانگر پاڻ ۾ عادتن ٿي،

جنهن وقت کو به شخص ٻئي پاسي کي گروه يا
جماعت جي نظر سان ڏسي ٿو تنهن وقت جڏ انسان جو
ناتو غائب ٿي وڃي ٿو. تنهن وقت وسري وڃي ته گروهن ۾
به اِنسان ئي آهن، مرد، استريون ۽ ٻار آهن، جي
اسان وانگر پيار ڪن ٿا، تڪارين ٿا ۽ ڪشت ڪن
ٿا. هڪ رواجي انگريز، جي صاف گوئي ڪندو ته قبول
ڪندو ته هو ڪن چڱن خاص هندوستانين کي سڃاڻي
پر اهڙا ايڪڙ ٻيڪڙ ٿيندا ۽ باقي لاءِ چوندو تہ اِهي
سڀ نفرت لائق آهن. هڪ رواجي هندستاني به ساڳي
طرح چوندو ته ڪي انگريز جي سڃاڻان سي ڀلا ماڻهو
آهن ۽ پر انهن ڳاڻ ڳڻين بنا ٻيا سڀ مٺي قريل، بي
رحم ۽ بنهه بدڪار آهن. اهو ئي مزو آهي جو هر هڪ
جڏهن ٻئي پاسي بابت راءِ زني ڪري ٿو، تڏهن جنکي
سڃاڻي تنکي ٺٿو ساري، پر جنکي نه سڃاڻي يا ٿورو
ئي ڪو سڃاڻي، تنکي خيال ۾ آڻي ٿو.

شخصي طور ته آءٌ خوش قسمت آهيان جو پنهنجن
هموطنين توڙي انگريزن وٽان آدر ماڻيو اٿم. جن گرفتار
ڪيو اٿم يا جيل ۾ رکيو اٿم، تن هميشه مٿم مهرباني ئي
ڏيکاري آهي ۽ انهيءَ انساني ورتاءَ ڪري جنگ
جي ترشي ۽ بند جو ڏنگ قدري ماٺا لڳا اٿم. منهنجا
هموطني مون سان ڀلائي ڪن سا کهڙي عجب جي
ڳالهه آهي، ڇو جو هو ته مونکي جاڻن سڃاڻن ۽ قدري
آءٌ سندن هردل عزيز ٿي پيو آهيان. انگريزن لاءِ به
آءٌ لکن ۾ هڪ نه پر ڪو خاص شخص هوس.
شايد انگلنڊ ۾ تعليم ورتي ڪري ۽ سو به هڪ انگريزي
پبلڪ اسڪول ۾، آءٌ ڪين وڌيڪ ويجهو لڳس ٿي.

ويچار ڪيو، انهن ٻن مرڻن جي وچ ۾ ڪيڏو نه وڏو
ويڇو آهي ۽ ڪيتري قدر نه هوءَ هڪ ٻئي کي بي اعتبار
۽ ناگوار لڳن ٿا. پر بي اعتباريءَ ۽ ناپسنديءَ کان هڪ
ٻئي جي غير واقفيت وڌيڪ ڄري ٿي، جنهنڪري
هڪڙو ٻئي کان ذرا به جي نه ٿو ۽ هڪڙو ٻئي جي
اڳيان خبردار رهي ٿو. هڪ کي ٻيو سوڙهو مٺو، بدمزاج
۽ بي لحاظ نظر اچي ٿو ۽ ٻئي ٿا سمجهن ته هن ٻاهرين
ٻوتي پنبان ڪا فضيلت ۽ لياقت ۽ رحمدلي به آهي.
ملڪ جا والي ٿي، هيترن ڪسي وسائط جي وسعت
ذار بندي، هنن انگريزن پاڻ وٽ لالچين ۽ خوشامدڙين
جون پاڻاريون ميڙيون آهن. اهڙن جي تڪ ٿور ڪندي
هنن ملڪ جي ماڻهن جي تڪ ٿور ڪٿي ڪئي آهي.
هوڏانهن هندستانيءَ به انگريز کي هڪ عملدار جي رنگ
۾ ٿي ڏٺو آهي جو جڻ بي درد ڪَلُ جو هڪ پرزو ٿي
پيو آهي جنهنکي پنهنجن سوارٿن بچائبندي جڻ الله
ولي ٿو وهي. هڪ شخص جو پنهنجن مٽاين ۽ پاونائن
موجب هلي ٿو ۽ ساڳيو شخص جو حڪومت جو عملدار
يا فوج جو سپاهي آهي، ان جي هلت ۾ ڪيڏو نه وڏو
ڦير رهي ٿو. اهو سپاهي حڪم سٽي، بي درد ٿي،
ڪَلُ وانگر بندوق هلائي گولين سان انهن ماڻهن کي
اڏائي ڇڏي ٿو، جن ڪڏهن سندس وار به ونگو نه
ڪيو. ساڳي طرح اهو پوليس عملدار جو ڪنهن سان هوند
۾ مروت ڪين ڪندي، سو سياڻي حڪم ڏيئي بي گناهن
لي لساري ڪرائي ٿو. ٽيهن وقت هو پاڻکي هڪ انسان
نتو سمجهي ۽ لڪي ڪي گهايلن ۽ مڻن کي انسان
ڪري ٿو ليکي.

## ۱۴۴ — جيل جا خط.

اسان مان ٻن ڄڻن کي گووند ولڀ پنت ۽ مونکي
گڏي بريلي جيل مان ڏهرادون بدلي ڪيائون. وات
تي ڪو به مظاهرو نه ٿئي تنهنڪري اسانکي بريلي
اسٽيشن کان پنجاه ميل پري هڪ ننڍي اسٽيشن تان
وڃي گاڏيءَ ۾ چاڙهيائون. رات جو موٽر ڪار ۾ وهاري
لڪائي کڻيائون ۽ ڪن مهنن جي بند بعد رات جي
ٿڌي تازي هوا ۾ سفر ڏاڍي لقاءَ وارو ٿيو.

بريلي جيل ڇڏڻ مهل هڪ ننڍڙي ڳالهه ٿي جنهن
منهنجي دل تي چوکو اثر ڪيو ۽ جا هيئر به چٽي ياد
اٿم. بريلي جو پوليس ڪمانڊر، هڪ انگريز آتي حاضر
هو ۽ جيئن موٽر اندر ويٺس تيئن هٻڪي مونکي هڪ
جرمن مخزن جو باتصوير بنڊل هٿ ۾ کڻي ڏنائين.
چيو اٿم ته توهين جرمن ٻولي وڻنا سگهو سو هي
توهان لاءِ خريد ڪري آيو آهيان. مان نه اڳ ساڻس
گڏيو هوس ۽ نه پوءِ ٿي گڏيو آهيانس. سندس ننالي
جي به خبر ڪانه اٿم پر سندس سهڄ سڀاءُ، مروت ۽
لنهن پنيان چڱمڙسي ڏسي دل تي اثر ٿيم ۽ سندس
مهربانيءَ لاءِ بلڪل شڪرگذار ٿيس.

لنهن راس هي لنبو سفر ڪندي ٻون انگريزن ۽
هندوستانين، حاڪمن ۽ رعيت، عملدارن ۽ غير عملدارن،
اختياريءَ وارن ۽ حڪم مڃيندڙن جي تعلقاتن تي غور

آهي ته جيل عملدارن ۾ سڀ کان وڏا گهگهار ۽ رشوتخور نه آهي ٿا، جي سخت انتظام رکڻ جي دعويٰ ڪن ٿا.

جيتوڻيڪ ٻاهر نيڻن جيل ۾ خوش قسمتيءَ سان هرڪنهن مونکي عزت ۽ آدر ڏنو آهي، پوءِ ڪري وقتي مان انهو لائق نه ٿي رهيو آهيان. ٻه هڪ جيل جي واقعي ڪري مونکي ۽ منهنجن عزيزن کي گهڻو ارمان ٿيو. ماتاجي، ڪملا ۽ منهنجي ڌيءَ اندرا ٽيڻي جڏهن الله آباد ضلع جيل ۾ رليجيٽ پنڊت منهنجي پٽيوٽي سان گڏجڻ ويئون، آئي ڪنهن بس ڏوهه بنا جيلر سندن بي عزتي ڪري کين لوڏي ڪڍيو، پڏي ارمان ٿيم ۽ پوءِ پرانتڪ سرڪار جي ابدودي ڏسي صدمو رسيم. منان پهر ماتاجيءَ سان ساڳي ڪار ٿي تنهن ڪري ملاقاتون ضتا بند ڪٽي ڪيم. ڊهرادون جيل ۾ اٽڪل ست مهنا ڪاله ملاقات ڪين ورتيم.



ارڊر اسانجين استرين کي وهائي ڪانديون هيون،
سو سڀ ڪنن تي پوندو هوم.
عالم آشڪار هو ته ۱۹۳۲ ۽ ۱۹۳۳ ۾ سياسي قيدين
سان ۱۹۳۰ کان وڌيڪ سخت ورتاءُ ٿيو. اهو ڪو ڪن
عملدارن جي من مؤج ڪري ڪين ٿيو. هڪ ئي واجبي
انومان نڪري سگهي ٿو، ته سرڪار جي اهڙي پڪي
ليتي هئي. سياسي قيدي ڪٽي ڇڏيو، پر هونئن به
ٿڏيل علائقن جي جيل ڪاٽي جو نالو وڳل هو ته
اهو انسانيت جي ليکي کان ٻاهر هو. انجو هڪ
عجيب ثبوت هڪ پڪي هنڌان ملي ويو. هڪ دفعي
هڪ نامبارو جيل جو ملاقي، انقلابي نه پر "سر" جو
لقبي، جنهنکي سرڪار وڏي ڇوڄ مان هيڏو مانُ ڏنو
هو، سو اسان وٽ جيل ۾ آيو. ڳالهيون ڪندي ٻڌايائين
ته ڪي مهنا ٿيا ته آءُ ٻئي هڪ جيل ۾ ملاقي ٿي ويس
۽ پنهنجي جاچ جي رپورٽ ۾ جيلر کي "همدرد
عملدار" سڏيم؛ تنهن تي خود جيلر عرض ڪيم ته پيو
سڀ لکو پر "همدرد" نه لکو، ڇو جو الهيءَ خوبيءَ
جو بالا آفيسرن وٽ ڪو به قدر ڪونهي. پر مون سندس
اهو عرض نه اونايو جو سمجهيم ته ڪيس ڪجهه به ڪين
ٿيندو. پر ليتجو ڪهڙو نڪتو؟ جلد ئي اهو جيلر
ڪنهن ڏورانهين جيل ڏي سزا طور بدلي ڪيو
ويو.
ڪي جيلر جي بنهه شوخ ۽ ڪرڙا سمجهڻ ۾ ٿي
آيا، تنکي اضافا ۽ خطاب بخشيا ويا. رشوت خور
ته جيلن اندر هرڪنهن جو مرڪ آهي ۽ ڪير منجهان
چٽل ٿورهي. پر منهنجو ۽ دوستن جو اهوئي آزم

ڏيتي معافي ولي وڃن. انهن حيل وارن جي وڏي
سوب سمجهي ٿي ويئي.

گهڻو ڪري اهڙن سزائن جو مارو جوڪرن ۽ نوجوانن
مٿان پيو، جي زور زبر ۽ بي عزتي سترو سهڻ وارا نه
هئا. اهي جوان يرول مڙس ۽ جوش پريا هوا سؤمان
وارا، زنده دل ۽ ساهس پريا، اهڙا جي انگريزي
پبلڪ اسڪولن يا ورسٽين ۾ جيڪر مانُ ساڪ پائين.
هن ملڪ ۾ سندن آدرش ۽ ايمان انهن ڪين ڏنا
ٻيڙين ، انڌارين ۽ ڦٽڪن جي منهن ۾ ڪيو.

جيلن ۾ اسانجي استرين جو حال ڏنهان دردناڪ
۽ سخت هو. گهڻو ڪري وچولي درجي واريون جي
گهرو جموت ٿي هر پل هيون ۽ انهي سماج جي رسمن
هيٺ دبيل بوسائل هيون ، جنهن سماج تي مرد جو
حڪم چالو هو. جنگ آزادي ۾ سندن ٻيئون
مرادون هيون؛ جنهن جوش خروش سان هو جنگ ۾ آيون
پيون ، تنهنجو هي ٻڌ سبب هو ته من ۾ ته داين
۾ هن گهرو غلامي جي بندن خلاص ڪرڻ لاء بس
واحهاياتون ٿي . ڪن جزوي جهڙن ڪانسواء باقي سڀ
'سي' ڪلاس ۾ رواجي گنهگارن سان ، نهايت خراب
حالتن هيٺ وکيون ويون. هڪ پيري سندن زنانو بارڊ بنهه
منهنجي بارڊ لڳ هو ۽ اسان وچ فقط هڪ ديوار
هئي. انهي بارڊ ۾ ٻين قيدين سان گڏ ڪي اسانجون
سياسي قيديائيون ٻڌ هيون ۽ هڪ آها ته هئي جنهن
جي گهر آءِ اڳي رهي ڪاٽي آيو هوس. اسان وچ برابر
هڪ اُوچي ديوار هئي ، ٻر ديوار جي هُن پر ڪان
جيڪو گار گند ۽ گهٽ وڌ ڳالهاء جبل هون ڏالون

۽ ستياگرهي قيدين جي خوب سرڪ ماني پڇايو.(۱)
ڦٽڪا هڻڻ ته جيل جي عام سزا ٿي پيو. تاريخ ١٧
اپريل ۱۹۳۳ تي نائب هند وزير هائوس آف ڪامنس ۾ ظاهر
ڪيو ته ”سرسيدبوئيل هور کي خبر هئي ته ١٩٣٢ جي
نافرماني تحرڪ ڪري پنج سؤ کان مٿي ماڻهن کي
ڦٽڪا هنيا ويا.“ خبر ناهي ته هن انگ اندر جيل
جي گناهن ڪري ڦٽڪن جون سزائون به اچي وڃن
ٿيون يا نه. سال ١٩٣٢ ۾ جڏهن عام جام ڦٽڪن جي
خبر اسانکي جيل ۾ پهتي، تڏهن ڊسمبر ۱۹۳۰ جو
ايڪڙ ٻيڪڙ ڦٽڪن جو ڪيس اسانکي ياد آيو، جنهن
تي اعتراض طور اسان ٽن ڏينهن جو اُپواس واريو هو.
تنهن وقت هن وحشاني سزا ڪري صدمو پهتو هو، ۽
هينئر به صدمي ڪري اندر ۾ هڪ بي زبان درد ٿيو.
پر اڳي وانگر وري اعتراض ڪرڻ ۽ اُپواس رکڻ ڪين
ٿيو. هاڻ پاڻکي گهڻو وڌيڪ بيوس سمجهيم. ماڻهوءَ
جو من ڪهڙي نه بي زحميءَ تي وقت گذرندي هري
ٿو وڃي. ڪهڙي نه بڇڙي حالت ڪجهه ڏير تائين
رهي ٿي ته دنيا کان نظر انداز ٿيو وڃي.

اسانجي ماڻهن کي سخت ۾ سخت پورهيا ڏنا ويا،
مثلاً چڪيون پيهڻ، گهاڻا ڪاهڻ. ساڻن پيون به
عقوبتون ڪيون وييون، جيئن سرڪار کي ڪجهه لکي

(۱) سرڪيولر ۳۰ جون ۱۹۳۲ جو نڪتل هو ۽
منجهس هيٺيان لفظ هوا: ”انسپيڪٽر جنرل جيلن
جي سپرنٽينڊنٽن ۽ ٻين عملدارن کي ذهن نشين ڪرائڻ
چاهي ٿو ته ستياگرهي قيدين سان رعايتون ڪرڻ جي
ضرورت ڪانهي. اهڙن قيدين کي سبق سيکارڻ
گهرجي ۽ مٿن سخت قدم کڻڻ گهرجن.“

لي . جتي جا جتا ڪنهن علائقي کان باھر يا اندر نظربند ڪيا ويا، پوشاڪ تي بندش وڌا ويا. اسڪول بند ڪيا ويا يا مٿن بندشون وڌيون ويون؛ بائيسڪلن جي منع ڪئي ويئي؛ اٺ وڳي بابت پوليس کي رپورٽون ڪرڻيون هيون؛ سج لٿي بعد باھر نڪرڻ جي منع ڪئي ويئي؛ فوجي ڪرڇ، جتي پوليس، گڏيل ڏنڊ؛ عجيب غريب سخت قانون پاس ڪيا ويا. وڏا علائقا فوجي گهيري هيٺ اچي ويا ۽ رهنڌڙ سخت جاچ بعد نڪت يا ڇڙي پري تي سگهيا. اهي سڀ قانون ۽ حڪم حڪومت جي نظر کان ضروري هئا يا نه تهن جو آءٌ ڪهڙو ليرو ڪريان؟ جي ضروري نه هئا نه حڪومت اهو ڳرو ڏوه ڪيو جو انهن علائقن پر رهنڌڙن مٿان ظلم ستم ڪيو، کين ذليل ڪيو ۽ وڏو نقصان پهچايو. جي ضروري هئا نه انهي مان ظاهر آهي نه هيءَ حڪومت هن ملڪ پر ڪهڙي قسم جي آهي.

هن قسم جو زور زبر جيلن اندر به ظاهر ٿيو. قيدين کي لياقت موجب ڪلاس پر رکڻ هڪ ڇرچو ٿي پيو ۽ جيڪي مٿين ڪلاس پر هوندا هئا سي اڪثري اهو هڪ آزار سمجهندا هئا. ملڪل ٿورڙا مٿين ڪلاس پر وڌا ويا ۽ ڪيترن ڪومل دل استرين ۽ پرشن کي عذاب ڏيندڙ حالون سهڻيون پيون. سرڪار جي شايد اهائي ڪي پالسي هئي نه سياسي قيدين جا روازي قيدين کان به وڌيڪ بڇڙا حال ڪيا وڃن. جيلن جو هڪ انسپيڪٽر جنرل ايسائين به ويو جو سيني جيلن ۾ هڪ مخفي گشتي خط ڪڍيائين، جنهن ۾ جاڻايائين

مقابلو ٿيو، تڏهن کان فوجي نمونو وڌيڪ ظاهر ٿيو.
بنگال ۾ پين هندن ۾ ڪن خوني ڪارروائن عملداري فرقي کي باقي ٻه هٿي ڏني ۽ پنهنجن ڪارنامن لاءِ ڪين عمدا بهانا هٿ لڳي ويا. سرڪاري پاليسي ۽ سرڪاري فرمانن ڪري عملدار ۽ پوليس وارا اهڙو زور وٺي ويا جو حقيقت ۾ ملڪ اندر پوليس راڄ قائم ٿي ويو، جنهن تي ڪابه روڪ ٽوڪ اصل ڪانه هئي.

سيبيئي پرانيت، تورو کي گهڻو هن سخت دٻاءَ جي باه مان لنگهيا، پر بنگال ۽ سرحد وارن علائقن خاص ڪشٽ ڏنا. سرحدي علائقو ته هميشه خاص طور فوجي ايراضي هو ۽ منجهس نيم فوجي حڪومت جاري هئي. جنگي نظر کان هن علائقي جو وڏو قدر هو ۽ هن علائقي ۾ ”لال چولن“ جي تحريڪ سرڪار کي منجهائي وڌو هو. علائقي ۾ ”امن امان“ آڻڻ لاءِ جتي ڪٿي فوجي دستا رکيل هئا ۽ ”سرڪش“ ڳوٺن کي هوش ۾ آڻڻ لاءِ ٻه ساڳيا وسيلا هئا. سڄي ملڪ ۾ ڳوٺن تي يا وقتي (خاص ڪري بنگال ۾) شهرن تي ڳرن ڏنڊن وجهڻ جو رواج شروع ٿيل هو. ڪٿي ڪٿي ته وري چٽي پوليس هوندي هئي ۽ هيڏين اختيارن هوندي زيادتون به ڪيئن نه ٿيندي هيون. سو اسانکي قانون ۽ امن امان ۾ ٻي قانوني ۽ بدامنيءَ جا چٽا مثال ملڻ لڳا.

بنگال جي ڪن حصن جو ته عجيب حال هو. سرڪار ساري آباديءَ کي (سچ پچ ته ساري هندو آباديءَ کي) دشمن ڪري ٿي سمجهيو ۽ ٻارهن ڪان پنجويهن ورهين جي عمر تائين هرهڪ مرد، زال، ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ کي سڃاڻپ جا ڪارڊ کڻڻا پيا

ويا آهن. نه ڪِين سمجهيائون ٿي، نه ماڻهن کي لڳ لاڳاپو هون، نه ڪا بروڙ ٿي ته ڪهڙي اندر جي لوڙ ڪري هيڏيون قربانيون ڪيائون ٿي. هنن ٻاهرين چڙهيلن لاءِ هڪ ئي وٿ اڳيان هئي يعني برطانوي شهنشاهي، جنهن جو ڪير مقابلو ڪري سگهي، جنهن جي ”مٺي ماٺ ۽ مُٺي ماٺ ڪري“ آڏو ڪجهه ڪين گهرجي؛ هنن کي اها ڳالهه سمجهه ۾ ئي ڪين آئي ته عام ماڻهن جي مرضيءَ بنا ملڪ جو مسئلو حل ڪرڻ يا جيترو جاڳندو سرشتو ناهڻ سراسر ناممڪن هو. مسٽر جي-اي اسپينڊر پنهنجي تازي ڪتاب "Short history of our times". ۾ لکي ٿو ته ڪيئن ١٩١٠ واري آئرش جائنٽ ڪانفرنس ملڪ جو جوڙجڪي مسئلو حل ڪري ڪين سگهي. ڇوته ٻنهي جي سياسي ليڊر ملڪ جي نازڪ حالت وقت جوڙجڪي سرشتو ناهڻ وينا، سي پاڻ ته ٻاهه لڳڻ مهل کهر جو ويمو اڏارڻ وينا. جيڪا ٻاهه هندستان ۾ ١٩٣٢ ۽ ١٩٣٣ ۾ لڳي، سا آئرلينڊ کان گهڻو زور هئي ۽ جڏهن هن ٻاهه جا شعلا پورا ٿيندا، تڏهن به اندريان ٻرندڙ ڪوئلا گهڻو وقت تائين لال ۽ گرم رهندا، جيئن ملڪ جي آزاديءَ لاءِ آرزو لال ۽ گرم رهندي.

هندستان جي سرڪاري حلقن ۾ زور زبردستي لاءِ چاهه هاڻ نهايت وڌندو ٿي ويو. اهو به پراڻو سلسلو هو ۽ انگريزن جو ملڪ ۾ راڄ هڪ پوليس راڄ هو. ملڪي حاڪمن جو نوع ۽ نمونو به فوجي حاڪمن وارو هو. اُن ئي لڳندو هو ڄڻ ته ڪو ڌاريو ملڪ ڪنهن دشمن جي فوج اڃي فتح ڪيو هو. جڏهن کان هن راڄ جو

غرض بنا ڪريون ٿا.

جڏهن هت ملڪ ۾ باھ ٻري ٿي ۽ مردن زالن جي سخت ڪسوٽي ٿي رهي هئي، تڏهن ٿورا چيده شخص هتي لنڊن ۾ اسان جو جوڙ جڪي سرشتو بنائڻ لاءِ پاڻ ۾ گڏيا. سال ١٩٣٢ ۾ ٽين گول ميز ڪانفرنس ٿي ۽ سنڌس ڪيتريون ڪاميٽيون ويٺيون، جن جي ميمبريءَ لاءِ ڪيترن ڪائونسلن جي ميمبرن ڏاڍيون اٽڪلون ڪيون. ڪئين شخص پبلڪ جي خرچ تي ولايت ويا ۽ پبلڪ جي شيوا ڪندي نشا نشا ڪري آيا. پوءِ ١٩٣٣ ۾ جائنٽ ڪاميٽي، هندستاني اسيسرن سان گڏجي ۽ وري هن ما باپ سرڪارڪيترن کي پبلڪ خرچ تي شاهدين ڏيڻ لاءِ اماڻيو. ڪن ته وڏيڪ سٺو خرچ لاءِ به اگهه مُڏا پاتا.

اِن ۾ ڪهڙو عجب هو جو سرمايه دارن جا عيوضي هندستان جي عام هلچل کان ڀڄي، انگريز سلطنت جي سايه هيٺ لنڊن ۾ وڃي مِڙيا. پر هن طرح هامت هلندو ڏسي، سو به جڏهن ماتريومي موتمار ڪشمڪش ۾ مبتلا هئي، اسان ۾ اسان جي قوميتا ڪسي صدمو رسيو ٿي. پر ڪن کي اهو به چڱو لڳو، ڇو جو سندن ليکي (جو ليکو غلط نڪتو) نيٺ اچا ڪارا ڏار ٿي ٿيا. ائين ڏار ٿيندا تڏهن جنتا جي سياسي سکياپڪي ٿيندي ۽ سڀ چٽو ڏسندا ته پورن آزاديءَ بنا نه عام جا بوجا لهڻا هئا ۽ نه پنهنجي بنيادي مسئلا حل ٿيڻا هئا.

پر هي صاحب عام ماڻهن کان نه رڳو رهڻي ڪرڻيءَ ۾، پر ذهنيت ۽ اخلاقيت ۾ به ڪاڻين گهڻو دور رهڻي

ڏسي چا ڪيو. هي بار هندستان ۾ درد ڀريون حالتون ڏسي ٻه دل دٻائيءَ ۾ رکي سگهيا ۽ "منچيسٽر گارڊين" جي خاطره موجب هن ملڪ ۾ "دٻاو جي ڪمال استعمال" جي ڪاميابي ڏسي سرها ٿي لڳا. تازو انگلنڊ جي "قومي سرڪار" هڪ "قانون بغاوت" بل پيش ڪيو، جنهن تي لبرل ۽ پروهت ڌر وارن سخت نڪته چيني ڪئي، ڇو جو نئون بل آزاد تقرير تي روڪ وجهي ٿو ۽ مئجسٽريٽن کي تلاشيءَ جا وارنٽ ڪڍڻ جي اختياري ڏني ٿو.

آءٌ سندن نڪته چيني همدرديءَ سان پڙهندو هوس، پر ساڳئي وقت هندستان جي تصوير اکيان ايندي هئي، جتي چالو قانون هن انگريزي بغاوتي قانون کان سؤ دفعا وڌيڪ ڪرڙا آهن. پوءِ عجب کائيندو هوس ته جي انگريز انگلنڊ ۾ هڪ مهر تي ڇيءَ ڪيو ڏين، سي ڪيئن هندستان ۾ ٻيا هٿڪ اُن جو انهيءَ ڳرڪايو ٿا وڃن. بلڪ وقتن تي حڪومت جا ٻر آلو شاباس لکري ويندي اٿر جڏهن ڏسندو آهيان ته ڪيئن هي انگريز پنهنجي ليتي پنهنجن سوارثن الوساو ٻڌائين ٿا ۽ جن ڪارنامن ڪري سلطنت بازي زور ورلي تي سي تي ڪين اعليٰ درجي جا اچن ٿا. مسوليني ۽ هٽلر لي لبي تبي ۽ ايمان جو ڪلمو پڙهي سخت جلهون ڪندا، جو هنن آزادي ۽ لوڪشاهي ڪُچلي ڇڏي آهي، ۽ اهڙو ني ڪلمو پڙهي چوندا ته ساڳي آزادي ۽ لوڪشاهي جي هندستان ۾ ڪباهي هڪ ضروري چيز آهي. لنهللاء وڏا اخلاقي سبب ڪڍي ڏيندا ۽ چوندا ته اهو سڀ اسين ڪنهن

مغربي ملڪن ۾ هڪ زبردست لوڪ مت سنستا آهي جا ناگرڪ حقن جي حامي آهي ۽ اُنهن حقن ۾ جي ڪا به ڪتر پوي ٿي ته ڪاٺ ڪهاڙا کڻي اُنهن لاءِ لڙي ٿي. (شايد اِها ڳالهه هن وقت پراڻي لڳي ٿي.) اُتي هاڻ ڪئين شخص آهن جي سخت ۽ عملي قدم کڻڻ لاءِ تيار ناهن، پر جن کي ڳالهائڻ، لکڻ، ڇپڻ، ملڻ، سنگٺن ڪرڻ جي آزادي ۽ شخصي آزادي جو ايڏو اونو رهي ٿو جو هو ڏما ڏم سرڪار کي پائي کڻن ٿا ۽ انهيءَ آزاديءَ ۾ سولو رکنو وجهڻ نٿا ڏين. هندستان جي لبرل ڏر وارن جي هام آهي ته اسين انگلستان جي لبرل واد جا حامي آهيون ۽ اسان سمجهيو ته پيو نه ته انهن حقن جي تباهيءَ خلاف دماغي اعتراض ضرور اٿاريندا ۽ ڇو جو پين سان گڏ سندن حق به غضب ٿيا ٿي. پر هيءَ ڏر فقط نالي ماتر لبرل سڏجي ٿي ۽ هت ته هڪ آڳر به مٿي ڪين ڪنيائون. ڪير چوندو ته منجهن ايتري جرات هئي جو (Voltaire) والٽيئر سان گڏجي چون ته تون چوين ٿو تنهنجي آءُ بنهه خلاف راءِ آهيان، پر ائين چوڻ جو حق پنهنجي جان ڏيئي به قائم رکندس."

شايد هن قسم جو ڏوهه به ڪين ڏيئي نٿو سگهجي، ڇو جو هو ڪڏهن به لوڪشاهي يا آزاديءَ جا بانڪا بهادر ٿي ميدان ۾ نه ٽپيا آهن، خاص ڪري اُن وقت جڏهن ملڪ ۾ اهڙو واءُ ٿي لڳو جو هڪ گندو لفظ معنيٰ ماٺهو ڦاٿو. هاڻ ڏسون ته ولايت ۾ لبرل ڏر وارن ۽ پورهيت ڏر وارن نون سامهيوادين، جي ايامن کان آزاديءَ جا ڪوڏيا آهن، تن هي ڪلور

ڪي ڪيڙي وٺگ پڻگ جو راڄ سماج ڪيندو هو. ڪي ته اهڙا به هئا جن فقط گورن جي جڳهه تي ڪارا ڪٺڪ وٺگا رکي، باقي ٺڪ ٺيو ڪري، ساڳيو راڄ سماج قائم رکڻ ٿي چاهيو.

جيڪي لچ سرڪار پرست هئا تن جي ته ڳالهه ئي ڪيڙي، جو جو سندن ايمان جو اول قلم هو حاڪمن جي نٺري. پر لوم ڏر ۽ سهڪاري ڏر جي ويچار-ڌارا سـ ڏري گهٽ حڪومت واري هئي. الهيءَ ڪري چيٽ چماسي جيڪا بہ لکت جيني ڪندا هئا سا بي اثر ۽ بيڪار هئي. سيني کي خبر هئي ته هي سائينءَ جا سنواريا قانون جي دائري اندر پڙل هئا ۽ ناڪاميءَ مان ڪين جاٿندا هئا. پر هي لـہ بہ قدم وڌي مرڳو حڪومت سان وڃي بت ٿي بيٺا. چارون طرف ملڪ پر ناگرڪ حق تباه ٿي ويا پر هي جن تي جنو لائي ڪاٿرن وانگر پريان سڀجي تماشو ڏسڻ لڳا. هاڻ ته سوال فقط آهنسڪ نافرمانيءَ کي دبن ڪرڻ جو نہ هو، پر هر قسم جي سياسي زندگي ۽ پبلڪ تحرڪ کي بنهو ڏيڻ جو هو. پر منجهائن ڪنهن چوٽن بہ واتـ مان ڪين ڪڍي. جي شخص اڪثري انهن حقن جي حفاظت ڪندا هئا سي تہ هلچل پر اڙجي ويا ۽ حڪومت جي جور ۽ جبر جو مقابلو ڪندي سزاياب ٿيا. باقي ٻيا هيسجي هباڻجي ويا ۽ وات مان هڪ اکر بہ ڪڍي نہ ٿي سگهيا. جڏهن بہ ڪري ٿڏي ٿري گستاخي ڪندا هئا تہ ڏاڍي نيازمنديءَ سان ۽ اُلي جو اُلي ڪانگريس تي ۽ جي جنگ جوٺي رهيا هئا تن تي جوهه چنديندا هئا.

ا به آهستي آهستي پوري ٿي وڃي ها. د پاءَ جي
ام ۽ ٿهر ملڪ کي نستو ڪري ڇڏيو. في الحال ملڪ
ڄي رڳن جو ساهه ڇڻ سگهي ويو هو ۽ اڻون ساهه جڏهن
ڪي پوي. شخصي طور اڃا به ڪيترا نافرمانيءَ لاءِ تيار
هئا، پر ملڪ جو وايو منڊل سندن لاءِ موافق نه هو.

هن ريت هيڏي هاچل جُهڪندي جُهرلدي
وڃي سا خبر جيل ۾ اسالڪي وٽي ٿي. پر نڪي
ڪي بجليءَ جي رفتار واري سوپ جي اسان کي ڪا
آس هئي، قضا ڪري عام ۾ ڪا اُٿل پٿل ٿي ها ته
شايد بجليءَ جي چمڪ ڏمڪ به ڏسجي ها. پر قضا
تي ڪير بقا رکي؟ تنهن ڪري اسان سمجهيو ته جنگ
اينگهي پوندي، جنهن ۾ لاهيون چاڙهيون، تيزيون
منديون: سڀ اينديون ۽ جنهن ڪري رفته رفته جنتا
۾ وڌيڪ ضابطي، يڪمشت عمل ۽ هم خيالات جو
مادو پيدا ٿيندو. سال ۱۹۳۲ جي اوائل ۾ رڳو اهو
خوف رهندو هو ته متان ڪا تکي ۽ پيڪيدار سوپ
نه ٿئي ۽ اهڙو ڪو ناهه ٿئي جنهن ڪري ”سرڪار جا
پيچ“ ۽ ”وقت جا سلامي“ ٽپ ڏيئي اٿي حڪمراني
ڪن. سال ۱۹۳۱ جي تجربي ڪانپوءِ اسانجون اکيون
کليون. هاڻ سمجهيوسين ته سچي سوپ تڏهن ٿيندي
جڏهن عـام ماڻهو اهڙا طاقتور ۽ خيالن ۾ پڪا هوندا
جو سوپ جو ڦل ماڻي سگهندا. ٻيءَ صورت ۾ عام خلق
لڙندي، قربانيون ڪندي، پر پوري موقعي تي الائي ڪير
ٽپي ڪُڏي اچي مؤجون ماڻيندا. اهو خطرو به اهڙو
جهڙو نه هو، ڇو جو خود ڪانگريس اندر به ڪئين
ٻن خيالن وارا هئا ۽ ڪيترن کي پڪو ٿي پيو ته اسان

۽ بليٽن ڇپائڻ جي خرج جو ٻه وڏو ٻي هو. ٽيون اسم سٽمپ خرج ۽ جس ضلعن جي مالي حالت تنگ هئي تنکي گرانٽن ڏيڻ جو هو. اهو سڀ خرج هڪ زبردست حڪومت خلاف زور شور سان عام هلچل هلائيندي، جنوري ۱۹۳۲ کان آگسٽ ۱۹۳۳ تائين، ويهن مهنن ۾، اٽڪل ۶۳،۰۰۰ روپيا يعني ماهوار ۳،۱۴۰ روپيا ٿيو. (هن الڳ ۾ الله آباد، آگري، ڪانپور، لکنو ۽ ٻين سکين آسودين ڪاميٽين جو ڌار خرج سمايل نه آهي.) هڪ پرانت جي حيثيت ۾ ۱۹۳۲ ۽ ۱۹۳۳ جا ٻئي سال گڏيل علائقو جنگ جي ميدان ۾ ٻنهي اڳرو رهيو ۽ ڪم جي ڪاميابيءَ پٺاندر مان پائيان ٿو ته اسان ڏاڍو ٿورو خرج ڪيو. هن رقم سامهون جي سرڪار واري رقم، جا هلچل کي ناس ڪرڻ لاءِ خرچيل هئي، سامهون رکجي ته هوند ڪيانت کلي پون. جيتوڻيڪ خبر ڪانه اٿم ته ٻه سمجهان ٿو ته سن وڏن پرانتن اسان کان گهڻو وڌيڪ خرج ڪيو. پر اسان جو پرواز بهار پرانت اسان کان ٿي مسڪين آهي، پر تنهن هوندي به پاڻ ڇگو موڪبائين.

رفته رفته تحريڪ ڍري ٿيندي ويئي، پر تڏهن به ڪنهن نموني جاري رهي. پر جيئن پوءِ لڳن عام جي تحريڪ نه رهي. سرڪاري دٻاءُ جي سٽ کان سواءِ ٻهروڻ ڏڪ سيتمبر ۱۹۳۲ ۾ لڳس، جڏهن گانڌي جيءَ ٻهرين ٻهرين هريجن سوال جي ناريءَ اُپواس ڪيو. اُپواس ڪري جنتا ۾ وري جاڳرتا ٿي، پر اِنهيءَ بس رخ ورتو. عمليٰ طور اِها تڏهن ختم ٿي چڪي جڏهن مي ۱۹۳۳ ۾ بلفعل بند ڪئي ويئي. تنهن کان پوءِ اُصولي طور قائم پر اَصلي طور ختم هئي. اِنهر شڪ ناهي ته مهمل ڪرڻ

سنا. ڪانگريس طرفان جهڙي تهڙي ڪوشش ٿي ته مصيبت زدن کي ڪا مدد ڪئي وڃي ۽ ضبطين ۾ دخلين جون سختيون قدري ڍريون ڪيون وڃن. گڏيل علائقن ۾ پرانتڪ ڪانگريس هن ڏس ۾ بي دخلين جي واهر ڪين ڪئي. هن پرانت ۾ ڪاتيدار ٿورڙا ۽ ڪسان بلڪل گهڻا هئا، جنهنڪري مسئلو ڳرو هو ۽ ايراضي بلڪل وڏي هئي. پرانتڪ ڪانگريس جي مالي وسيعت به بلڪل محدود ۽ هزارن آزاريلن جي امداد ڪرڻ بنهه ناممڪن هئي. جن هلچل ڪري سٺو هو تنکي مدد ڏيئي، باقي لک جي هميشهه بکيا ڏکيا هئا، تنکي وانجي ڇڏڻ ڏاڍو ڏکيو هو. فقط ڪن ڳاڻ ڳڻين کي مدد ڏيڻ مان الٽو گهيون ۽ ترشيون پيدا ٿين ها. سو پهرياتت ڪان ئي اسان اها ڳالهه ڇوڏس ڦهلائي ڇڏي ته اسين مدد ڪرڻ کان لاچار آهيون. ڪسانن به اسانجو حال نيڪ محسوس ڪري ورتو. ڏسي عجب لڳندو هو ته ڪيڏيون سختيون ڪرڪڻ ڪنجهڻ بنا سنائون ٿي. اسان ڪن خاص شخص جي وت سارو مدد ڪئي ٿي، خاص ڪري جيل ويل ڄم ڪندڙن جي ٻارن ٻچن جي. هن آياڳي ملڪ جي اهڙي ته دڙکتي آهي جو ماهوار هڪ روپيو به سندن لاءِ غنيمت هو.

هلچل جو سمورو وقت گڏيل علائقن جي پرانتڪ ڪاميٽي پنهنجن پگهاردار ڪم ڪندڙن کي رواجي گهٽ پگهارون ڏيندي رهي. جي واري تي جيل ٿي ويا، تنجي ٻارن ٻچن جي پرگهور لڌي ٿي ويئي. ساليانا خرچ ۾ هي هڪ مکيه اسم هو. پيو اسم پترن

۽ ۱۹۳۳ جي وچ ڌاري ليڪ طور ڪم هلايو، جنهن ڪانبوءِ گانڌيجيءَ جي صلاح سان، ڪانگريس جي ڪجهه پربنديون ساري هلچل بند ڪئي. انهيءَ عرصي اندر ضلعن کي بار بار هدايتون موڪلڻ، جيل يا سانتڪلوستاني بليٽنون ڪڍڻ، ضلع ۾ ڪم جي پڙتال ڪرڻ، قومي شيوڪن کي پگهارون ڏيڻ، سڀ باقاعدي ٿيندو رهيو.

گهڻو سارو ڪم ته لڪ ڇپ ۾ ٿيندو هو. ۾ پرانتڪ سيڪريٽري آفيس جو ڪم ڪليءَ ريت ڪندو رهندو هو، جنهن ڪي گرفتار ٿئي ۽ ٻيو سندس جڳهه لئي اچي سانڀو ڪم چالو ڪري.

۱۹۳۰ ۽ ۱۹۳۲ جي تجربن مان اسان ڏٺو ته ساري ملڪ اندر خبرون ڏيڻ وٺڻ جو مخفي انتظام ڪرڻ سولو ڪم هو. ٿوري ئي محنت سان ۽ ڪجهه مخالفت هوندي به، خاصي ڪاميابي ٿي. ۾ اسان مان ڪيترن کي خيال ٿيو ته اهڙيءَ ڪ ٻه ۾ لڪ ڇپ سوڀيا تي ڏئي ۽ لڪ ڇپ ڪري عام جي جاڳرتا کي شڪست رسي ٿي. هڪ اعليٰ ڪليل عام تحريڪ جو هي هڪ ننڍڙو جزو ٿي سگهيو ٿي، ۾ هردم اهو خطرو رهيو ٿي، خاص ڪري جڏهن هلچل پوري ليٽ ٿي لڳي ته متان عام تحريڪ بدران فقط ڪي جزوي ئي اثر مخفي مشغوليون ۾ وڃي اچن. جولاءِ ۱۹۳۳ ۾ گانڌيجيءَ سڀ ڪجهه گوه هي منع ڪئي.

گڏيل علائقن ڪالسواءِ ٻل نه برڻ جي تحريڪ ڪجهه وقت ڪرناٽڪ ۽ گجرات ۾ به زور هئي. ٻنهي علائقن ۾ ڪانبدارن ٻل برڻ کان لاٿري واري ۽ ڏاڍا ڪشت

انڊي منڊي خبر آهي ته پرڏن پنيان ٻي گول ميز
ڪانفرنس ۾، جنهن ۾ گانڌيجي ويو هو، ڇا ٿيو ۽ ڇا نه
ٿيو. هن ساري قصي بابت ساڻس ڳالهين ڪرڻ جو
هيستائين موقعو نه مليو اٿم، ۽ نه ساڻس يا پين سان
تازن واقعن بابت بحث ڪرڻ جو.

سال ١٩٣٢ ۽ ١٩٣٣ بابت اهڙي خبر نه اٿم جو
جنگ آزاديءَ جو سربستو احوال ڏيئي سگهان. پر هن
ناٽڪ ۾ اسٽيج تي ڇا ۽ پرڏن پنيان ڇا وهيو واپريو
۽ پارت وٺندڙ ڪير هئا سا خبر هيم، جنهنڪري ڪا
ٿوري ڳالهه ٿي ٿي ته اُنجو مطلب سمجهي ٿي ورتم.
هلچل جي رفتار جو توڙي رخ جو به ڇڱو خاصو ڏڪو
هڻي سگهيس ٿي. پهريان چار ڪن مهنا هلچل زور شور
سان اڳتي هلي ۽ پوءِ ڪجهه ڍري ٿي ويئي ۽ رکي
رکي پڙڪو ٿي ڪاڍو. درحقيقت ڪا به عملي هلچل
گهڻو وقت انقلابي رخ نٿي وٺي سگهي، نڪي، ڪي
لڳاتار هلي سگهي ٿي. منجهس لاها چاڙها گهڻا ٿين
ٿا. پهرئين پڙڪي ڪانپوءِ آهستي ماٺي ٿيندي ويئي،
پر ماٺو رخ به گهڻو وقت پٺي هليس. بي قاعدي هوندي
به آل انڊيا ڪانگريس ڪاتو ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ ۾
ڪامياب ٿيندو رهيو. پراڻتڪ شاخن سان لڙه وچڙ
رکي، ڪين هدايتون موڪليا ئين ڪاڻن رپورٽون گهرايائين
۽ ڪين وقتي مالي مدد به ڪيائين.

پراڻتڪ شاخون به ڪم ڪنديون رهيون. ٻين
پراڻتن تن سالن ۾ ڇا ڪيو تن بابت گهٽي خبر ڪانه اٿم
پر چنڊ ڪانپوءِ گڏيل علائقن جي ڪم بابت ڪج
خبرون گڏ ڪير. پراڻتڪ آفيس سڄو سال ١٩٣٢ ج

## ٤٣ - بريلي ۽ دهرادون جيلن ۾

نيني جيل مان ڇهن هفتن کانپوءِ منهنجي بدلي بريلي ضلع جيل ۾ ٿي. تندرستي وري ڪجهه خراب ٿي پير ۽ روز ٿورو ٿورو تپ ايندو هوم، جنهن ٿي ڏاڍا خار کائيندو هوس. بريلي جيل مان چئن مهنن کانپوءِ، جڏهن اونهاري جي گرمي سخت هئي، تڏهن منهنجي وري بدلي ٿي، پر هن ڀيري هماليه جي ترائيءَ ۾ دهرادون جي ننڍڙي جيل ۾. سڄا سارا ساڍا چوڏهن مهنا اُتي گذاريم، تان جو ٻن سالن جي سزا ڏيڍ گهٽ اچي پوري ٿي. خبرون ٻڌبون ملنديون هيم، ڪجهه ملاقاتن وقت ۽ ڪجهه خطن ۽ اخبارن رستي، ته ٻاهر ڇا پيو وهيو واپري، پر اُهي سڀ پڪل ٽڪل ۽ مکيه واقعن جي ٽوري ڪا بوجهه هيم.

آزاد ٿيڻ تي خانگي ڪمن ۽ ملڪ جي موجوده سياسي حالتن کي منهن ڏيڻ ۾ مشغول رهيس. انڪل پرڇن مهنن جي آزاديءَ بعد مولکي وري جيل ڏي ڪاهي ويا ۽ هينئر اُتي ئي آهيان. يعني پوڻين ٽي سال گهٽ تڪر جيل اندر رهيو آهيان، ۽ ٻاهرين خبر نه رکي سگهيو آهيان. لکي ڪي اهڙو وڃهه ملبو اُتر جو جيڪي هن عرصي ۾ ٻاهر ٿيو آهي تنهن مان پاڻکي پوريءَ طرح واقف رکي سگهان. اجا به مولکي

اهڙسا ڏک نہ جهلي ها، ڇو جو ماتاجيءَ جو حال ڏسي
سالن جي ڀرايل وڃيا کن ۽ وسري وڃيم ها؛ ۽ پوءِ شخصي
کي قومي ٻرن نتيجن جو ۽ کهڙو ليکو ٻيهي ها.
وقت وٽي ڀاڙ کنيائين ۽ جڏهن ٻئي مهني ٻرپلي
جيل ۾ ملاقات لاءِ آئي، تڏهن اچا ڀها پتيون بدل هئس.
ٻر ڏاڍي سرهي هئي ۽ فخر هوس جو اسانجن ڇوڪرن
۽ ڇوڪرين سان گڏوگڏ بيد جي اکٽن ۽ لنين جي
چاکي چٽي:هثائين. ٻر سندس چاکائي ٻاهوين هئي.
هيڏي اوستا ۾ مغز جي چوٽ سندس بدن جهوري
وڌو هو ۽ اندران ئي اندران اهي تکليفون اچي ظاهر
ٿيون جي سال پوءِ سندس لاءِ خطرناڪ ٿيون.

سمجهيو ته هن هنتي ۾ ڪجهه نه ڪجهه ضرور ٿيندو. گهڻو ئي ڪجهه ٿيو. ۾ هڪ واقعو اهڙو ٿيو جو منهنجي اکيان ٻيو سڀ ڪجهه ڇڏ مٽجي ويو. الله آباد ۾ ماتاجي هڪ جلوس سان نڪتي. واٽ ۾ ئي اهو جلوس پوليس روڪيو ۽ پوءِ مٿس لٺبازي ڪئي. جڏهن جلوس ٻهاريو ويو ته ڪنهن وهڻ لاءِ ڪرسي آڻي ڏنس. جلوس اڳيان هوءِ رستي تي انهيءَ ڪرسيءَ تي ويٺي رهي. ڪي شخص ۽ خاص ڪري منهنجو سيڪريٽري جي سندس سنڀال ولي رهيا هئا، تن کي گرفتار ڪري اتان ڪڍي ويا. پوءِ پوليس جي لٺبازي شروع ٿي. ماتاجيءَ کي ڌڪو ڏيئي ڪرسيءَ تان ڪيرايو ويو ۽ بيد جي لڪڻ سان مٿي ڏاڍو مٿس وارو ڪيو ويو. گهاءُ الدران رت جون ليڪون وهڻ لڳيون، ۽ هو بيهوش ٿي رستي تي پئجي رهي. ٿوري وقت بعد هڪ پوليس آفسر پنهنجي موٽر ۾ کڻي کيس آنند ڀون ۾ پهچايو.

رات جو شهر ۾ افواهه ڦهليو ته ماتاجيءَ پراڻ تياڳيا هئا. ماڻهن جا انبوهه اچي مڙيا، جن ڪان شانت ۽ اهنسا جدائي ويئي ۽ وڃي پوليس تي حملو ڪيائون. پوليس مٿن گوليبازي ڪئي ۽ ڪي مارجي ويا.

ڪن ڏينهن کانپوءِ جڏهن هن واقعي جي خبر هفتيوار اخبار جا اسانکي ملندي هئي تنهن مان اسانکي ملي، لڏهن اهو خيال ته منهنجي سوڪمر سرير ماتا هن ريت رستي تي رت ۾ لڙ ٿي ڪري پيئي هئي، مونکي ڏايو ستائڻ لڳو ۽ عجب ۾ پاڻ کان پڇڻ پئي ته آءُ هجان ها ته اوڏي مهل جا ڪريان ها. اوڏي مهل منهنجي اهنسا خبر ناهي ڪيترو ٽڪاءُ ڪاني ها. لچاڻان،

ٿيڪ نہ آهي. مهاڀاري لڙائيءَ مهل ظاهر ٿيو تہ ڪن
ٻهادرن جون دليون بہ وقت تي ڍرڄي ويون.
تنهن کان اڳ ۱۹۱۲ ۾ Titanic ٽٽنڪ جهاز جي ٻڏڻ مهل
ڪي مشهور ماڻهو، جي ڪنهن کي نہ سمجهيو تہ اهڙا
گيدي نڪرندا، سي خلاصين کي رشوتون ڏيئي جان
بچائي ٻين کي ڇڏي ڀڳا. تازو جڏهن ”مورو ڪئسل“
جهاز کي باهہ لڳي، تڏهن بہ ڪي شرمناڪ واقعا ٿيا.
مصيبت جي وقت جڏهن جان جي ٻپ ڪري عقل،
مت ۽ شرم هليا وڃن ٿا، تڏهن ڪنهن کان پوري نہ
کڙي هلت هلجي. تنهنڪري ڏوهہ ڏيئي لٿو سگهجي.
پر تڏهن بہ جڏهن ڪو صحيح وات ڇڏي ٿو، تڏهن
اسانکي اکيون ٻوٽڻ نہ کپن ۽ نڪي ڪي ماڪ جهڙي
واڳ، اهڙن جي هٿن ۾ ڏيڻ کپي جي ڪسوٽيءَ ويل
ڪنبندا ۽ ٽڙڪندا. پر غلط هلت کي اُلٽو صحيح سڏڻ
تنهان غلط ٿيندو. اهو تہ غلطيءَ کان بہ وڏو گناهہ سمجهبو.
ٻن طاقتن جي وچ ۾ جنگيون گهٽي قدر ڏرين جي
سالم دلين ۽ رڳن تي منحصر آهن. خونخوار لڙايون بہ
انهن تي مدار رکن ٿيون. مارشل فوش چيو آهي تہ
”آخرين حالت ۾ جنگيون سٽ وارين رڳون کٽن ٿيون.“
اهنسڪ يڌ ۾ تہ دلين ۽ رڳن جو تنهان وڏو ملهہ آهي
۽ جو شخص دليون ڪمزور ڪري ٿو ۽ رڳن کي ڪمبائي
ٿو، سو شخص ملڪ سان ڏوهہ ڪري ٿو.
هن ريت ڏينهن ۽ مهنا گذرندا ويا ۽ اڄ چڱيون
تہ سياڻي ٻيڙيون خبرون ايندون رهيون. هرڪو پنهنجي
بنديخاني ۾ روزمره جي ساڃيءَ زندگيءَ تي هِرندو ويو.
اپريل ۶ کان ۱۳ تائين قومي هفتو بہ اچي رسيو ۽ اسان

وجن ها نه شايد ميونسپالٽيون خارج ڪيون ويون ها يا ميمبر
سزاياب ٿين ها . هن قسم جون سنستائون، جن جا باني
سوارٿ پر قائل رهن ٿا، سي هيڏن موقعن لئي هيجپي وجن
ٿيون ۽ شايد بيو ڪو چارو ني ڪوئي نه رهين. پر نه به ڪڍن
هيٺئن همسبو ڏسي ارمان ٿئي ٿو. اهو جهنڊو اسان لاءِ
اسانجي پيارين شين جي نشاني هو ۽ انهيءَ جي هيبت بيهي
ڪيس بلند رکڻ جا اسان انجام اڪرام ڪيا هئا. پ'هڌجن هٿن
سان جهنڊو لاهڻ يا ٻئي ڪنهن کي جٽي لهرائڻ نه رڳو وعده
شڪني پر جهنڊي جي بي حرمتي هئي ، پنهنجو سر
جهڪائڻ ۽ سڄ لئي ٽڪو لڳائڻو هو، زور زبردستيءَ اڳيان
ڪوڙ کي بامد ڪرڻو هو. جن هن رايت ليڇو نوايو ٿن
قوم جي لاهڻي لائي ۽ پنهنجي عزت ڪوهي.

اسين گهڻوئي چاهيون ته هو سورمن وانگر چالي
نوڪي آگ بر نبي پون ها . پر ٻين ڪي ڏوه ڏيڻ نه
چو ڪين ڏوڪي جيل ويا يا ٻي ڪا قرباني ڪيائون ،
سو نه رڳو غلط پر بيسود آهي. هرڪنهنکي پنهنجا فرض
ادا ڪرڻا آهن ۽ ڪنهنکي به ٻئي لئي ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ
جو حق نه آهي. پوتني لئي وهڻ يا پاسبرو ٿي ڪم
ڪرڻ هڪ ڳالهه آهي ۽ پر سچ کي يا جيڪي سچ
سمجهيو وڃي ٿو، تنهنکي داغ لڳائڻ ٻي ڳالهه آهي .
جي سرڪار ميونسپالٽين کان ڪو ڪم قوم خلاف ڪرايو
ٿي ته ميمبر ٻيو نه نه ميمبريءَ جي استعفا ڏيئي سگهيا
ٿي . پر اڪثري هو پنهنجين جڳهين کي چنبڙيا رهيا .

ماکي مک گلڙن لئي ويهي جٺ ڪري پون پون کي بند
قومي رهمر ويهي عهدن لئي ٿين گنگن مال

شايد سنڪت ويلي جيڪي ڪجهه پڻ سبب انسان
ڪري لو وهي، تنهن لئي پوءِ ويهي اڪته چمني ڪرڻ

پر آخرڪار ٻل پرٽي ڪيم ۽ هڪ قسط ۾ پياريم. بس اوڏي مهل آرڊيننس نڪتا ۽ مون ۾ وڏيڪ قسطن پرڻ کان ڪري هٿ جهليو. هڪ ڀاسي ڪسانن کي ڇوڻ ته ٻل يا مالگذاري نه ڏيو ۽ ٻئي ڀاسي آڇ ڀاڻ ٻل پريان، سو مونکي ٻنهي غلط ۽ ناجائز لڳو. سمجهيم ته گهر تي سرڪار ضرور قبضو ڪندي. هيءَ ڳالهه مونکي اصل نٿي آئڙي، جو ماتاجي در بدر ٿئي ها؛ اسانجا ڪتاب، ڪاغذ، سامان ۽ شيون، جي شخصي ۽ خانگي سببن ڪري اسانکي پيارا هئا، سي الائي ڪن جي هٿ چڙهن ها يا ته گم ٿي وڃن ها؛ گهر مٿان قومي جهنڊي جي بجاء سرڪاري جهنڊو جهوُلي ها. پر انهن ڳالهين هوندي به گهر تان هٿ ڪڻڻ جي ڳالهه وڻيم ٿي. ڇيم ته انين آڇ انهن غريب ڪسانن جي ويجهڙو ٿيندس، جي به سڀ تان هٿ ڪٽي وينا هئا. مونکي بيدخل ڏسي آئت ايندن. تحريڪ جي نظر کان ته جگهه وڃائڻ خاصوتي ڪم هو. پر سرڪار جگهه کي هٿ نه لاتو؛ ٿماٽان ماتاجيءَ جو خيال ٿين يا سمجهيائون ته هلچل وڏيڪ زور وٺي ويندي. ڪن مهنن ڪانپوءِ ڪي منهنجا زيلوي جا حصا هٿ چڙهي رين ۽ اهي ضبط ڪري ٻل پيارياٿون. منهنجي ۽ منهنجي پيٽيوٽي جون موٽر ڪارون ته اڳيئي ضبط ٿي وڪامي ويون هيون.

انهن اوائلي مهنن ۾ هڪ ڳالهه مونکي ڏاڍو ٿي ڏکويو. اها هيءَ هئي جو ڪيترين ميونسپالٽين، لوڪلبورڊن ۽ خاص ڪري ڪلڪتي جي ڪارپوريشن، جنهن ۾ ڪانگريسين جي گهڻائي هئي، قومي جهنڊا لاهي ڇڏيا. پوليس ۽ سرڪار جي دٻاءَ ۽ دٻپ هيٺ جهنڊا لاٿا ويا. نه لاٿا

انهن خاص ضلعن ۾ ڪي مهنا مال گذارين نہ ڀنارين ويئون ۽ ورلڊو اولهار و آبو لڏهن اوريون وصوليون ٿيڻ لڳيون . ڪجھ گرفتاريون نہ ٿيون، ۾ اهي جڳ سرڪار جي مرضيءَ خلاف ٿيون. اڪثري گرفتاريون خاص ڪم ڪندڙن ۽ ڳوٺ جي اڳوانن جون ٿينديون هيون. باقي لاءِ مارڪٽ ڪافي سمجهي هئي . جيل اماڻڻ يا گولي مارڻ کان مارڪٽ وڌيڪ ڪارگر لڳتي . اها نہ گهرج سارؤ ببهر ٿبهر ڏلي ويئي ٿي ۽ گولن ۾ مارن جو بولاءِ پرڪ شهرن ۾ لتي بهتو. جيلن ۾ بسـ ٿبدين جي ڪجهہ هلڪائي ٿي ٿي. ٿنهن کان سواءِ ني دخلين، ضبطين ۽ مال جي وڪري جو نہ ڦهڪو پئي پيو. اڪين اڳيان هارين جو رهيو کهيو، ڪين جهڙن اڳهن ۾ تالان ٿي ويو، جو هنن دل تي پٿر رکي ڏٺو ۽ سٺو.

جنهن ڀيون جڳهون ٿيئن ”سوراج پوڻ“ ۾ سرڪار قبضي ۾ رکيو. سوراج پوڻ اندر اسپتال جو مال ۽ دوائون ۾ ضبط ڪيون ويون. ۾ جارڊ پنهن اسپتال بند رهي، ۽ پوءِ ويجهي پارڪ ۾ هڪ ڪليل اسپتال جاري ڪئي ويئي. وڃهہ ملندي اها اسپتال سوراج پوڻ پرسان هڪ لنڊڙي جڳهہ ۾ کولي ويئي، جتي ادائي سال هلي.

افواہ هئا نہ اسالتي رهڻ جي جڳهہ آنند پوڻ بہ ضبط ڪيو ويندو، جو جو انڪم ٽيڪس جي هڪ وڏي رقم پرڻ کان انڪار ڪيو هوم. اها پل ۱۹۳۰ ۾ پناهيءَ جي ڪمائيءَ لي پٽل هئي، جا هن هلچل ڪري نہ پري. سال ۱۹۳۱ ۾ دهليءَ واري ناه بعد انڪم ٽيڪس وارن اڳيان مون کي حجتون اتاريون،

ڪندي. ٿورا مھنا پوءِ اسان ٻڌو ته ٻھراڙين ۾ نيم سرڪاري پترن ۾ رسالن جي بارش وسائي ويئي، جن ۾ ڪئين ئي بنياد ڳالھيون لکيل ھيون. انھن ۾ خاص ڪري اھڙو اشارو ڏنل ھو ته جنسن جا اگھ ڪانگريس ئي ڪيرايا ھئا، ۽ انھن ئي ڪسانن کي ڇيھو رسايو ھو. ھيءَ ته مرڳو ڪانگريس جي تعريف ئي ھئي، جا جماعت دنيا پير ۾ مندي آڻي سگھي، سا ڪا ٿورڙي شيءِ ته ڪين ڇٽي. پر اھو نسورو ڪوڙ ھو، جو ورور ڏيئي ٿھلايو ٿي ويو، جنھن ڪانگريس جي عزت ڪجھ گھٽجي.
پر تنھن ھوندي به گڏيل علائقن جي مکيہ ضلعن ۾ ھلچل جو سڌ ھارين خوب اونايو، ڇو جو ھلچل معافين جي سوال سان گڏجي سڌ جي ويئي. ھن ڀيري ۱۹۳۰ کان گھڻو وڌيڪ ۽ با انتظام ٻھرو ورتائون. شروع ۾ ته ڪجھ ڪل خوشيءَ جو به رنگ ھو. ھڪ نھايت مزيدار قصي جو احوال اسان وٽ ڳوٺ ٻڪليا، ضلع راءِ بريليءَ مان آيو. پوليس جو ھڪ ٽولو ڳوٺ ۾ مال جي ضبطيءَ لاءِ ويو. ڳوٺ البت سڪيو ۽ ڳوناٺا ڪجھ دل وارا ھئا. اڳتي وڌي ڪامورن کي عزت سان ڳوٺ ۾ وٺي آيا ۽ سڀني گھرن جا دروازا کولي ڪين استدعا ڪيائون ته جتي وڻيو اُتي وڃو. مال وغيره جون ضبطيون ٿيون. پوءِ ڪامورن کي وھاري پان سوپاري به ڏنائون. ويچارا ھيڏي عزت ڏسي لڄي ۽ ششدر ٿيا. پر اھڙا سُھج کي جزوي ٿيا ۽ جلدئي کل خوشي ته ويندي رھي، پر انسان جي شرافت ۽ انسانيت به ن رھي. بڪليا جو غريب ڳوٺ نياز نئڙت ڪري ب موچڙن جي ٻچ کان ڪين ٻچيو.

ڊسمبر ۱۹۳۱ ۾ جڏهن ڪڏبل عــلائتن لاءِ خاص آرڊيننس ڪڍيو ويو تڏهن ڪڏوڪڏ سرڪار هڪ سمجهاڻيءَ ور امان ۾ شايع ڪيو. هن بيان ۾، بين آرڊيننس وارن بهان جهان سرڪار ڪٿين ڪيا پڪا ڪوڙ پرچار ڪئي ويا هئا. اهو سڀ سرڪار جي هڙ جڙ وارو هو ۽ اسين نه انهن جيترن ڪوڙن ڪي ترڪيب ڪان لوڙيل لئي سگهياسين. هڪ اهڙو ڪوڙ سرڪار ڏاڪا بڌي شرواڻيءَ بابت جيو، جهنجو رد هــن گوساريءَ ڪان اڳ تي ڏيئي چڏيو. هي سڀ سرڪار جا بيان ۽ سمجهاڻيون ۽ بهانا پڙهي عجب پئي لڳو. امان ظاهر هو ته سرڪار جا حوصلا جاءِ نه هئا ۽ نسون ٻسٽيون هيس. ننهن ڏينهن اتفاق سان اسين جي يورپان شهنشاه چارلس ٽئين جو هڪ فرمان پڙهيم. جنهن يسوعي فرقي کي سلطنت کان ٻاهر لڪالي ڏني لي ۽ اهو فرمان ۽ سندس سبب هڙ بهڙ برطانوي سرڪار جي فرمان ۽ سمسن جهڙا لڳم. سال ۱۷۶۷ ۾ فرمان جاري ڪندي بادشاه چاڻائي ٿو ته ”رعيت کي فرمان بردار رکڻ، امن امان ۽ انصاف برقرار رکڻ جا ڪوئي سبب آهن ۽ بنا ڪي ٻنهي ضروري ۽ واجب سبب آهن مگر اهي شهنشاه جي سيني ۾ ٿي سمايل آهن.
ساڳيءَ طرح هن ملڪ ۾ آرڊيننس جا سچا سبب جناب وائسراءِ يا سندس صلاحڪارن جي سيني ۾ ٿي رهيا، جنهن ڪري سيني کي سمجهيا پئي ته ڪهڙا ۾ جڪي سبب سرڪار سرڪاري طور ظاهر مان اسان سمجهيو ته برطانوي حڪومت چار هو نئون طريقو وٺي ڪهڙو ڪمال

جو ڏنو سو سيني کي گوءِ ڏيئي ٿي ويو.

گڏيل علائقن ۾ جنگ جو زور ڀهراڙين ۾ هو. ڪانگريس جي زور ڪري سرڪار هارين کي چڱيريون معافيون ڏنيون، جيتوڻيڪ اهي اسان ڪافي نٿي سمجهيون. اسانجي گرفتارين بعد جلد وڌيڪ معافيون ڏنيون ويون. عجب ته اهو جو اهي معافيون اڳ نه ظاهر ڪيون ويون. اهي اسين تڙ تڪڙ ۾ خيال ۾ آڻي انڪار ته نه ڪريون ها. پر سرڪار جي مراد ئي اها هئي ته معافين جو جس مٿان ڪانگريس کي ملي. سرڪار هڪ طرف ڪانگريس کي چڪنا چور ڪرڻ ۽ ٻئي طرف هارين کي جهجهيون معافيون ڏيئي ماٺ ڪرائڻ چاهيو ٿي. انين ته ٿيو جو جهجهي ۾ جهجهيون معافيون اُتي مليون جتي ڪانگريس جو زور گهڻو هو.

انهن جهجهين معافين ڪري زرعي مسئلو ڪو حل ڪين ٿي ويو، پر ڪجهه مهلت لاءِ هلڪائي ٿي. ڪسانن جي مقابلي جي ليزي ليري ٿي ۽ ملڪي جنگ جي خيال کان اسين البت ڪمزور ٿياسين. انهي ملڪي جنگ ڪري هزارين ڪسان مصيبتن هيٺ آيا ۽ ڪيترا ته تباهه ٿي ويا. پر جنگ جي زور ڪري لکين ڪسانن کي حالتن بنابر وڏي ۾ وڏيون معافيون مليون ۽ هو ڪيترين گهڻين ۽ آزارن کان بچي پيا. انهن وقتي ۽ ٿورڙن فائدن ڪري ڪسانن جو ڪو بيڙو پار ڪونه ٿيو، پر جهڙا ڪي ٿهڙا اهي سڀ ڪانگريس جي هڻ پچاڙ ڪري ڪين پلءِ پيا. اهي عارضي فائدا گهڻو ڪري سيني ڪسانن ماڻيا، جيتوڻيڪ منجهن ڏاڍن مڙس ته ڏاڍايون ٿي سنيون.

۾ شايد هؤ به ڪلو سان گڏجي چون ها:

"انسان کي ليڪ خوف خطر نه فنا ڪري،
هڪ خوف جي سبب کان پر آزاد آهيان.
امڪان ناهه مون سان ڪو زوري زنا ڪري،
هو ڪم انهي ۾ راضي ۽ دلشاد آهيان."

سرڪار جي مٿي ۾ اهو اچي وينو هو ته ڪانگريس هن پيري استرين جو مانڊو وڌي استرين سان جيل پرندي، جي جو ڪين هلڪيون سزائون ني مليون ۽ ساڻن چڱو ورتاءُ ني ٿيو. اهو سرڪار جي من جو هڪ ڀولو هو. ڪم پنهنجون استريون گهر مان ڪڍي جيل اماڻڻ چاهيندو. اڪثري جڏهن ڇوڪريون يا استريون هلچل ۾ بهرو ورتو ني ته ڀينرن، ڀائرن ۽ پتارن جي اجازت نه، يا پيو ته ته سهڪار بنا، ۾ سرڪار فيصلو ڪيو ته ڳريون سزائون ڏيڻ ۽ سخت ورتاءُ ڪري ته استرين کي بي همت ڪجي. منهنجي ان ڀينرن جي گرفتارين ۽ سزائن ڪانپوءِ الله آباد ۾ ڪيترين نوجوان ڇوڪرين، اڪثري ۱۵ يا ۱۶ ورهين جي، پاڻ ۾ گڏجي صلاح مصلحت ڪئي ته ڇا ڪجي. بي آزمودگار ۽ پرجوش هيون؛ ڪن ٻئي جي صلاح ڪندي هئي. هڪ خانگي گهر اندر گڏيون ته سڀني کي گرفتار ڪري ان ان سالن جون سخت سزائون ڏنيون ويون. هي هڪ ننڍڙو واقع ٿيو، ۾ ملڪ ۾ هن جهڙا ڪيترين واقعا ٿيا. جن استرين کي سزائون مليون، ان مان گهڻن سان مردن کان وڌيڪ سختيون ڪيون ويون. مون ته پوءِ ڪئين درد ڀريا احوال ٻڌا، ۾ جڪو احوال بمبئي ۾ ميران بهڻ (منڊلين سليڊ) پهنچڻ ۽ ٻين سائي قيدياڻين

ضرورت ٿي.
هو، تنهن کي دبائڻ لاءِ ٻين طريقن جي
انهن وٽ نه هيون موٽرون، نه ناڪا، نه ماڪيٽون جي
ضبط ٿي سگهن. ٽهنڪري سرڪار جي ڊيرڊولس
جو هڪ مزيدار اثر هي ٿيو جو جيڪي ”سرڪار جا
ٻچ“ هئا سي لٽڪڻ لڳا. منجهائن ڪي ڦرانڊ
حالتون ڏسي، ڪانگريس سان نخرا ڪرڻ لڳا هئا.
پر اِهو هاڻ سرڪار ڪيئن ٿي سهي سگهي. هاڻي
نه سگهي وفاداري ڪافي نه هئي. ١٨٥٧ جي غدر
واري نائيري مسٽر فريڊرڪ ڪوپر جو چوڻ هو ته
حڪومت کي، ”وفاداري کپي، پر پوري، پڪي ؛
عملي وفاداري. حڪومت رعيت جي فقط آڻ مڃڻ
تي ٽڪڻ ٿي چاهي.“ سال کن اڳ مسٽر لائيڊ جارج
برطانوي لبرل پارٽيءَ جي اڳوان بابت، جي ”نيشنل
گورنمينٽ“ سان وڃي مليا هئا، هن ريت چيو ته،
”هيءُ ساڻن وانگر سڙانڊ جيئن ڇپا جي جهڙو حال تهڙو
رنگ وٺن ٿا.“ اسانجي ملڪ جو حال به هاڻ اهڙو ٿيو
جو خاڪي رنگ، تي هليا. پوءِ ته ڪيترن وفاداريءَ
جا تڪا رنگ، لاتا ۽ راڳ، روپ ڪندي حاڪمن لاءِ
محبت ۽ عزت جا اظهار ڪيا. اهڙن کي سرڪار جي حڪمن
فرمانن، بندشن، منع نامن، رات جو نه نڪرڻ جي
جو کهڙو اونو ؛ چيو ڪين ويو هو ته اهي سڀ بي وفا
۽ غدارن خلاف هئا، جن مان وفادارن کي ڪو به هرج
ڪونه هو. تنهنڪري الهيءَ ذات جا ياتي مزي ۾ ويهي
هن هل هنگامي جو تماشو ڏسي سگهيا ٿي ۽ جو خوف
ماڪ ۾ چانيل هو، تنهن جو ڪين ذرو به فڪر ڪونه هو.
[illegible] ”وفادار“ رليارڻ ”(Faithful...

غريبن جي هٿي. ير بمبئيءَ جهڙن وڏن شهرن ۾ قصوئي بدلجي ويو. اتي نه واپاريءَ ڏنڌي فرق جي ڀيٽ ڪي ڳري لت ٿي لڳي. اتي نه سرڪار جي رڳي ڌمڪي ئي، جا ڪا سگهي نه هئي، هوندوارن جو ساه سڪائي ڇڏيو. هڪ پاسي ته هيسبل واپاريءَ باست بدمر نه پوليس ڪيس ڀڄن لڪن جي ڏنڌ ۾ قيد جي ڌمڪي ڏني. سڌس گهاڻ ايترو جو هو ڪڏهن ڪانگريس ڪي چندو چيرو ڏيندو هو. اهڙيون ڌمڪيون نه عام جام هيون ۾ سر ته رڳو ٽالي ماٿر نه. پوليس جي هٿ ۾ ڪل اختياريون هيون ۾ روز انهن جي استعمال بابت پيو ٻڌبو هو.

جيڪي ڪجهه سرڪار ڪيو ڪرايو، تنهن تي اسان ڪانگريس ڪي، مان ٿو پائيان نه اعتراض ولڻ جو ڪو حق آهي، جينوٽيڪ شرافت جي نظر ڪان ڏسو نه هن قسم جي آهنسڪ هلچل خلاف هيترو جور ۾ جبر بيشڪ اعتراض جوڳو هو. جي اسين حڪومت خلاف انقلابي قدم، چاهي اهنسڪ، کڻنداسين نه هوءَ به هر طرح مقابلو ڪندي. گهر ويٺي ڪرسين تي ليٽي انقلاب ڪين ٿيندا آهن، ڀوءِ چاهي ڪي شخص پنهنجي پاسا مارڻ به چاهن. ڪو به شخص هن ڪر ۾ هٿ وجهي نه سڀ ترڪ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي پوءِ وجهي. انهيءَ ڪري سڪيا آسودا ماڻهو ورلي انقلابي ٿيندا آهن، پوءِ ڪوي ڪي حروب شخص وهنوار جي نظر ڪان مررڪس ۾ پنهنجي طبقي جي خيال ڪان پنهنجن جا دوهي ٿيڃن تا.

ير عام خلق جنهن تي قومي تحريڪ جو سڄو مدار

چڪايو هو. پر ٺلهي ايڪي تعليم يافته ۽ وچولي درجي وارا جنگ کان منهن موڙي رهيا هئا، جيتوڻيڪ ٻنهه ناممڪن سمجهڻ به سندن لاءِ ڏکيو هو. الائي ڪيئن اها ڳالهه ڳنڍ ڪٽي ٻڌائون ته گانڌيءَ جي اچڻ سان جنگ ٽوڙي ويندي. دل ۾ هو سوئي من ۾ آيو.

مطلب ته ۱۹۳۲ ۾ سرڪار خود پيش قدمي ڪئي ۽ ڪانگريس هميشه بچاءُ ڪندي رهي. مڪاني ڪانگريس ليڊر سرڪاري اعلانن جو وسڪارو ڏسي واڻڙا ٿي ويا. پر ٺلهن به ڪانگريس جو سڏ گهڻن ٿي اونايو ۽ قانون ٽوڙڻ وارن جي ڪمي ڪانه رهي. انهر شڪ ئي ڪونهي ته ۱۹۳۲ ۾ ۱۹۳۰ کان سرڪار جو مقابلو گهڻو سخت ٿيو، جيتوڻيڪ ۱۹۳۰ ۾ وڌيڪ ڏيکاءُ ۽ خاص ڪري وڏن شهرن ۾ پڌرائي ٿي. ايتري قدر سختيون سهندي ۽ چنبي ڪٽي ته ٻنهه آهستڪ رهندي به، ماڻهن ۾ جوش ۱۹۳۰ کان گهڻو گهٽ هو. ائين پئي لڳو ڄڻ ته اسين لاچار وڙهڻ نڪتا هئاسين. تنڪي ڪي به سال پوءِ جنگ ۾ اڳي وارو شان شوڪت رهيو. سرڪار به وقت آهر ڪانگريس خلاف ڪات ڪهاڙا ڪٽي نڪتي. سارو ملڪ ڄڻ مارشل لا هيٺ هو ۽ ڪانگريس کي ڪنهن به پيش قدمي يا آزاد قدميءَ جو وجهه ڪين مليو. پهرين ئي ڪُنڪن بيتال ڪري ڇڏيس ۽ سرمائيدارن ۾ به جي سندس حامي هئا تن کي هيسائي ڇڏيو. سرڪار انهن جي ڪيسن ۾ هٿ وجهي وڌا ۽ ظاهر هو ته جي شخص تحريڪ ۾ شامل ٿيندا يا ڪا به مدد ڪندا سي پنهنجي جان مال تان آهو ڪٽندا. ان ڳالهه جو گڏيل علائقن ۾ ڪو گهڻو اونو ڪونه هو، جو اُتي ڪانگريس

لبندي. سندس امولو ڏسي مولڪي ڪا وَڏَوَر ايندگر ياد ايندي آهي، جا شائستگي ۽ پاڪيزگيءَ لي اهڙي مستعد جو مثال ڪو ڪٿو لنڊ سندس اڳيان زبان مان ڪڍي ٿي: جي ڪجهن ڪڍيو ۽ بڌي لعل ٿي ويندي. اها اخبار محض لعلم يافتن ۽ آسودن لاءِ آهي. هن اخبار لاءِ جڳ زندگيءَ جو اُهو اولڌاهو، دک درد ۽ جهيڙي جيتي جو طرف آهي ٿي ڪولد. بس نرم تر اخبارن اڳيان ۽ هندوءَ وارو وَڏَوَر لبنگر جو نهولو اُکبن اڳيان رهي ٿو. پر سندن لٽل ڪُجسو ۽ پڙهندي بنهه ڏڪ ٿيو پئجي.

پڌرو هو ۽ سرڪار ڪجھ وقت کان تياريون ڪيون هيون ۽ دل ۾ هوس ۽ ڪلندي ٿي اهڙو واجت وجايان جو ڪانگريس جون وايون بنال ڪري ڇڏيان. سال ۱۹۳۰ ۾ جيئن حالتون بگڙنديون ٿي وييون ليئن لوان لوان آرڊيننس ڪيڍٽا ٿي پيس آڳ، اڳوائي ڪانگريس جي هئي. سال ۱۹۳۲ ۾ قصوئي التوءَ جتي ڪتي خود سرڪار وڃي جاهه ڪئي. مرڪزي ۽ پرائتڪ اعلالن جا ستا ٿي ستا شايع ڪري، هر قسم جون اختياريون ولي، لن جو استعمال ڪبائين. سنستائون بي قاعدي، جڳهيون، ملڪتيون، موٽرون، بئڪن ۾ ناڻا ضبط، ميڙ ۽ جلوس بند، اخبارن ۽ جايخالن لي جوکسي. هو ڏاهن گانڌيجي ='ڪنري ورڪنگ ڪاميٽيءَ جا ميمبر في الحال —ٽنيءَ جي تحرڪ ٿارڻ لاءِ خواهن هنا. ڪي مون —سوجهي وينا ۽ حنگ لبگٽي ٿي هئي ۽ وٽي لـ —تي لاءِ ليار رهڻ ڪبي. سرحد ۾ ڳڌيل علائن —ڪمش خلق جو ڏيان ايڏو جنگ ڏي زوريءَ

جي نظر کان، چڱي عمدي درجي جون آهن. دنيا جي سوالن تي سندن مکيه ۽ سمپادڪي ليک، البت تنگ دل، پر قابل ۽ سمجهدار ۽ خابرو ٿين ٿا. بنهه اخبار نويسيءَ جي لحاظ کان شايد هندوستان ۾ سندن مٽ ڪونهي. پر ملڪ جي سياسي سوالن بابت ايتري دوطرفي ڪن ٿيون جو اونچائيءَ تان لهيو اچيو پٽ پون، ۽ ڏکين نازڪ وقتن تي دوطرفي اهڙي جو بزاري رڙو رڙ مچائي ڏين ٿيون. پوءِ هندسرڪار جا چاڙتا ٽي، مرجاتا جو ليکو لنگهي، زبردست ۽ زهريلو پرچار ڪن ٿيون.

انهن چند چونڊ انگريزي اخبارن اڳيان اسانجون هندوستاني اخبارون ساديون پيون لڳن ٿيون. ناڻي جي تنگي ته بيٺل ئي هوندي ۽ هوڏانهن مالڪ سڌارڻ جي ڪوشش به نه پيا ڪندا. سندن ڏينهن ڏکيو گذري ٿو ۽ سمپادڪي عملي مٿان ڪانه ڪا تڪليف رهي ٿي ٿي. اخبار جو ڏيکه ويکه ساڌو ۽ اشتهار اڪثري اعتراض جوڳا، ۽ سياسي توڙي ٻين سوالن بابت سندن رخ هوش کان وڌيڪ جوش ۽ هوءِ هوءِ وارو. قدري شايد ائين هجي ته قوم جوش وهيڻي آهي؛ قدري ته انگريزيءَ ۾ لکڻ، سو به سليس ۽ زوردار نوع ۾، سولو ڪم ناهي. پر سچو سبب اهو آهي ته مدت کان دٻاءَ ۽ جبر هاندو اچي ٿو، جنهن اندر ۾ اينٽريون ڳنڍيون پيدا ڪيون آهن جو هرڪنهن ڳالهه تي جوش خروش اٿل کائي ٿو.

خبرن ۽ ڇپائي صفائي جي خيال کان، هندوستاني اخبارن ۾ شايد مدراس جي ”هندو“ اخبار پهريون نمبر

۾ سچ ۾ ساڃه جي ڪير اُميد رکي؟ پر انڌن ۾ هلڻ
چتالي ۾ جڙوائجي الست حيرت جهڙي ٿي لڳي. پر
لنهن مان حاڪمن جي چڪنا جوُر ٿسن جو انداز ملبو
ٿي ۾ اهو ته ڪيتري قدر مدت کان ٻاڻ ڏبي رهيا
هئا. شايد سندن ايڊ وغمرا سانجي ڪنهن ڪئي ٻاڻجي
لي ڪين هو، پر هيڏسي ٿو ته ڪنهن ته حڪومت
وجائڻ جي پڪسن ڪنبايو ۾ ستايو هو. جن حاڪمن کي
پنهنجي طاقت پر ايمان رهيو ٿو، سي هن ريت وهلو ته
ويندا آهن. هن صورت ۾ هن صورت جو فرق پر وڏوئي
هو. هُن طرف سُن ٿي سُن هئي. پر اها سُن شانائتي:
۾ پائمراديءَ ته، پر جيلن ڪري، خومن اڪري، بوڻن
بڌڻ ڪري هئي. جي اهي بوناڙيون ته لڳايون وڃن
ها ته ٻنڊڪ هوُ طرف بس هوءِ هوءِ ڪرڻ، وڏاءِ اُناءِ
ڪرڻ ۾ ڏوڙيو وسائڻ کان ڪين رهي ها. هن طرف
لاءِ هڪ ٿي ڳڙڪي ڪلبل هئي: بي قاعدي پترا ۾ ٻلبٽنون،
جي هر هند ڦتلايون ويون.

انگريزن جي اخبارن ۾ هن هُڙ ڄوُڄوُ ۾ هنبوجيءَ
پراورو وٺايو ۾ پنهنجا ڳجه وقت کان لڪل دبل خيال
کولي ظاهر ڪيا. رواجي طور سياڻي لڪلو پوين ٿو،
جو جو سندن: ڪيترا خريدار هندوستاني ٿسن ٿا ۾ پر
جاڙهن پهپت نري ويو انڌن سي جهلون دف ٿي
ويون ۾ اسان انگريز لوڙڪ هندوستانيءَ جي من اندر
جهالي پالي ڏٺو. هڪ هڪ ڪري انگريزن جون
اخبارون ملڪ مان ڪُنڌيون پيون وڃن ۾ هن وقت
ٿڃي ڪي اورڙيون وڃي بچيون آهن. جيڪي رهيون
ڪيون آهن لدمان ڪمتريون خبرن ۾ ڇپائي ۾ ڇپائي

لڳو ته قلندر پنهنجا ڪتا پلي پڄڻ ڪن، پر قلندر
وات وٺيو ويندو. هن ويچاري کي به في الحال وسري
ويو ته ڪتا جيلن ۾ ڇا پيو ڪندا ۽ ٻاهر ته سيني جا
ٻوٽ بدل هئا.

پر تنهان ٽپرس جي ڳالهه هيءَ هئي جو ڪانپور واري
فرقيوار فسادن جو گهانگهو به ڪانگريس جي ڳلي ۾
لٽڪايو ويو. انهن خوفناڪ ڪاوُڙن جا احوال ڏيئي،
ٻارون بار اهي ڪانگريس تي ٿڦيا ويندا هوا. دراصل
رڳو ڪانگريس ئي اصيلپڻو ۽ شرافت ڏيکاري هئي ۽
هڪ پنهنجو سينٽر بلدان ڏنو هو، جنهنجو ذڪر ڪانپور
۾ هرگروه ۽ هر فرقي جي دل تي بيٺل هو. فسادن جو
بندي ئي ڪانگريس جي ڪراچي اجلاس هڪ جاچ
ڪاميٽي وهاري، جنهن ڀهنا پورهيا ڪري هڪ ٿلهي
رپورٽ ڪڍي، جا سرڪار هڪدم بي قاعدي ٺهرائي،
چپيل ڪاپيون ضبط ڪري، شايد ناس ڪري ڇڏيون.
هن طرح جاچ ڪاميٽيءَ جا پورهيا برباد ڪندي به
سرڪار جا حامي ۽ انگريزن جون اخبارون اجا فسادن
جو ڏوهه ڪانگريس جي در تي رکڻ ڪان لٽيون گسن.
”سچ ته بيٺو ليچ“ خاطري اثر ته هن ٿوڙي ٻين ڳالهين بابت
سچ نيٺ ثابت ٿيندو، پر ڪڏهن ڪوڙ کي ٻوڙ پائي
پڇڙ ۾ وقت ٿو لڳي.

ڪوڙ جو ڪم ٿو ٿئي جڻ ختم بند
ان مان نڪري هرطرف ٿي پونءِ گند
سچ بلند آ ليڪ غالب ٿو ٿئي
ٿوڙي ان ڏي ڪو توجه ڏني نه ڏئي.

تنهن وقت جنگ ڪري حوصلا جاء نه هئا ۽ جوش

## ٤٢ — هُـڙ جُوُ جُوُ

سال ١٩٣٢ جا شروعاتي مهينا هوندا ته ۽ خاص هن
ڪري ٻه عجيب هوا جو انگريز عملدارن ڏاڍي هوءِ هوءِ
۽ هُڙ جُڙ ڪٽي مچائي. لنڊن وڏن رڙيون رڙ لڳائي ته
ڏسو اسين ڪهڙا نه سڌورا ۽ سانتيڪا آهيون ۽ هي
ڪانگريسي ڪهڙا نه ڏورا ۽ ويڙهوگهڻا آهن! جي ڏسو
ته تا نه اسين لوڪشاهيءَ جي حـق ۾ ۽ ڪانگريسي
ٻه ڪٽنبر شاهي آهن. سنڌن پرپريدلت ته پاڳلڪي ڪٽنبر
ته ٻه ڪٽنبر سڏائي ٿو! پاڻ تان، پنهنجي جگهڙسيءَ تان
للهار ويندي، هنن ويچارن کي آرڊيننس، حق غصب،
اخبارن جا اوت بند، لاٺن ملڪيتن جون ضبطيون،
ڪيسن ۾ قيد ۽ ٻيا اهڙا روزمره جا حسيڙا ڪم جهٽ
وسري ٿي ويا. هنن غريبڙن کي برطانوي حڪومت جي
مزاح شريف جي جهٽ نه گم ڪا نه رهي. سنڌن وزير
ڪي اسانجا هموطني، سي به سُر ونائڻ لڳا ته ڏسو هي
ڪانگريسي (جي جيلن ۾ هئا) ڪهڙا نه خود غرض آهن
۽ اسين ته ماهوار ٽن جن هزارن لي ڪيٿين وهون گهون
پيا. لنڊا جج مئجسٽريٽ سزائون ته ناالهي پڏيون، ۽
وڏيڪ ۾ ڪانگريس لي تمت لعنت پيا ري گناه اسان
کي وعظ ڏيندا وتندا هئا. هُتان سر سيمپوئل هور، هند
وزير جي عاليجاه ڪرسيءَ تان ريهي معتبر لمولي آڪڻ

دليريءَ جو جوش، بي درد ظلم ۽ ذليل بزدلي، سڀ سڀ اسانکي ڪاڏي ڪٺي ويندا؟ اسين ڪهڙي سفر لي سنيريا هئاسين؟ آئينده اسانجين اکين کان لڪل هو ۽ چڱو جو لڪل ٿي هو. اسان لاءِ ته اڄ به قدري پردي اندر هو. پر اينري خاطري هئي ته چڪريون، قربانيون ۽ سختيون اڄ به آهن ۽ سيان به ساڳ هونديون.

سيان مرد ٿئين سر ڪندا جنگ جاري،
ڪندي جن‌جي خون کان زمين آه و زاري،
پهلوالن اڳيان ڪندا شير وارا،
ڪنديون خوبصورت نگاهون اشارا،
لڏهن چا ڪريون پاڻ: آسائشي زنگ،
ڪ جنگي چمڪ سان رچايون عجب رنگ،
يا پوري اکيون باغ اُميدن سان ناهيون،
يا اندي نراسائي سان لن ڪي ڍاهيون،
۽ پانيون حياتيءَ جو سڀ ڪجهه ادا ٿيو،
خبر ناه بر روح جو جال چا ٿيو.

مئٿيو آرنولڊ



۽ وڌي ويندي ۽ انهيءَ ياداشت خود ڪانگريس ۽
قومي تحريڪ جي ڪاميابيءَ جي ثابتي هئي.

منهنجي استري بمبئيءَ ۾ بستري داخل، پنهنجي
بيماريءَ لاءِ خار کائي رهي هئي. ماتاجي ۽ ٻئي ٻچڙن
هلچل ۾ ڪاهي پيبون ۽ جلد ئي پنهنجي ٻچڙن کي سال سال
جون سزائون ملي مليون. ٻنهي دوستن جي اندر ايندا
هئا ان معرفت پکل لڱل خبرون اسانکي پهچي وينديون
هيون. ڪجهه خبرون ڪاڻي هفتيوار اخبار مان ملنديون
هيون، جا جيل ۾ اسانکي ملندي هئي. اخبارن مان
ڪانگريس ڪارڪنن جي ڏاڍي سختي هئي ۽ گهران سزائن
جو پڙ ٻڌل هون، جنهنڪري گهڻي قدر ڏکا هئي
ٻاهريون حالتون سمجهندا هئاسين. ڪن ٻارڙن ۾ لـــ
گرفتار ڪيل يا سزا مليل جو نالو ظاهر ڪرڻ ۾ گناهه هو.

بس هن رستي اسين ليني جيل ۾ ٻاهرين جنگ کان
جدا پر رڳــ رڳـــ ۾ منجهس شامل هئاسين، ٻاهران
ڪٽڻ، پڙهڻ يا ٻين ڪمن ڪارين ۽ ڳالهين ۾ مشغول،
پر من هميشه جيل ٻاهر تحريڪ ڏي مائل هو. ڏسڻيءَ
ڏيڻ پر سچ پچ اوڏا هئاسين. وقتي آسون اميدون
ڪندي اولچو ڪٽي لي ونديون، وقتي ڪنهن پُل جڪ
[illegible] کاوڙيا هئاسون. [illegible] ڪمزوريءَ يا ڪوڙي
[illegible] شرم ايندي هئي. وقتي وري ساڪيءَ والکر
[illegible] سر درشني [illegible] ڏسندا هئاسين. پوءِ
[illegible] ديوتائون [illegible] شڪتين سان جڏهن
[illegible] هئا [illegible] خبس السالي
[illegible] ڪهڙي [illegible] ڪانبو هو
[illegible] ڪهڙي [illegible] جهڙو ڪهڙو

انهي اُپاڳي ڏينهن ساري ديس ۾ گهڻوئي ڪجهه ٿي گذريو. اسان کان ٿورڙوئي پري، الله آباد شهر ۾ پوليس ۽ فوج، ماڻهن جي انبوهن سان ٽڪر کاڌو ۽ سپاهيڪ ڪيترا مئا ۽ ڪيترا ڦٽيا. سڀ جيل قيدين سان ڀاهت ڀرجڻ لڳا. شروع ۾ سڀ ضلع جيلن ڏي اماڻيا ويا ۽ باقي جيڪي بچيا سي پوءِ نيني ۽ سينٽرل جيلن ڏي موڪليا ويا. پوءِ ته سڀ جيل ٽمٽار ٿي ويا ۽ شاهي ڪئمپ جيل به کلي ويا.

اسانجي نيڊي يارڊ ۾ ٿورا ڄڻا رکيا ويا. منهنجو پراڻو ساٿي نرمدا پرساد، رنجيت پنڊت ۽ منهنجو سؤٽ موهنلعل نهرو. هن ننڍڙيءَ بارڪ ريءَ اندر هڪ ٿيون انسان برنارڊ الو بهاري، لنڪا جو هڪ نوجوان به داخل اچي ٿيو جو باليسٽري پاس ڪرڻ بعد تازو ولايت کان موٽيو هو. منهنجي پيڻ تاڪيد ڪيو هوس ته اسانجن مظاهرن ۾ بهرو نه وٺي، پر هڪ وار موڄ ۾ اچي ڪانگريس جي جلوس ساڻ ٿي هليو ته ڪاري لاري کنيس هت اماڻي ويس.

ڪانگريس ۽ سنڌس ايڪهٺ پرانتڪ ۽ بيون مڪاني ڪاميٽيون ته سڀ بي قاعدي ٺهرايون ويون، پر ڪانگريس سان گڏ سڀ قسم جون همدرد يا چسمه سنسٿائون، مثلاً ڪسان سڀائون، مزدور منڊل، نوجوان سڀائون، شاگردن جون جماعتون، قومي وديا پيٺ ۽ وديالا، اسپتالون، پستڪاليه، سؤديشي ڀنڊار، ليز سياسي جماعتون به بي قاعدي ٺهرايون ويون. لنبيون ياداشتون لکيون، جن ۾ هرهڪ وڏي پرانت مان سون سنستائن جا نالا درج ٿيل هئا. سڄي ملڪ لاءِ ياداشت ته هزارن

ڏيئي ڇڏيو. ناگرڪ حق جو خاتمو ڪيو ويو ۽ اختياري وارا جيڪي وٽس، سو ماڻهن ۾ ملڪيئن سان ڪري سگهيا ٿي. حڪ اعلان اِهو ته سارو ملڪ گهيري هيٺ هو ۽ سڀ ڪجهه مڪاني عملدارن تي ڇڏيو ويو.

ساڳئي ڏينهن (۴ جنوري) آرڊيننس هيٺ نيئي جهل اندر اساڻيو ڪيس هلايو. شيرواڻيءَ کي ٦ مهنا سخت سزا ۽ ڏيڍ سؤ روپيا ڏنڊ وڌا ويا؛ مولڪي کي ٻه سال سخت سزا ۽ پنج سؤ ڏنڊ (ڏنڊ جي بدلي ٦ مهنا وڌيڪ سزا). ٻنهي جا گناه ساڳيا ۽ ٻنهي متان ساڳيا حڪم لعميل ۽ ٻنهي حڪم جي انحرافي ڪري ٻمتي وجهڻ جي ڪوشش ڪئي، ٻئي گڏ گرفتار ۽ ساڳئي قلم هيٺ سزاياب ٿيا سين، پر ڪيڏو نه سزائن ۾ فرق! باقي اها سا ڳالهه هئي جو مون ضلعه مئجسٽريٽ کي اطلاع ڏنو هو ته حڪم جي ڪا پرواه نه ڪري مان ٻمتي ويندس. شيرواڻيءَ اهڙو ڪو اطلاع ڪونه ڏنو هو، پر سندس نڪرڻ جي خبر اخبارن ۾ ظاهر ٿي چڪي هئي. سزا ملڻ بعد شيرواڻيءَ مئجسٽريٽ کان پڇيو ته ڇو مولڪي هلڪي سزا ڏني ويئي آهي؟ اهو فرق فرقيوار لحاظ کان رکيو ويو آهي ڇا؟ هي ٻڌي مئجسٽريٽ مجهي پيو ۽ حاضرين سڀ مشڪڻ لڳا.

(۱) سر سيمبوئل هور، هند وزير، هائوس آف ڪامنس ۾ ۲۴ مارچ ۱۹۳۲ ۾ چيو هو ته ”آءٌ قبول ٿو ڪريان ته جيڪي آرڊيننس شايع ٿيا آهن سي نهايت سخت ۽ ڪرڙا آهن. اهي هندواسين جي زندگيءَ جي هرهڪ لهرڪ سان لاڳو آهن.“

حقيقتون نظرانداز ڪري هن ريت سڄي قصي کي ماڇري هلڪي نظر ٿي ڏيرائي. تڏهن پلا هنن بن ذاتي مختلف طاقتن يعني هند قوميتا ۽ برطانوي سلطنتشاهيءَ جو اڄ ڪر مقابلو ڪن بن شخصن جي پورن ۽ خفقانن تي منحصر هو؟ يا انهن بن تواريخي قوتن جي جنگ ادب آداب ۽ خوش خيريت پڇندي ڪافور ٿي سگهي ٿي؟ گانڌيجي ڪي مجبور ٿي هڪ طرف قدم ڪڍڻو پيو، ڇو جو هندوستان جي قوميتا نه آپ گهات ڪري سگهي ٿي ۽ نه اهم معاملن ۾ دارين جي آڻ مڃي سگهي ٿي. برطانوي وائسراءِ کي مجبور ٿي ٻئي طرف قدم ڪڍڻو پيو، ڇو جو قوميتا جي خوف کي منهن ڏيڻو ۽ برطانوي سوارٿن کي قائم رکڻو هوس. ڪنهن وقت ڪير وائسراءِ هو سو نه رڳو نام روپ جو فير هو. لارڊ ارون به هوبهو لارڊ ولنگڊن وانگر هلي ها، ڇاڪاڻ ته ٻئي ڄڻا برطانوي سلطنتشاهيءَ جا مُکپتر ۽ هٿيا هئا ۽ فقط ڪو ٿورو ماتر فير ڪري سگهن ها. لارڊ ارون ته پوءِ برطانوي سرڪار جو ميمبر ٿيو ۽ جيڪي قدم هندوستان ۾ کنيا ويا سي تسليم ڪيائين. برطانوي پالسي لاءِ هن يا هُن وائسراءِ جي ساک يا نندا ڪرڻ منهنجي نظر ۾ بيسود آهي ۽ جيڪي هن راند ۾ پاڻ وندرائين ٿا، تن کي يا ته اهم سوالن جي پروڙ ناهي يا ته اهي جاڻي واڻي انهن کان ٽارو ڪن ٿا.

۴ جنوري ۱۹۳۲ جو ڏينهن جائي ياد رهندو. تنهن ڏينهن سڀ بحث دليل ختم ڪيا ويا. سويل صبح جو گانڌيجي ۽ ڪانگريس پريزيڊنٽ، ولب ڀائي پٽيل کي گرفتار ڪري ڪيس بنا نظربند رکيو ويو. چار نوان آرڊيننس نڪتا، جن مئجسٽريٽن ۽ پوليس عملدارن کي وڏيون اختياريون

ملڪ جي لياقت ڪيتري هي، ان جي حڪومت ڪري وٺڻ جي ڪاڳريس ڪر ڪالڪريس طرفان ڪهڙو حال احوال والسراءِ کي ڏني وئي ها؟ ظاهر هو ته هند سرڪار ڪانگريس کي مات ڪرڻ لاءِ سندرو ٻڌو هو، ڇاڪري ڪالڪريس جي ويچهو نه وچڻ واري نه هئي. ورڪنگ ڪاميٽيءَ لاءِ فقط هڪ دروازو کليل رهيو يعني آهستڪ نافرمانيءَ جو. ڪمر جاڳي هن گهڙيءَ ڪنهنجي گرفتاري ليندي ۽ ڪجي وڃڻ ڪان اڳ جو نه قوم جي ڪا رهنمائي ڪري وٺي؟ پوءِ بس ڪجيءَ طور هڪ آهستڪ نافرمانيءَ جو ٺهراءُ پاس ڪري، گانڌيجي ٻيهر والسراءِ سان ملاقات ڪرڻ لاءِ تار ڪئي، پر ملاقات اتا جا ڪنهن به شرط شروط بنا هجي. سرڪار جو جواب هي هو: گانڌيجيءَ ۽ ڪالڪريس پريزيڊنٽ جون گرفتاريون ۽ ساري ملڪ ۾ سخت ڊپوڊولس لاءِ اعلان. نئي ڪنهنکي جنگ لاءِ خواهش هئي يا نه هئي، پر سرڪار نه لاشڪ ڪمر ڪسي تيار بيٺي هئي.

اسين جيل اندر سوڪها هئاسين ۽ هي سڀ خبرون اسانکي ڏنڏليءَ طرح ذرو ذرو ڪري ملبون. اسانجو ڪمس سال هي ئين ڏينهن ني مهمل ڪيل هو، سو حوالات بر هٿ ڪري اسانکي وڏيڪ ملاقاتون ملبون ني. باهر جيڪو ڪجهه جڙيو، نه والسراءِ کي ملاقات ڏيڻ ڪپندي هئي يا نه، سو اسان جيل اندر پڌو. اهو ڪجهه اسانکي سڪڻو نظر آيو. هن ملاقات واري ڳڙي ڪري بدو سڀ ٻه ۾ رهجي ويو. جيائون نه لارڊ ارون ضرور ملاقات ڏني ها ۽ جي گانڌيجي گڏجيس ها ته سڀ رهجي اچي ها.

مولکي خبرته لڳي ته ڪيش هندوستان جي اخبارن

# جواهر آتم ڪٿا

## پاڱو ٻيو

### ۱۴ — گرفتاريون، آرڊيننس ۽ منع ناما

اسانجي گرفتارين کان ٻه ڏينهن پوءِ گانڌيجي بمبئي ۾ لٿو ۽ لهڻ سان تازا احوال ٻڌائين. بينگال آرڊيننس جو پڙاڏو لنڊن ۾ پهتو هوس، جن ڏاڍو بي چين ڪيو هوس. هاڻي ناتال جون ڪئين سوکڙيون مليس. گڏيل علائقن ۽ سرحد جا آرڊيننس ۽ ٻنهي پرڳڻن ۾ ڪئين رفيق قيد. ڳالهه هتان نڪري چڪي هئي ۽ صلح جي ذري به اميد نه رهي. پر پوءِ به ڪو گهاٽ گهڙي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪيائين ۽ تنهن لاءِ وائسراءِ لارڊ ولنگڊن سان ملاقات گهريائين. جواب آيس ته ملاقات فقط هنن شرطن تي ڏني ويندي ته بينگال، گڏيل ۽ سرحد علائقن جي آرڊيننسن، گرفتارين ۽ تازن وارداتن بابت ڳالهه به نه ڇوري ويندي. (هي سڀ يادگيريءَ مان لکان ٿو، جو وائسراءِ جو جواب اڳيان نه اٿم.) پر هي سڀ واقعا جن ساري



پنڈت جواہر لعل نہرو

| ٨٢٩ | ٢٠ | طئه لي ڪرڻ | لي طئه ڪرڻ |
|---|---|---|---|
| ٨٣٠ | ٢٥ | لهن | آلهن |
| ٨٣٦ | ٣٦ | شيوسنگهه | شيواسنگهه |
| ٨٤٤ | ١١ | رعموتواري | رعيتمواري |
| ٨٦٥ | ١ | اسانجي | اسانکي |
| ٨٦٥ | ١٨ | ساواڏن | ساوڏان |
| ٨٦٦ | ٢٦ | لئو | لئون |
| ٨٧٠ | ٢ | اخلاف | اخلاق |
| ٨٨٤ | ١٩ | اهوا | اعڙا |
| ٩٠٢ | ١٠ | لاهڻ | لاهن |
| ٩١٧ | ١٢ | عتراض | اعتراض |
| ٩٢٠ | ٢٠ | نقط | نکته |
| ٩٢٠ | ٢٥ | نقط | نکته |
| ٩٢٧ | ٢٢ | غصب | غضب |
| ٩٤٠ | ١٨ | معرقت | معرفت |
| ٩٦٤ | ٤ | جوهين | جوڙهن |
| ٩٧٠ | ٢١ | مخالت | مخالفت |
| ٩٧٦ | ١١ | آجزی | عاجزي |



